# ڪِشتي منجهه ڪٺا

ڪلام:
عارف المولا



درگاه: پير حسن بخش شاهه جيلاني
دَتڙو شريف

# ڪشتي منجهه ڪنا

ڪلام

پير شاهنواز "عارف المولىٰ"

ترتيب:

ڊاڪٽر اڪبر علي لغاري



زيب ادبي مرڪز

حيدرآباد سنڌ، پاڪستان

درگاه: پير حَسَن بخش شاه جيلاني
ڏنڙو شريف

شايع ڪندڙ: زيب ادبي مرڪز حيدرآباد

ڇپيندڙ: سنڌ پرنٽنگ پريس اڪال يونگا
لائين حيدرآباد، سنڌ

سال ................. ١٩٩٤
تعداد ................ ١٠٠٠
قيمت هڪ سوَ

ڇپائيندڙ: عارف اڪيڊمي، درگاه پير حسن شاه
جيلاني ڏنڙو شريف

## يادگار تصوير



کابي کان ساڄي طرف ويٺل ١. پير حاجي شاهنواز عارف المولي،
٢. مخدوم محمد زمان طالب المولي، ٣. صوفي خدا دوست فقير،
۴. پير ڏنل شاه (تصوير ولڙو شريف ١٩٥٣)

# "انتساب"

انهيءَ سهڻي صورت ۾ نيڪ سيرت واري سائين فتح محمد شاهه عرف پير پورو متخلص عاشق المولي جي نالي نامي اسم گراميءَ ڏانهن منسوب ڪريان ٿو. جن محترم محمد خان پرڙي ڏانهن چوڏهن سال پنڌ ڪندي ڪندي رسالي ڏسڻ واري حسرت هاتوَ ۾ سائين پهچي مالڪ حقيقي سان وڃي مليا.

۱۵ آگسٽ ۱۹۹۴ع

**ڊاڪٽر اڪبر علي لغاري**
ڳوٺ لعل خان لغاري حال شاهه لطيف
ڪالوني شهدادپور روڊ سانگهڙ



پير حاجي شاهنواز شاه
عارف الموليٰ
ولادت ٢٠ آڪٽومبر ١٩٢٢ع
وفات ٣١ مئي ١٩٧٨ع
مطابق ٢٣ جماد الثاني ١٣٩٨هه

# ڳالهيون ڳچ اندر جون

درگاهه شريف پير حسن بخش شاهه (ڏنڙو شريف) اسان جي تمام ويجهو آهي. ان ڪري ننڍي هوندي کان ئي اتي پيرن ۾ ڪثرت سان اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. پهرئين سجاده نشين سائين ڏنل شاهه جي ڪچهرين ۽ قرب مان فيضياب ٿيس. وڳر وهائڻ وارو دماغ ۽ دل اڄ سدائين پاڻ کي خالي محسوس ڪندو آهيان. سائين ڏنل شاهه جن جي وصال بعد به پيرن سان اهائي ساڳي نيازمندي، وارو سلسلو برقرار رهندو پيو اچي. درگاهه جي افراد ۾ سجاده نشين مرڪزي حيثيت رکڻ ڪري سائين حاجي شاهه نواز شاهه عارف المولي جن جي حاضري، ۾ جلدي جلدي پيش ٿيندو هوس. هڪ رات محفل ۾ مونکي فرمايائون ته "اسانجو ڪلام جيڪو منتشر ٿيو پيو آهي. ان کي گڏ ڪري ترتيبوار لکڻ لاءِ استاد حاجي سومر خان (بنده جو والد محترم) کي چئو ته هڪ يا وڌيڪ بوڪن تي لکي ڏئي ته ڇپائڻ لاءِ سوچ ويچار ڪجي." مون واپس اچي بابا سائينءَ سان ذڪر ڪيو. پاڻ چيائون ته جيڪو مواد گڏ ٿيل آهي، اهو ڪٺي اچو ته ڪم شروع ڪريون. باقي جيڪو ڪلام ٽڙيل پکڙيل يا گم ٿيل آهي. هو هٿ ڪندا مونکي پهچائيندا وڃو."

مون ٻي ملاقات ۾ بابا سائين جو اهو خيال عارف المولي سائين جن جي خدمت ۾ پيش ڪيو. قدرت الاهيءَ حي انهيءَ مهيني ۾ سندن (عارف المولي) جو انتقال ٿيو. "رٿيل ويون رهجي- اڻ رٿيل آڏو آيون" جي مصداق اهو ڪم اتي رهجي ويو

عارف المولي سائين جي چاليهي بعد هڪ ڏينهن سندن فرزند فتح محمد شاهه عرف پير پورو متخلص عاشق المولي جن ٻه چار شعر (ڪلام) لکي مون وٽ پنهنجي ڳوٺ لعل خان لغاريءَ ۾ ڪلينڪ تي آيا. ملڻ بعد جيستائين آئون فارغ ٿيان تيستائين ڪين بابا سائين جن وٽ لئبريري، ۾ ويهڻ لاءِ صلاح ڪيم. پاڻ اتي هلي ويٺا. آئون مريض ڪان رانڊو ٿي

وٽن آيس. ڪائون حال احوال معلوم ڪيم. پاڻ اهي ڪلام ڏيکاري اصلاح واسطي چيائون. ان بعد ٻين ڳالهين سان گڏ مون ياد ڏياريو ته سائين عارف المولىٰ جن پنهنجي ڪلام لکڻ لاءِ اوهان جي روبرو ۽ خيال ڏيکاريو هو. اڄ بابا سائين جن سان انهيءَ بابت گفتگو ڪجي ته بهتر ٿيندو. بابا سائينءَ سان اهڙو ذڪر ڪيائون. اهوئي جواب ڏنائون جيڪو مونکي ٻڌايو هئائون. ٻئي ڏينهن عاشق المولىٰ جن گڏ ٿيل ڪلام کڻي آيا. جلد ئي بابا سائين جن لکڻ شروع ڪيو. بنده ۽ عاشق المولىٰ ٽڙيل پکڙيل ڪلام ميڙ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

پوءِ اسان ڳائڻن، سگهڙن، فقيرن، شاعرن خواهه عام ماڻهن سان گڏيا جدا ملاقاتن جو سلسلو شروع ڪيو ۽ چڱو ذخيرو ملي ويو. هو ڏانهن لکڻ جو ڪم پڻ تيزيءَ سان ٿيندو رهيو.

تان جو سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ سميت سمورو ڪلام لکي پورو ڪيائون. هن ڪم مان فارغ ٿيڻ بعد بابا سائينءَ جن پڻ هن فاني دنيا کي ڇڏي روانا ٿي ويا. بابا سائين جن جي وفات بعد سگهو ئي مون طالب المولىٰ سائين جن سان خط ذريعي رسالي جي ٺاهي رکڻ ۽ ڇپائڻ بنسبت ڪائون صلاح طلب ڪئي. پاڻ جواب ۾ لکڻ فرمايائون ته "اهو مواد کڻي هالا اچو ته ڳالهه ٻولهه ڪجي." ساڳئي وقت سائين حاڪم شاهه کي به لکيائون ته اوهان ڊاڪٽر (بنده) سان انهيءَ بابت رابطو قائم ڪريو."

ٻن ٽن ڏينهن بعد آئون ۽ پير پورو (عاشق المولىٰ) مواد کڻي هالا مخدوم صاحب جن جي خدمت ۾ پيش ٿياسين. پاڻ لکيل مواد ڏسي اکرن جي تعريف ڪئي ۽ خوش ٿيا. وڌيڪ صلاح ڪيائون ته هن ڪاپيءَ تي پڪو جلد ٻڌائي درگاهه تي قلمي نسخي جي حيثيت ۾ رکجي. باقي ڇپائڻ لاءِ فوٽو اسٽيٽ ڪرائي پريس کي ڏجي. مونکي فرمائون "اوهان سوانح حيات لکو." مون عدم فرصت سبب معذوري پيش ڪئي. فورن محترم انور هالائيءَ کي گهرايائون. ان سان صلاح ڪيائو ته سوانح

حيات لکي، ڇپائيءَ جو ڪم ڪجي. ليڪن انهن به ڪم جي گهڻائي
سبب پيش ڪيو. آخر مون کي حڪم فرمايائون ته محترم عبدالله
ورياهه ۽ محترم محمد خان ٻرڙي سان ملي اسان جو حوالو ڏيو ته انهن
مان ڪو به هڪ اوهان سان هن ڪم ۾ هٿ ونڊائي. ٻن ٽن ڏينهن بعد
آئون ۽ سائين عاشق المولي محترم محمد خان ٻرڙي سان، سندس ڳوٺ
مليا سين. اتان ٽئي ڄڻا ٽنڊوآدم جناب عبدالله ورياهه وٽ آياسين. حال
احوال ٿيا. اتي طئه ٿيو ته اهو ڪم محترم محمد خان ٻرڙو ڪندو.
اسان سمورو مواد جناب محمد خان ٻرڙي جي حوالي ڪيو.
ان بعد سوانح عمريءَ واسطي معلومات حاصل ڪرڻ ڪاڻ جناب محمد
خان درگاهه شريف تي اچي عارف المولي سائينءَ جن جي فرزندن، پائرن
۽ ڀين ماڻهن سان به نفس نفيس مليو. اتان ڊائريون، خط خاندان جو
شجرو وغيره پڻ ساڻ کڻي ويو. عاشق المولي سائين جن جي معرفت ۽
محترم محمد خان جي رفاقت ۾ ڪلامن وارو مواد پريس تائين پهتو.
باقي سوانح عمريءَ بابت عاشق المولي سائين کي سال ١٩٧٩ع کان وٺي
ڏهين جنوريءَ اوڻيهه سو ننانوي تائين جملي چوڏهن سال دلاسن واري دڳ
تي هلائيندو رهيو. آخر ١٦ جنوري ١٩٩٤ع تي عاشق المولي سائين
رسالي ڏسڻ واري آس اندر ۾ کڻي مالڪ حقيقيءَ کي وڃي پهتا. ان
ڪانپوءِ سائين حاڪم شاهه محترم محمد خان وٽ پنڌ شروع ڪيا،
تانجو ٢٨ جولاءِ ١٩٩٤ع تي پنهنجي خادم غلام حسين پجاري
معرفت پيغام موڪلي مونکي گهرايو. افسوس ڪندي فرمايائون ته
محمد خان ٻرڙو اڃا تائين سوانح حيات يا ٻيو گهربل مواد لکي نه
سگهيو آهي. هاڻي اهو ڪم اوهان ئي هن مهيني ۾ پورو ڪري ڏيو ته
پريس ۾ ڏجي ته رسالو ڇپجي جلد کان جلد ميدان ۾ اچي. مون ٻئي
ڏينهن کان مختصر سوانح عمري لکڻ شروع ڪئي. جيئن ته رسالي ۾
ڪلامن جو تعداد محدود آهي. ان لاءِ سوانح عمري لکڻ ۾ پڻ اختصار
کان ڪم ورتو ويو آهي. ان ڪانسواءِ ڪلام تي تبصرو يا مقدمو به

وقت جي تنگيءَ سبب لکي نہ سگھيو آھيان. البت ٿورڙو جائزو وٺي، ڪلام متعلق چند الفاظ سوانح حيات ۾ شامل ڪيا اٿم. جيڪا بہ غلطي ڏسڻ ۾ اچي تہ معاف ڪري آگاھ فرمائيندا.

گر قبول افتد زهي عزو شرف.

تاريخ ١٥ آگست ١٩٩٤ع

**بنده ڊاڪٽر اڪبر علي لغاري بلوچ**

شاھ لطيف ڪالوني شھدادپور روڊ سانگھڙ

بسم الله الرحمان الرحيم

**نحمده و نصلي عليٰ رسوله الڪريم.**

خاندان: عارف المولٰي سائين جن جو حسب نسب سائين حسن بخش شاهه جو رسالو جن جا مؤلف پڻ عارف المولٰي سائين پاڻ هئا. ۽ سنڌي ادبي بورڊ جو ڇپايل آهي. ان موجب سندن سلسلو حضرت پيران پير دستگير سيد عبدالقادر جيلانيءَ سان ملي ٿو. انهيءَ ڪري پاڻ جيلاني سيد سڏبا آهن.

سندن خاندان ۾ پشت بپشت وڏا عالم باعمل ٿيندا آيا آهن. سندن فيض مان ڪئين سيراب ٿيندا اچن ٿا.

اصل وطن ۽ هجرت: سندن خاندان اصل برهانپور جو رهاڪو هو. اتان هجرت ڪري سنڌ ۾ قاضي احمد جي پرسان ۾ ڪرن لڳ اچي رهائش پذير ٿيا. ان بعد سندن خاندان فيض عام ڪرڻ خاطر ٽڙي پکڙي ويا. ڪن چتن شاهه ۾ آڏاٽا اڏيا.

ڪن وري تعلقه حيدرآباد ۾ گهوٽاڻن جي شهر ۾ اچي ديرا دمايا. ته ڪن اچي احمد آباد شهر ۾ خيما کوڙيا.

انهن مان ڪن اچي ڏنڙي شريف لڳ پير سبحان علي شاهه نالي ڳوٺ ٻڌايو. اهو ڪٽنب سائين عارف المولٰي جن جو هو.

ولادت: سائين حاجي شاهنواز عارف المولٰي (حاجي صاحب) تاريخ ويهين آڪٽوبر اوڻيهه سو ٻاويهه عيسويءَ ۾ ڳوٺ پير سبحان علي شاهه لڳ ڏنڙو شريف ۾ سائين ڏنل شاهه جن جي ڏيڍيءَ تي تولد ٿيا. جيئن ته سائين ڏنل شاهه کي نرينه اولاد ۾ سندن پهريون نمبر هو. ان ڪري ڏيڍي خواهه راڄ ڀاڳ عزيزن قريبن، مريدن خادمن ۾ تمام گهڻي خوشي ٿي. هر طرف کان مبارڪون ۽ سوکڙيون پاکڙيون ملڻ لڳيون. چون ٿا ته وقت جا ڳائڻا وڄائڻا، سگهڙ سالڪ شاعر اديب، ملئه رانديگر مطلب ته زندگيءَ جي هر شعبه جا ماڻهو سندن ولادت جي موقعي تي درگاهه شريف تي شغل ۾ شريڪ ٿيا.

تعليم و تربيت: جيئن تہ سندن والد صاحب سائين ڏنل شاھہ جن
درگاھہ جا سجاده نشين هر لحاظ سان داناوَ بينا هئا ۽ سندن سنڀال ۾
ديني تعليم لاءِ هڪ مدرسو بہ ڪم ڪري رهيو هو. جيڪو "پيرن جو
مدرسہ" نالي سان غالبن سڄي ضلع ۾ پهريون ئي ديني تعليم ڏيڻ وارو
مدرسو هو. جنهن ۾ وقت جا مشهور عالم عربي، پارسي، فقہ ۽ ٻي
تعليم وڏي محنت ۽ جانفشانيءَ سان ڏيندا رهندا هئا. ازانسواءِ درگاهہ
شريف کان اتر طرف ڏنڙي جو شهر هو. جيڪو انهيءَ وقت ۾ واٽين،
لغاري بلوچن، خاصخيلي، ڪنيار، پڃارن کانسواءِ ٻين قومن جي رهائش
گاھہ منجهس ٻہ تہ بازاريون، ٿاڻو، اسپتال، ڊڪ ۽ هڪ بوائز پرائمري
اسڪول پڻ هو.

ان ڪري عارف المولىٰ سائينءَ جي عربي، پارسي ۽ فقہ اردوءَ جي تعليم
درگاھہ مبارڪ تي قابل استادن وٽ پنهنجي ئي مدرسہ ۾ ٿي. باقي
سنڌي (پرائمري) تعليم لاءِ کين ڏنڙو شهر جي پرائمري اسڪول ۾
محنتي استادن جي شاگرديءَ ۾ داخل ڪرايو ويو.

انهن ٻنهي هنڌن تان تعليم حاصل ڪرڻ واري دور ۾ ڪڏهن بہ عارف
المولىٰ سائينءَ جي استادن خواھہ عالمن شڪايت ڪانہ ڪئي. هر امتحان
۽ مقابلہ ۾ پاڻ پهريون نمبر ايندا رهيا.

ٻي تربيت مثلن دنياوي ڏنڌا، راڄداري، مالداري، دوستي ياري ۽ پيري
مُريديءَ جي رهبري سندن والد بزرگوار جن ڪئي. ان کانپوءِ درگاھہ
مبارڪ تي ناياب ڪتب خانہ جي موجودگيءَ کين مطالع ڪرڻ تي مجبور
ڪيو. فرصت واري وقت ۾ رات ڏينهن مطالع ۾ مشغول رهندا هئا.

ويتر ان وقت جي عالمن مثلن استاد محمد قاسم لاڪو، استاد حاجي
سومر خان لغاري، مولوي عبدالقادر لغاري جي صحبت سندن تعليم ۽
تربيت کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا.

بيعت : جيئن تہ حاجي صاحب جن جا والد سائين پير ڏنل شاھہ جن بہ
وڏي درگاھہ جا سجاده نشين هئا. سندن ئي زير نظر ۽ صحبت ۾

پرورش پاتي هئي. ان کري پنهنجي والد سائين پر ڏنل شاهه عرف پير وڏو يا سائين وڏي کان ذڪر جي تلقين ورتي.

شاديون: سندن پهرين شادي خانه آبادي، سڪرنڊ تعلقه دنگ ڳوٺ مان سيد نبي شاهه جيلانيءَ جي دفتر نيڪ اختر سان تقريبن ٢٥-٣٠ سالن جي ڄمار ۾ ٿي. ان مان کين چار فرزند ۽ هڪ نياڻي ٽوٽل پنج اولاد ٿيا. جي بفضله تعاليٰ حياتي ۽ بااولاد آهن ۽ صرف هڪ فرزند فتح محمد شاهه عاشق المولىٰ ڦوهه جوانيءَ ۾ وصال ڪري ويو.

عشق جي چوٽ: ٿيو هيئن جو پهرين شاديءَ بعد تقريبن ١٩٥٨-٥٧ع ۾ هڪ حسين عورت جيڪا پنجاب علائقي مان اچي سنڌ ۾ ضلع سانگهڙ جي گهنڊڻ شهر ۾ پنهنجي ڪٽنب سان گڏ وينئي.

سا سندن صورت ۽ سيرت، جي هاڪ ٻڌي پرپٽ لنئون لڳائي وينئي. ويتر هڪ ڀيري درگاهه تي اچي کين روبروءِ ڏنائين ته وري واپس ورڻ لاءِ باوجود ڪافي زوربار جي به نه وئي. ۽ عارف المولىٰ پڻ گهائجي پيا. آخر نڪاح ڪري پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيس داخل ڪيائون.

انهيءَ مان به کين ٣ پٽ ۽ به نياڻيون ٽوٽل پنج اولاد ٿيا. انهن مان تاحال صرف به نياڻيون زنده آهن.

علم موسيقيءَ بابت: هائو درگاهه شريف تي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جا وڏا عالم جهڙوڪ الهڏنو نوناري، خيرو خان، سينڌو خان، پيارو خان، بيبو خان، منظور علي خان، فتح علي خان، طفيل خان، خورشيد علي خان ۽ ٻيا به ڪئين ايندا هئا. انڪري کين راڳ جي پروڙ تمام گهڻي هئي. البت پريڪٽس (رياض) ۾ پاڻ منظور علي خان کان پڇندا هئا ۽ ان جي اهل اهر ڪندا هئا. فقراءُ مان محمد فقير ڪٽياڻ، منٺار فقير راڄڙ، حاجي فقير موچي، عيسو فقير مير بحر، امام علي فقير واڍو، غازي فقير، الهڏنو فقير ماڇي، عرس ملنگهه، فقير امير بخش ڪلوئي، چاندي فقير، ڏول فقير، عبدالغفور، انب فقير ابڙو، مصري فقير، حاجي نور محمد لغاري، جمعه خان لغاري ۽ ٻيا تمام سهڻي نموني توحيد ڳائڻ وارا. هر موقعي

مهل، عيد، رجبي ۽ يارهينءَ ڪانسواءِ سائين حسن بخش جي ميلي تي ايندا رهندا هئا. انهن کي ٻڌڻ سڻڻ سان پڻ ڪين حاصلات ٿي. سندن آواز منڙو ۽ سريلو هو. پاڻ ڪڏهن ڪڏهن شوقيه ڳائيندا هئا. ان ۾ ڪلاسيڪل خواهه رندي ڪلام سنيءَ طرح سُر گر ۾ ڳائي سگهندا هئا پاڻ گگهر ياد دلو وڄائڻ جا پڻ قابل هوندا هئا.

شاعري: ابتدا ۾ جيڪو شعر لکيائون ان ۾ پنهنجو تخلص عاجز لکندا رهيا. ڪجهه وقت گذرڻ بعد محمد فقير ڪتياڻ درگاهه شريف تي آيا، پاڻ ان وقت هڪ شعر لکيائون، ان ۾ پنهنجو تخحلص عاجز ڪم آندل هو. فقير صاحب ڏسي چيو ڪلام ته ”نهايت ئي ڀلو آهي. ليڪن اوهان ٻه عاجز ٿيا ته اسان جهڙن انسانن جو ڇا ٿيندو!؟“ پاڻ ٿوري گهڻي رهاڻ بعد فقير صاحب کان پڇيائون ته عاجز نه ته ڇا لکان؟ فقير صاحب جن ڪين چيو ته اوهان پاڻ کي عاجز نه بلڪ عارف سمجهو. ان بعد پاڻ پنهنجي ڪلام خواهه خط و ڪتابت ۾ عارف لکڻ شروع ڪيو. اڪثر پنهنجي ڪلام کي اصلاح واسطي قبله سائين طالب المولي ڏانهن موڪليندا هئا. هڪ ڀيري پاڻ مخدوم طالب المولي سائين جن وٽ هالا آيا. آئون (راقم الحروف) هالا هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هوس. ليڪن منهنجي رهائش سائين جن جي بلاڪ بنگلہ ۾ هئي. سامهون اتاس بن ، ۾ قاضي عزيزالله وسطڙو ۽ ان سان گڏ انور الدين وسطڙو ۽ عبدالحڪيم ڪوسو ۽ ٻيا شاگرد رهندا هئا. بنگلہ جي ايرندي پاسي ان وقت جا شاگرد محمد عظيم لغاري ۽ ڏٽي بخش فقير نوح پوٽو ۽ سندس پائر رهندا هئا. بلاڪ بنگلہ جي حاضري حاجي عباس علي خان نظاماڻي ڏيندو هو. جيئن ته سائين جن (طالب المولي سائين) جي نظرِ ڪرم مون تي وڌيڪ هئي. آئون هر وقت بنا اطلاع جي پيش ٿيندو رهندو هوس. سائين عارف المولي جن جڏهن به هالا ايندا هئا يا درگاهه تي هوندا هئا ته طالب المولي سائين جن ۽ سائين عارف المولي جن وچ ۾ ملاقات، خواهه ٻئي ڪنهن به ڪم ڪار لاءِ پيغام رساني آئون بجاءِ آٽيندو هوس. پوءِ

گهڻو ڪري هر رس رهاڻ ۾ تيستائين حاضر رهندو هوس. جيستائين اختتام پذير ٿئي. عارف المولیٰ سائين هالا ايندا هئا ته ڪين محمد فقير جي نالي ڪيل بنگلي ۾ منزل انداز ڪبو هو. انهيءَ بنگلي کي محمد فقير ڪنياڻ جي رحلت بعد نم وارو بنگلو پڻ چئبو هو. اتي طالب المولیٰ سائين جن جي خاص سواريءَ وارو گهوڙو پڻ ٻڌل هوندو هو. عارف المولیٰ سائين جن سان اڪثر فقير خدا بخش لغاري يا شير لغاريءَ جي ڳوٺ جو ڦوٽو خاصخيلي خادم جي حيثيت سان گڏ ايندا هئا ۽ رهاڻ لاءِ منهنجو والد صاحب جن (حاجي سومر خان لغاري) به رفاقت ۾ ايندا هئا.

اهو ڏينهن به آيو جنهن ڏينهن انهيءَ بنگلي تي عارف المولیٰ ۽ طالب المولیٰ سائين جي رهاڻ ۾ سندم والد صاحب، مولانا غلام محمد گرامي، حاجي شفيع محمد هالائي شهنشاهه خان صاحب سائينداد خان شورو ۽ ٻيا به ڪي معزز حضرات رهاڻ ۾ شامل هئا. موقع مهل پٽاندڙ هر هڪ صاحب پنهنجو شعر يا ٻئي ڪنهن درويش جو مقالو پيش ڪندو رهيو. اچانڪ طالب المولیٰ سائين جن عارف المولیٰ جن کي فرمايو ته ”تمام سهڻو لڳندو اگر عارف جي پويان مولیٰ استعمال ڪريو.“
سائين عارف المولیٰ جن جواب فرمايو ”انهيءَ ۾ صرف اوهان (طالب المولیٰ) جي خوشنودي درڪار آهي. ان بعد پاڻ عارف المولیٰ تخلص طور لکڻ ۽ چوائڻ لڳا. هائو، عارف المولیٰ سائين جن جي ڪلام بابت عرض آهي ته عارف المولیٰ جن جي شاعري واري دور ۾ ڪافيءَ جي صنف اوج تي پهتل هئي. ته وائي، غزل، مرثيه، بيت ۽ ڏوهيڙي کي به عرصئه دراز گذري چڪو هو. ان ڪري پاڻ مڙني اصناف تي طبع آزمائي ڪئي اٿن. سندن ڪلام توحيد، تصوف، حمد و ثنا جو سهڻو باغيچو بڻيل آهي. فصاحت، بلاغت جو اٿاهه سمنڊ آهي. سوز گداز جون ريهون رڙيون. ڪٿي پرچائڻ لاءِ منٿون ميڙون، ايلاز ۽ پڪارون پڌريءَ پٽ ڏسڻ ۾ اينديون. ڪنهن هنڌ خودداريءَ خودسريءَ جا دڙڪا دهمان ته وري

ذاتي صفائيءَ جا گس پنڌ پڌرا ڪيل آهن. ڪٿي نفي خواهہ اثبات جا
اهڃاڻ عمده نموني آندل آهن. اميد تہ سندن ڪلام تي وڌيڪ تبصرو
ديوان عارف المولي ۾ پيش ڪندس.
روزه مره جي زندگي: سائين حاجي صاحب جن کي ميلي ملاکڙي جو
شوق تمام گهڻو هوندو هو سنڌ ۾ غالبن هر ميلي تي يا ملاکڙي ۾
سندن شرڪت لازمي تصور ڪئي ويندي هئي. پاڻ هر ميلي جيئن تہ
ڀٽائي صاحب، قلندر شهباز، صوفي صادق شاهہ، راڻي پور ڪانسواءِ سنڌ
۾ هر ميلي ملاکڙي جو انتظام سنڀاليندا هئا. ملهن جا جوڙ بہ پاڻ ئي
ٺاهيندا هئا. پاڻ ملهہ جي انگن اکرن جا اعليٰ درجہ جا ڄاڻو هوندا هئا.
جتي ڪابہ محفل موسيقي يا ڪٿي سنڌي ثقافت ۾ شامل راند جو مقابلو
هجي. مشاعرو هجي، سگهڙن جي رهاڻ خواهہ علمي ادبي محفل هجي.
اتي سائين عارف المولي جن ضرور تشريف فرمائيندا هئا. پاڻ عاشق مزاج
۽ زنده دل هجڻ ڪري راڳ سان گهڻي محبت رکندا هئا.
ان ڪري هر وقت سندن حاضريءَ ۾ ڳائڻا هوندائي هئا. پاڻ پهلوان نواز
بہ هوندا هئا. وٽن وڏا وڏا ملهہ ۽ ڀڄري کٽڻ وارا پهلوان بہ ويٺل هوندا
هئا. شڪار بہ شوق سان ڪيائون. شڪار ۾ سندن بندوق جو استاد
قادر بخش جيڪو ڀڄريءَ جو سنڌ پهلوان هو. ۽ سندن ئي ڳوٺ جو
رهاڪو ۽ پاليل خادم آهي. ان رهبري ڪئي. ان ڪري پاڻ اعليٰ درجہ
جا توبچي پڻ هئا. گهڻو ڪري شڪار تي سائين طالب المولي، پير رسول
بخش، بخش علي خان لغاري شير لغاريءَ وارو، ۽ ٻين اهڙن جي رفاقت ۾
ويندا هئا.
عارف المولي سائين جن ۽ طالب المولي سائين جن جي معرفت سنڌ جي
ڪيترن ئي علمي ادبي ادارن سان تعلقات هوندا هئا. مثلن جمعيت
الشعراءِ اداره روح ادب سنڌ ۽ بزم طالب المولي، علمي ادبي مجلسن ۽
ڪانفرنس ۾ جتي ڪٿي سائين طالب المولي جن سان گڏ هوندا هئا.
صحبت اثر: هر شاعر تي گذريل وقت جي شاعرن جو اثر ضرور

پوندو آهي تہ حال وارن سان روبرو ۽ رهاڻيون ڪبيون آهن. انهيءَ ڪي
مدنظر رکندي ائين چوڻ ڪان ڪونہ ٿو ڪيٻايان تہ عارف المولىٰ سائين
جن تي پتائي صاحب، صوفي صادق شاهہ، نواب ولي محمد، سائين
حسن بخش شاهہ، خواجہ غلام فريد ۽ حمل فقير جو گهرو اثر هو.
سندن حال وارن شاعرن مان سائين طالب المولىٰ، مرتضيٰ ڏاڏاهي، امام علي
فقير واڍو، دادن فقير، پير اعجاز جهڙن جو اثر نمايان آهي. انهن جي
جواب ۾ ڪافي شعر چيل آهن تہ ڪن لاءِ وري ڪي سوالي شعر پڻ
لکيا اٿن خصوصن طالب المولىٰ سائين جن جي صحبت ۽ ڪلام جو اثر
وڌيڪ ٿو ڏسڻ ۾ اچي. پاڻ جيڪي بہ لکندا هئا تہ پهريائين طالب
المولىٰ سائين جن ڏانهن موڪليندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن طالب المولىٰ سائين
اصلاح بہ ڪري واپس ڪندا هئا تہ پاڻ بخوشي قبول فرمائيندا هئا.

خصلتون: پاڻ دل جا دريا هوندا هئا. صاف دل صاف گو هوندا هئا.
سخاوت ڪين ورثي ۾ ملي هئي. جيڪو بہ ماڻهو درگاهہ تي ڪيڏيءَ
مهل بہ ايندو هو تہ هر وقت ننگر ڪرائيندا هئا.

عارف المولىٰ سائين تمام گهڻو ڪلمک ملنساز انسان هئا. عزيز قريب،
دوست يار، مريد خادم، مطلب تہ هر مڪتبہءِ فڪر جي ماڻهوءَ سان
محبت قرب ۽ اخلاق سان ملندا هئا. ڏکويل جي دلجوئي، منتل ماڻهوءَ
جي رهبر لاءِ هر موقع مهل تي تيار هوندا هئا.

پسگردائيءَ جي راڄن سان سندن تعلقات پڪا پختا ۽ سهڻا هوندا هئا.
البت مخالفن کي مخالف ئي سمجهندا هئا. پاڻ اڙيلن جي آڌر ۽ ستايلن
ڪاڻ سهاري جو سورج هئا.

حليو مبارڪ : سائين عارف المولىٰ جن سهڻي صورت من موهڻي مورت
جا مالڪ هئا. سندن سر وينل وار وڏا، پيشاني ڪشادي، ڀرون سهڻا،
نڪ نوڪدار، اکيون وڏيون، شهپر شانائت، سينو ويڪرو، مطلب تہ
هانئي ڪاٺي وٺندڙ هوندي هئي. سلوار، قميص يا ڀهراڻ پائيندا هئا.
سنڌي ٽوپي ڪراڪلي ٽوپي، ۽ ترڪي ٽوپي بہ پاتائون. مريدن ۾

دعوتن تي ويڻ وقت سائي رنگ جي دستار مبارڪ ٻڌندا هئا. پيرن ۾ سليپر، بوٽ ڪڏهن وري سئنڊل به استعمال ڪندا هئا. اڪثر روالور چيلهه ۾ ٻڌل هوندو هون. ٻنين تي گهمڻ مهل ڪهاڙي يا وڏي لٺ هٿ ۾ ڪندا هئا

ويا سي وينجهار: تاريخ ٣١ مئي ١٩٧٨ع صبح جو فجر نماز ادا ڪري پنهنجي ڪار تي سوار ٿي ڪراچي اسريا. سپر هاءِ وي تي ڪار جو ٽائراڊ ٽٽڻ سبب ڪار ڪلٽيون ڪائيندي وڃي جبل سان لڳي ڪين زخمي حالت ۾ ايل ايم سي جي شعبئہ حادثات ۾ آندو ويو. ليڪن واٽ ۾ پاڻ موت جي آغوش ۾ اچي مالڪ حقيقيءَ ڪي وڃي مليا. پاڻ درگاهہ مبارڪ سائين حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جا ٻيو نمبر سجاده نشين هئا.

فقط تاريخ ١٤ اگست ١٩٩٤ع

**الراقم الحروف ڊاڪٽر اڪبر علي لغاري بلوچ**
ساڪن لعل خان لغاري حال شاهہ لطيف ڪالوني
شهدادپور روڊ سانگهڙ

## "ٿورا ناهن ٿورا مونتي ماروئڙن جا"

سڀ کان اول الله سائين جا اڻ ميا احسان جنهن مون کي هن ڪم سرانجام ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. سائين حاڪم شاهہ جن جو بہ شڪر گذار آهيان جن مون جهڙي ادنيٰ شخص کي گهرائي هن رسالي کي تڪميل تي پهچائڻ لاءِ موقع مهيا ڪري خرچ پڪي جو بار بہ ڪنيو. سائين جڙيل شاهہ جن بہ چڱي معلومات ڏني ان لاءِ سندن ٿورائتو آهيان. اهڙي نموني پريس وارن مڙني جون مهربانيون جن رات ڏينهن جفاڪشي ڪري، نهايت قليل عرصي ۾ رسالو ڇاپي اسان جي هٿن تائين پهچايو.

**بنده ڊاڪٽر اڪبر علي لغاري**
شاهہ لطيف ڪالوني شهدادپور روڊ سانگهڙ

# حمد

هر چيز ۾ نشان تو، تنهنجو ظهور مولي.
ڪعبي ۽ ديرَ ۾ آ، تنهنجو حضور مولي.

١- اول به تون ۽ آخر، ظاهر به تون ۽ باطن،
ليل و نهار، تنهنجا، شام و سحور مولي.

٢- تون ئي لطيف لائق، لاثان لم يزلّ،
تون ئي قهار، قادر، تون ئي غفور مولي،

٣- آدم جي پوش ۾ آ تو، پاڻ کي لڪايو،
ورنه هو توکي کهڙو، هن جو ضرور مولي.

٤- تو خود چيو "انّاالحق"، پرده حلاجَ ۾،
منصور جو هو کهڙو، آن ۾ قصور مولي.

٥- قرآن پاڪ ۾ تو، فرمايو آهه "ونحن"
پوءِ ڪيئن چوان ته مون کان، آهين تون دُور مولي.

٦- تنهنجي ثنا صفت، ۽ ساراهه هر گهڙي،
شاخ و شجر پڙهن ثنا، ڪوه طيور مولي.

٧- غمَ کان نه دل آ واقف، سکم پڻ نه آ شريڪ،
باقي رهي تو تنهنجو، ڪيف و سرور مولي.

٨- حور و قصور جنت، غلمان جي نه خواهش،
هر ذرّه ذرّه آهي، مون لاءِ طور مولي.

٩- زاهد ۽ رند ۾ آ، جلوه جمال تنهنجو،
'عارف' جي دل ۾ آهي، تنهنجوئي نور مولي.



# نعت شريف

محبت غير کان منهنجي، ڇڏائج يا رسول الله،
سچو ڪلمون حقيقت جو، پڙهائج يا رسول الله.

سڪايل سيّدا! آهيان اوهان جي سهڻي صورت جو،
پيغمبر پاڪ! پيشاني، پسائج يا رسول الله.

وڪوڙي حرص ويو مون کي، نهوڙيو نفس ناداني،
انهي مڪار کان مون کي، بچائج يا رسول الله.

رهان ٿو سنڌ ۾ حيران سرگردان يا سرور!
مديني ۾ مٿا مرسل! گهرائج يا رسول الله.

ڪيان ٿو عجز ۾ آزيون ٻڌي ٻانهون ٿو ٻاڪاريان،
اسان جا عرض لکّه مولا اگهائج يا رسول اللّٰه.

نہ 'عارف' آ جنت جي نہ حور و قصر جي خواهش،
فقط پنهنجي پرين چانئٺ، چمائج يا رسول اللّٰه.

## باب : "الف"

# غزل

اج اسان کي عشق دلبر جي ڪيو آهي گدا.
بي وطن بي حال آهيان خستہ دل ۽ دربلا.

هڪ محبت، محب جي ۽ ٻيو فنا ڪيڙو فراق،
تيون ملامت لوڪ جي چشمان تَرَڪَبَ تي صدا.

زر وڃي تا مر وڃي سر وڃي تہ بہ گهوريو،
پر الاهي! ڪيم ٿئي دل جو سڄڻ ڪنهن کان جدا.

ناهہ واقف حال جو، هي راز ڪنهن سان اوريان؟
دل جون دانهون دل اندر، دل جي سڻي دل مُدعا.

درد فرقت آ ستايو، ويچ ويا ڦُڪيون ڪٿي،
ٿي چيو روئي عزيزن، اج سندء حافظ خدا.

تا پڙهن تسبيح ۽ صلواة سيراندي ڪنان،
پر مريضِ عشق کي نافع نہ ملن جي دُعا.

جي چوائين ٻاڻ کي عاشق تہ رهہ سڪ سوز ۾،
اهہ ڪا مرض، محبت جي ادا 'عارف' دوا.



اسان عشق وارن کي طعنا ملن ٿا .
چريو چوطرف ۽ ديوانو چون ٿا .

۱- محبت جي بيمار تي هر طرف کان ،
نہ ڪوئي روئي ٿو ، مگر سڀ کلن ٿا .

۲- تصوّر جي دنيا ٿي آباد توکان ،
پرين ! پُور تنهنجا چڙهن ۽ لهن ٿا .

۳- اوهان جي محبت ۾ هي حالُ آهي ،
خوشي ۽ کِلڻ ۾ ڳوڙها ڳڙن ٿا .

۴- تنهنجي ارمان ۽ غمِ هجر ۾ اي پيارا ،
نِماڻا نسنگ نيڻ پلپل روئن ٿا .

۵- ڏسي نبض روڳي چيو ٿي طبيبن ،
'عارف' جا سوَ سال اجهي پڄن ٿا .



افواج حُسن جا سڀ افسر جدا جدا .
شمشيرزن ، پهلوان ، لشڪر جدا جدا .

۱- زندان زلف زهري ، قهري ڪمند جيان ،
وِنگڙا سي وار وٽيل ، وَر ور جدا جدا .

۲- خمدار خوب ابرو نرگس جي نوڪ پنبڻيون ،
نيزه و سنان جدا ۽ خنجر جدا جدا .

۳- خال سياه مُشڪ جي هڪڙي ڪٽيءَ ، ڪئين ،
موهيا هُما ، باز ، ڪبوتر جدا جدا .

۴- لب لعل مُرڪ موهڻ ٿهه ٿهه مٺي سٺي ،
ديوانا ڪئين ڦرن ٿا در در جدا جدا .

۵- دندا نہ دُرِ عدن جو چمڪو چندن جو پسي ،
شرمائيا تہ موتي ، گوهر جدا جدا .

٦- جلوه ٻسي جمالي جنسار جانبن جو،
شمس و قمر ڪوماڻا اختر جدا جدا.

٧- ’عارف‘ هزار عابد، زاهد ۽ رند پر،
حُسن، حبيب جا ٿيا نوڪر جدا جدا.



لُٽي دلڙي سندا ارمان ويڙا.
ٻر، ٿي ها ڏينهن سي مهمان ويڙا.

١- ڪري دل جو چمن ويران ويڙا،
ڏيئي سورن سندا سامان ويڙا.

٢- خوشيءَ جا ويا لُٽي سارا خزانا،
ڏکن جا ڏيئي ڏوڙا ڏان ويڙا.

٣- ڪيون سين قرب جون، جن سان ڪچهريون،
وڇوڙي جا هٿي سي ڪان ويڙا.

٤- غم و حسرت سنديون ڏيئي نشانيون،
ڪٽُل دل تي ڪري احسان ويڙا.

٥- وفا تي ناز هو جن کي هميشه،
ٻڌي سي عهد ۽ پيمان ويڙا.

٦- اُٿي اي دل ته ڪنهن ٻئي ديس هلجي،
محبت جا هتان سڀ مان ويڙا.

٧- ڪيو آ عاشقيءَ بدنام ڏاڍو،
سعادت ۽ شرافت شان ويڙا.

٨- هتا فيض و ڪرم جا جيڪي صاحب،
اهي ساقي ڇڏي ميخان ويڙا.

٩- هتا روءِ زمين جا شاهه جيڪي،
هتان خالي هٿين سي خان ويڙا.

٧- عجيبا! ڇا ڪري تعريف تنهنجي ’عارف‘ المولي،
حقاڻي حسن جا تہ عجب اسرار ڏسجن ٿا.



*

جي رُنا دلدار سي پرچائبا.
ڳَل ڳَرهاٽيون، پاندَ پوتيون پائبا.

١- هر رضائي يار تي خوش آهيون،
ڳَڻ مگر پيا ماهرُو جا ڳائبا.

٢- عشق جي منزل ۾ پُرجهي پير پاھ،
سُور سختيون، درد ڏوڙا کائبا.

٣- بي نقاب آيو آ جاني بزمَ ۾،
گهوڙَ هڪ سان اڄ هزارين گهائبا.

٤- بادان جي ڇانوَ جي حاجت نہ آ،
زلفِ جا ڏان جا ڪڪر پيا ڇانئبا.

٥- جام و ميء جي ناھ ڪا ڳڻتي ذرا،
يارَ جي قدمن سان لبڙا لائبا.

٦- ميڙ ۾ مِنّت ڪري راضي ڪبو،
سو دفعا سُهڻا هلي سرچائبا.

٧- پنهنجي ’عارف‘ کي گهرائيندين تہ يار،
تنهنجا لَکَ احسان ڏورا پائبا.



* جنوري ١٩٦٤ ڳوٺ ٻڏڙو شريف.

اوهانجي عشق ۾ عربي احمد ﷺ سوين دلزار ديونا .
ڪئين مجنون محبت ۾ سڪن سردار سلطانا .

١- سنڌ ۾ عزت سڀ سجدو ڪيو ملڪن تي آدم کي،
مهل چاڙهڻ جي ڪريا قصر ۾ سڀ ڪوٽ ايوانا .

٢- لقب لولاڪ ٿيو تنهنجو ۽ "سُبحانَ الَّذِي اَسرىٰ"
"انا احمد بلا ميم" ٿيو پردو آ پنها نا .

٣- ٻہ ٽڪرا چنڊ ٿيو جلدي اشاري تنهنجيءَ آگر سان،
ملڪ تابع فلڪ شمس و قمر سڀ زير فرمانا .

٤- حورون حيران ٿيون تنهنجي پسڻ لئه پاڪ پيغمبر !
تنهنجي ديدار لئه در در ڦرن ٿا جن انسانا .

٥- سوين سهڻا سڪن ٿو لئه آزاري پوش ۾ عاشق،
تنهنجي ماڻي وڏا موهي لکين محمود مستانا .

٦- مٺا مهندار ! شاه نواز شائق آ سنڌ در جو،
پيارج حشر ۾ سيد پري ڪوثر جا پيمانا .

٧- سنڌه در جا گداگر انبيا ۽ اولياء، عارف،
ٿيا دربان سي دايان هٿا جن کي تاج شاهانا .

○

مٺي محبوب منهنجي جا هي پار هوندا .
سنڌس سرخ لب ۾ وڏا وار هوندا .

١- نيسنگ نين نرگس نماڻا نشيلا،
پيرون پوٺر پيالا ۽ تلوار هوندا .

٢- ڏکهوتڪ نوري آ ڪنيو ڪان قهري،
گلابي ڀني لال رخسار هوندا .

٣- مهارن ۾ موتي موتيهل ماه پارا،
تبسم ۾ تارن جا آثار هوندا .

٤- ڀَسي منهن منّور ٿيو شمس شرمي،
سوين چنڊ، چوري ۽ چمڪار هوندا.

٥- سندس هٿ هلڪڙا هوندا حنائي،
پرينءَ جا پدمڙا پيرو پيزار هوندا.

٦- سرو قد صنوبر سنهون چيلهه وارو،
آرهم ۽ عجيب جي آنار هوندا.

٧- هوندو ويس ورنهن کي مخمل بدن تي،
جواهر جا جانب کي جهنسار هوندا.



* جنهن کي ڪولي ٿي سندم بيخود نظر سو ڪير آ.
جنهن جي لئه بيتاب آ قلب و جگر سو ڪير آ.

١- جيڪو آ منهنجي خيالن جي ته دنيا تي محيط،
جيڪو مون سان آهه هردم همسفر سو ڪير آ.

٢- جيڪو مون وٽ رات جي سهاڻين ۾ ٿو اچي،
جيڪو خوابن ۾ به آهي جلوه گر سو ڪير آ.

٣- جيڪو منهنجي آهه نس نس ۾ سمايو ماهه رُو،
جيڪو مون کي ياد آ شام و سحر سو ڪير آ.

٤- جنهن جي نيڻن ۾ شراب بيخودي رقصان آهه،
زلف جنهن جا مست ساوڻ جا ڪڪر سو ڪير آ.

٥- جنهن جو مُرڪڻ آهه پيغامِ حياتِ جاودان،
ڏند جنهن محبوب جا لعل گوهر سو ڪير آ.

٦- جنهن جي اکيان ٿا نِمن تارا ۽ ڪتيون هر گهڙي،
جنهن جا تابع ٿا رهن شمس و قمر سو ڪير آ.

٧- جنهن جي لئه فرهاد ٿي ٽاڪيا ٽڪر سو ڪير آ،
جنهن جي لئه مجنون ووڙيا بحر و بر سو ڪير آ.

---

* جولاءِ ١٩٦٤ع حيدرآباد.

٨- جنهن جي لاءِ مومل مُٺي ۽ ڪاڪ ڪاري ٿي وئي،
هير جنهن جي لاءِ ڪيا هَلَ ۽ حشر سو ڪير آ.

٩- جنهن جي لاءِ سهڻي ۽ سهڻي ٿي لُڙهي سِڪَ سوز مان،
جنهن جي لاءِ سَسُئي ڪيو سورن سفر سو ڪير آ.

١٠- جنهن جي اڳيان ٿو هلي جبريل با عجز و نياز،
جنهن ڪيو عرش معلّيٰ جو سفر سو ڪير آ.

١١- جنهن جي درشن لاءِ حُورون ۽ پريون حيران ٿيون،
جنهن جي لاءِ مشتاق ٿيا جِنّ و بشر سو ڪير آ.

١٢- جيڪو 'عارف' جو آ موليٰ جيڪو ازلن جو آجهو،
جيڪو آ شافعِ يوم الحشر سو ڪير آ.



* اڙانگو عشق جو درياءَ جهاڳي پار ڪرڻو آ.
توڪل جو ٻڌي تُرهو تکو هي تار ترڻو آ.

١- اُهريءَ کي ڇڏي پاسي، فقيري جو دَلَقُ پائي،
پرين جي در سندو پاڻي، بلاشڪ پار پرڻو آ.

٢- اوڀڙي عشق جي منزل، اڙانگي راهه رنداني،
انهيءَ وَرَواٽ سان جو ويو، وري سو ڪونه ورڻو آ.

٣- بَديون بُهتانَ بدناميون، ملامت جا ڪٺي ماڻا،
گِلا، غيبت جي گُليُن مان، گِلا رو ٿي گُذرڻو آ.

٤- بقائي جاوداني جي، اتي منزلِ مقصود،
تہ "مُوتوا قبل" معنيٰ سان، مرڻ کان اڳ مرڻو آ.

٥- اجايا ناز نخرا پيو ڪرين ڪوڙي حياتيءَ تي،
مٿي مُنهن تي وجهي ويندا قبرسان نيٺ پرڻو آ.

---

* حضرت طالب المولى جو شعر ڏسي چيو ويو فيبروري ١٩٦٧ع

٦- وَرَ وَرَ، وات، ڪاري ٻاٽ، منزل دور، مان تنها،
صداقت جو ٻيڙي سمندر سوڀرو ٿي سنڀرڻو آ.

٧- غمِ الفت، غم هجرت غم دوران ڪلي ڪٺا،
محبت جي مشاهد لاءِ ڏکن کان ڪين ڏرڻو آ.

٨- ٻرين جي پار جي هر چيز چشمن تي چمي رکبي،
قربن جي ڪتن سان پڻ اسان کي قرب ڪرڻو آ.

٩- گناهن سان ڀريل آهيان مگر اميد آ 'عارف'
محابي مهر مرسل جي سچن جو سانگ مرڻو آ،



اوهان جي عشق جي مون کي فقيري، شهنشاهي آ.
ڪندس ڇا تاج زرين کي سندم عزت گدائي آ.

١- سوين دارا سڪندر ۽ جمؔ و جمشيد ڇا خاقان،
اوهان جي در سندو دلبر سُليمانُ پڻ سپاهي آ.

٢- ٿيا زلفن جي قابو بند ۾ عاشق لکين قيدي،
انهن جي حال هوٺي تي ڪٽي راتين سياهي آ.

٣- نه جنهن کي عشق تنهنجو، سو نه آهي اهل آدم ماڻهو
اگر ڪِشورُ ڪشا هُو، ته به حقيقت ۾ تباهي آ.

٤- بنا سڪ سوز جي يارو! نه ڪم ايندو هتي هرگز،
هي دنيا ڏينهڙا ٻا، ٿي، تنهان پوءِ الله واهي آ.

٥- خداڪان توگهران هردم وصال آيُ مدَ لقا، تنهنجو،
نه ٻي دنيا ڪپي دولت، اِها 'عارف'! اجائي آ.



زمين تي قدم آ فلڪ تي نظر آ.
ستارن کان اڳتي اسانجو گذر آ.

١- عشاقن جي منزل نه هرگز قمر آ،
اسان جو ته روح الامين سان سفر آ.

٢- زمان و مڪان جو وارث مجاهد،
مطيع مرد مومن سندو بحر و بر آ.

٣- فقيه جهان دوز جنهن کان نه واقف،
آها تنهنجي رندن کي ساري خبر آ.

٤- اي ملان! تون ڇو ٿو پڙهين ڪنز، قافيه،
پروڙين ته هڪڙو ئي ڪافي اکر آ.

٥- نه احتياج سنگ در يار آهي،
اتي آهه ڪعبو جتي منهنجو سر آ.

٦- ڪلهن تي جڏهن ڪيس ڪولي هو آيو،
قمر تي ڪو پانيم ته ڪارو ڪڪر آ.

٧- ڀلي، تير نيڻن جا اي جاني! هلايو،
هي سينو سپر آ، هي حاضر جگر آ.

٨- اسان کي وعظ لاءِ عزت آ ليڪن،
چيو مست هڪ پئي، ته هي درد سر آ.

٩- هزارن لکن مان لڀي ڪونه اڪثر،
ڪروڙن مان هڪڙو ڪو اهل نظر آ.

١٠- آئي، پنهنجي "الله" سان اور 'عارف'،
هيءَ دنيا فنا آ، فريب و مڪر آ.



* فيبروري ١٩٦٢ع حيدرآباد

رَبَّ جي نہ رام جي ضرورت آ.
ھڪڙي گلفام جي ضرورت آ.

تا آبد قيد ٿو رھڻ چاھيان، زلف جي دام جي ضرورت آ.
تھر نيڻ جا ھڻ تون سيني ۾، مون کي آرام جي ضرورت آ.
ڪول بادل ڪلھن تي زلفن جا، مونکي وصل شام جي ضرورت آ.
خط نہ لکندس مان اگرچہ مطلب ناھہ، تنھنجي بس نام جي ضرورت آ.
ڪيئن چوان ٿو ڪي يار مون وٽ اچ، ڪوڙي انجام جي ضرورت آ.
ڪہر ٿو چئي نہ سرس ساغر ڏي، لبؔ جي ھڪ جام جي ضرورت آ.

معرفت جو مزو ملي 'عارف' !
اھڙي اسلام جي ضرورت آ.



نہ ھي چنڊ ھوندو نہ ھوندا ھي تارا.
مگر مان اوھان جو ٿي ھوندس پيارا.

١- دلاسا ڏيئي دلربا ! دل ڪسي تو،
وري ھاڻ ڇا ڪاڻ، ڪرين ٿو ڪنارا؟

٢- ڏيو شمس شرمي، قمر آ ڪوماڻو،
ڏسي سونھن تنھنجي سڻسي ويا ستارا.

٣- ڇڏي بادشاھي ڪئي تن گدائي،
اڳڻ جن جي آيو ڪري عشق آرا.

٤- سڪان ساريان ۽ سڙان سوز ۾ ٿو،
وسن مينھن توڙي پون پرھہ پارا.

٥- ڪسي جيڪي قربان، ٿيا تو تي طالب !
ھميشه حياتي، آھي عشق وارا.

٦- اوھان جي ڪيو عشق اظھار 'عارف'
لڳا نوڪ نيڻن جا نازڪ نظارا.



* نہ ڪاشيءَ جا، نہ چيني جا، نہ سيم و زر سندا ساغر،
چميا جن تنهنجا لب ساقي، اهي پيمانا گهرجن ٿا.

١- جتان منصور کي مستي، سرمد کي ملي سرڪي،
جتي ملڪن ڪيا سجدا، اهي ميخانا گهرجن ٿا.

٢- نہ مال، دولت، زر جي، ضرورت آهہ مرشد کي،
سرن جا ساقيءَ ڪوثر، اڳيان نذرانا گهرجن ٿا.

٣- ٻري ٿيو عشق جو ڀارڻ، آڏامن ٿا آلا عرشين،
ٻچي جي هيٺ تين پرزا، اهي پروانا گهرجن ٿا.

٤- ٻچي ويو عاقل و زاهد، هتي دانش نہ ڪم ايندي،
سرن جا جي نہ ڪن سانگا، اهي ديوانا گهرجن ٿا.

٥- زماني جي حوادث کان، مسلمان ڪين ڊڄندو آ،
جگر تي، دل تي، سيني تي، سدا نيشانا گهرجن ٿا.

٦- ڏٺو سين مسجد و مندر کي، ڏوڪي پر نہ ڪجهہ ورتو،
برهہ جي مست ۽ بي پير کي، بت خانا گهرجن ٿا.

٧- ادا! اڄ قيس ۽ ليليٰ سنديون ڳالهيون ڇڏي ڏي تون،
شهيدن غازيان دين، جا افسانا گهرجن ٿا.



* هالا ۾ طرحي مشاعرو ١٩٧١ع

* ڏيئي پيار پوءِ ڇو جدا ٿي ويا؟
بنا ڪنهن خطا جي خفا ٿي ويا.

١- وفائن جي اُميد جن ۾ هئي سون،
آهي بي سبب بي وفا ٿي ويا.

٢- ملن غير کي قرب ڪوٺون، مگر،
اسان لئه ته جورو جفا ٿي ويا.

٣- ورائي ويا ويچ واپس ٻُڪون،
سندم درد و غم لا دوا ٿي ويا.

٤- خوشين جا خزانا مليا عام کي، پر،
اسان کي ته ڏکڙا عطا ٿي ويا.

٥- زماني جي گردش عجب رنگ لاتا،
جي هئا شاهه، سي اڄ گدا ٿي ويا.

٦- تبسم جون بجليون جو ڪرنديون ڏٺيون،
لکون عقل وارا خطا ٿي ويا.

٧- پڙو شعر 'عارف' جو يارن جڏهن،
زبان و دَهَنَ پُر دعا ٿي ويا.

○

دلبر! اچي ڪيو ڪا بيمار جي دوا.
مجروح جسم عاشق دلزار جي دوا.

١- خفقان، ڏڙڪ، سودا، ضُعف دماغ و دل،
خسته جگر، بيتاب ۽ بيدار جي دوا.

٢- ٻَڌُيُمُ طبيب ڪان ته اي خاذق وڏا حڪيم!
آهي ڪا تورِ عاشق جي غم دار جي دوا؟

---

* مارچ ١٩٦٤ع.

٣- مغموم دل ڇپائين حيران حال ٿي،
'عارف'! نہ آھہ عشق جي آزار جي دوا.

٤- سھڻا! ڪريو عنايت شاھن فقير تي،
بيمارا پرين ڏيو ڪا ديدار جي دوا.



* اسين پنھنجا وارا وڄائي وڃون ٿا.
محبت جا ميلا مڃائي وڃون ٿا.

١- ڏکن ۽ سُکن جا شب و روز ڪاٽي،
نِسنگ نينھن ناتا نڀاھي وڃون ٿا.

٢- اگر عاشقن جا اُجاڙي ڇڏياسين،
اباڻن ڪکن کي وَسائي وڃون ٿا.

٣- ھتي ھرڪو مھمان آھي گھڙيءَ جو،
وطن واڳ واپس ورائي وڃون ٿا.

٤- رَضائي خدا تي رھيا سون تہ راضي،
سدا شڪر جا گيت ڳائي وڃون ٿا.

٥- گَري گوليڙي گنھگار آھيان،
پنھل ڏي ڳچيءَ ھاند پائي وڃون ٿا.

٦- اسين آھيون پنھنجي موليٰ جا تہ 'عارف'،
سخن ھي سچارا سڻائي وڃون ٿا.



* ٢٣ سيپٽمبر ١٩٧٦ع

# باب : "ب"

عشق جو آيرڊو جڏهن سج، عاشقن جي آفتاب،
جهنگ جوڳي سي جلايا، مثل شمع شاطر شتاب.
پرت مان ڪوڙيين پڇي ويا عشق جي آڙاهه ۾،
١- سوز، سڪ، سورن جا سيني ۾ لڳن شعلا شهاب.
عشق جي آتش آ جنهجي، جي ۾ اندر جوڌا لڳي،
٢- تن سندا جهرا ٻڪيون، هينئڙا جلي ٿيئڙا ڪباب.
نينهن جو نروار نعرو جن ٻڌو نيت ناز سان،
٣- عام، عقل ۽ هوش تن جو دور ٿي ويئڙو حجاب.
عشق جا عارف جي ٿيئڙا تن کي آ سڌ عشق جي،
٤- شوق شاهنواز ٿو زائل ڪري خوشيون خواب.



تخم جي تاثير کان آ اثر صحبت جو عجيب،
ٿي ٿيي جنهن مان هدايت عشق وارن کي نصيب.
ڪان ۾ جو گند تي گذر، ٿان ٿان ڪري آس ۾ سڙي،
١- ٿي رهي گلزار ۾ گل سان سدائين عندليب.
ٿي اچي ملاح مان مڇي ۾ واري بدبو مگر،
٢- ٻٽ پرپل باغائي مان خوشبو گلن جي ٿئي عنقريب.
هڪ هجي سهڻو صنم، سڪ سوز وارن سان سدا،
٣- ڇا ڪندو ٻيو جڳ سڄو جيڪر ٿئي راشڪ رقيب.
درد وارن جو دوا دارون، آ وصل يار سان،
٤- ڇا ڪنديون درمل دوائون ترت وڃ موٽي طبيب.

٥- ساهه، سِرُ صدقو ڪيان يار سهڻي تان سدا،
جي ٿئي هيڪر اچي هن حال هيڪاندو حبيب.

٦- آ شاهه نواز شائق عشق ۾ عطشان لب،
مٿي محبّت جي مصفي مه لقا پيارو، منجهيب.



آهه مٺا! اڄ موڪلايون پوءِ ملڻ ٿئي يا نصيب،
ساهه تي ويساهه ناهي موت جي منزل مهيب.

١- يا خدا! جيڪر وڃي هي ساهه سِر تہ ٻہ گهوريو،
ٻلڪ ڪنهن ڪان ڪيم ڪر جاني جدا پنهنجو حبيب.

٢- گهوڙ جا گهايل ويچارا ٿا رهن مجروح دل،
بيرهه جي بيمار جي ناهي دوا دستِ طبيب.

٣- ناهه تاب گفتگو، فرقت ڪان ڪجهه ناهي شڪوه،
بستہ لب، آزانا لهاءِ پڻ نہ آ صبر و شڪيب.

٤- اڄ اچي مل يارَ جاني مرڻ ڪان پوءِ ڇا ڪندين؟
آخري آهي گذارش موت پڻ آهي قريب.

٥- هاءِ دل حيران وحشت ڪان گريبان چاڪ آ،
من ڏسي پيارل پڇي آهين ڪٿي جو اي غريب!

٦- ميل اچي محبوب! 'عارف' سان، قدم قرباً ڪٿي،
پلِ ڏسي سڙيا سڙن، انَ سُورَ ۾ رُليل رقيب.



عشق رچي، ڇيرو[٨] التهاب.
جن کي لڳو سي ٿيڙا ڪباب.

١- شاهه، گداگر، پير، پيغمبر، نينهن نمايا نيمٺ نواب.

٢- علم، عقل سڀ عشق وڃايا، بيرهه وساريا بيتاب.

٣- عشق الٰهي، آگ مچائي، جان جلائي جوش جناب.

٤- عشق بنايا ڪوڙيئين ڪاڻ، قاضي جيڪي پڙهن ڪتاب.

٥- بي خود برهه بنايا بيشڪ، عشق جو جن تي آيو عتاب.

٦- شاهه نواز ڇهي ڇا ڇهي؟ حضرت عشق سندا القاب.



* زماني جون چاليون به آهن عجيب.
ڪو آهي امير، ۽ ڪو آهي غريب.

١- رُليل روهه جو ڪو سڏائي رقيب،
ڪو همراز همدم حمايت حبيب.

٢- ڪري ڪيٽ دغاباز دشمن فريب،
ڪري قربداريون ڪئي ڪو قريب.

٣- هزارن جي پئي ڪو تو هڪ رات مئي،
سُڪو ٽُڪر ناهي وري ڪٿ نصيب.

٤- ڪو بيمار بي وس چلڻ کان به ڇِٽ،
ڪو حڪمت جو صاحب سڏائي طبيب.

٥- ڪو طالب رهي روز، شب طلب ۾،
ڪو مطلوب محبوب، مظهر مُجيب.

٦- ڪئي رند و ميخوار مدهوش ڏس،
ڪئي زاهد و عابد ۽ مُلا خطيب.

٧- ڪئي ڪانئرا ڪانگ، زاغ و زغن.
ڪئي ڪوئل ۽ خوشنوا عندليب.

٨- آ، هر جاءِ جلوو انهيءَ يار جو،
پيائي کي پوڙيو ته ٿيو خوش نصيب.

٩- ڪو بي علم جاهل، ڇڙبو ڇٽ صفا،
ڪو عاقل ۽ 'عارف' ڪو عالم اديب.

---

* مارچ ١٩٦٤ع

حُسنَ وارن کي خدا ڪئي نازَ جي نعمت نصيب.
نينهن وارن کي نيازو عجز ۽ نيوڙت نصيب .

١- خشڪ ملان کي غرور و فخر جي زحمت نصيب،
عاشقن کي آهہ و زاري برهہ جي برڪت نصيب .

٢- عابدن ۽ زاهدن کي پَلِ ٿئي جنّت نصيب ،
حشر ۾ مون کي ٿئي موليٰ سندي صورت نصيب.

٣- ويو لنگهي رمضان سارو عيد پڻ گذري وئي ،
ڪانہ ٿي منحوس مُلّان کي مگر دعوت نصيب .

٤- شادمانيون ۽ خوشيون دنيا ۾ مليون ٻين کي ،
عاشقِ مهجُور کي ٿيو رنج ۽ حسرت نصيب .

٥- مينهن جي ڦُڙ ڦڙ هجي ۽ رات چانڊوڪي هجي ،
اهڙي موسم ۾ ٿئي محبوب سان خلوت نصيب .

٦- ٻيا خزانا ٻين کي موليٰ ڀلي ڪر تون عطا ،
’عارف الموليٰ‘ کي ڪر تون عشق جي دولت نصيب.

# باب: "پ"

ڪِڪِي ڪاري دليا لاهه، ڪِجُ ڪيم ڪَپُ.
هميشه حبيبن سندو نام جپ.

١- لنگهي وَڃُ تون لوهُون ڏيئي لُنگهه سان؛
نه گندي گذر گام ۾ يارَ گَپُ.

٢- اٿي وَرَ وَڪڙُ وات ان ۾ گهٽا،
ڳُجهَا ڳار دل ڏار سَوَ سينهن سَپُ.

٣- تَوَڪلَ سندو تارَ ۾ ڪرِ ٽُٻو،
ڪُنن، ڪُنبَ ڪي سان ڪلمي ڪَپُ.

٤- شريعت، طريقت سندو هُلُ مچاءِ،
حقيقت، معرفت سندو ماڻ مَپُ.

٥- جتي پاڻ عربي شفاعت ڪندو،
آتي عارفا! ڪُيُمَ ٻجُ ڪيمُ ڏَپُ.

## باب : "پ"

پيش لاءِ پُرڪش جي پيڻار سڀ ۔
ميڙيا مَٽ مٽي مست ميخوار سڀ ۔

١- سڪندر، سليمان، افرا سياب،
بِرهه جا ڏٺاسين سي بردار سڀ ۔

٢- ڪتيا ڪنڌ، سينا سٽيا سيگهه ۾،
حسينن جي حيلي هي هڪوار سڀ ۔

٣- سندم يار، هٿيار، ڌاريا ڏنگا،
ڪمان، تير، ترڪش ۽ تلوار سڀ ۔

٤- حسينن جي هجر و فراقن اندر،
رهن نيڻ، دل، جان، بيدار سڀ ۔

٥- عقل، علم، همت ۽ هوش و حواس،
ٿڪا ڀڪ برهه جا هي بيمار سڀ ۔

٦- نه مٽن مهه لقا جو ڏٺم ڏيهه ۾،
گهٽيون گهيڙ گهٽ، غار گلزار سڀ ۔

٧- محمد ﷺ مٺو، مير، مُڪ مصطفيٰ،
ڇڏائيندو عاصي گنهگار سڀ ۔

٨- اکين ۾ عجيبن جي 'عارف' ادا!
ڏٺم نينهن جا ناز نروار سڀ ۔



## باب: "ت"

مون کي محبت ڪيڏو عطا دردِ فرقت،
ڪٿي پاڻ پيارل شهاني هي شفقت.

1- ڏکي دل ڏکايل، صنم لئه سڪايل،
هي اکيون آجايل سڄڻ لاءِ صحبت.

2- ڪنهن سان حال اوريان سڀني ۾ سنڀوريان،
هي جند جان گهوريان ڏسي سهڻي صورت.

3- لڪان ڪيئن خطرو ڏکي هاڻ هئڙو،
پسي پيو هي پنڙو، منجهان آبِ الفت.

4- نِجان هي نياپو ڏکڻ جو ڏوراپو،
جدائيءَ جيئڻو، اڙانگو ۽ آفت.

5- ڏيئي غم نيشاني مٺو ماهه ٿاني،
ويو يار جاني، وٺي راهه رخصت.

6- پاندي پيو پيري تون، مون تي مهر ڪري تون،
قدمن تي ڏري تون ڏِج 'عارف' عرضداشت.



ميٺي چيز ڏاڍي سهانگي محبت.
هي سودو نه سولو سهانگي نه صحبت.

1- پسي لاڏ ليلائي محمل نشين جو،
ٿيو مست مجنون پريشان فرقت.

2- سٺي سٻر ۾ سيرُ هلي صاف سهڻي،
ميٺي محبت ميهار جي موهي محبت.

٣- سَسئي ڪيئن ويچاري رُلي روهه رڻ ۾،
ڏنئين ڪانڌ ڪ ڏچون جي سترَ سا سنت.

٤- ڪيو هير ڪي هجر حيران هئي هئي،
ڇڏيو تخت رانجهن هزاره ۽ حشمات.

٥- ادا ! عشق 'عارف' ! اڙانگو ۽ اوکو،
هلي حسُن جي شاه سان ڪاڻ حجت.



لتن ۾ ڪانگا تون مينڙي لات.
ايندو صبح سجڻ يا رات.

١- ويٺي واجهايان واٽن تي،
ورونهن واري وِڪ و صلات.

٢- ڏيئي ڏاج ڏکيءَ کي ويٺو،
سانول سورن جي سوغات.

٣- هُو تہ سنجهي مان سنبري هليا،
پير پڇايان پيئي پريات.

٤- يا ربَّ! سيد جي صدقي ڪر،
سوکي ويل سندي سکرات.

٥- شاهن شال ملان محبن سان،
ذوق ظهورو ذات صفات.



تنهنجي حسن و ناز تي آهي فدا سارو جهان.
تنهنجي رخسارن تان قربان چنڊ ۽ سج ڏينهن رات.

١- تنهنجي آهي 'لَن ترانيِ' ۾ تجلي طور جي،
تنهنجي شوخيءَ ۾ بہ آهي عاشقن لئہ التفات.

٢- تنهنجي هر 'نغمہ' ۾ آهي 'قم باذني' جو اثر،
تنهنجي خوش گفتار ۾ آهيءَ عجب روح حيات.

٣- تنهنجي زلفن جي سياهي آ شب ظلمات ۾،
تنهنجي سهڻا! چاه غبغب ۾ آئيهان آ ٻڌحيات.

٤- تنهنجي هر نقش قدم تان ٿي دل 'عارف' نثار،
روز شب، ساونڻ سياري وائي تنهنجي آهه وات.



سنڌڙي جا سلطان سلامت.
سورهه، سرت سڀاڻ سلامت.

١- مردن جا ميخان سلامت، خير سلامت خان سلامت.
٢- ڪهڙو ڪال پلا آت پوندو؟ هوندا جنهن هند جوان سلامت.
٣- هردم آهي سوپ اسان جي، شوڪت رهندا شان سلامت.
٤- اونداهي اوپات منجهاران، نوراني نمشان سلامت.
٥- ويري ويندا نيث وڃي، ڪوين جا ڪيڪان سلامت.
٦- سنڌڙي تان سر گهوري گهوري، ڏيندا ڏيهي ڏان سلامت.
٧- هرهڪ 'دودو'، هرهڪ 'هوشو'، آهن جوڌا جوان سلامت.
٨- پنهنجي پرور ڪان گهرون ٿا، 'عارف' دين ايمان سلامت.



سنڌڙيءَ جا سردار سلامت.
مانجهي مٺيادار سلامت.

١- دريا جا ڏڪار سلامت، سڱهٽي ۽ ميهار سلامت.
٢- سنسڱي، بوتا، بار سلامت، شال هجي ڪوهيار سلامت.
٣- پيچل جا پاڪار سلامت، تند طنبوري تار سلامت.
٤- سورٺ جا سينگار سلامت، راجا راهه ڪنگهار سلامت.
٥- نيٺ ته ٻهندو ڪوٽ عمر جو؟ رهندا سپ سنگهار سلامت.
٦- ديس اسان جي جا شل هوندا، وڻ ٽڻ باغ بهار سلامت.

٧- ڊوليا ڏينگهر ڍار سلامت، ڀڪڙن ۽ پنوهار سلامت.

٨- هڪ جهڏين جا هار سلامت، سهڻن جا سينگار سلامت.

٩- البيلا اڙٻنگ اسان جا، جوان، ڀُڏا ۽ ٻار سلامت.

١٠- دودا دهشت دار سلامت، هوشو هشمت يار سلامت.

١١- رند اڃن تا روز آڌيءَ تي، موکي ۽ ميخوار سلامت.

١٢- علم و ادب ۽ فهم، فضيلت، افسانا افڪار سلامت.

١٣- هر هاري، هروار سلامت، ٻاجهر، ڪٽڪ جُونار سلامت.

١٤- ڇٽا، منترَ ۽ ساريون، هڙلا، موکون نار سلامت.

١٥- رهندا رهندي دنيا تاءِ، 'عارف' جا اشعار سلامت.



سنڌڙي جا گهرَ گهاٽ سلامت.

جهنگ، جبل، ور واٽ سلامت.

١- اونداهي اوڀاڻ آ ڪٽڻي، صبح جي روشن لاٽ سلامت.

٢- ناز، نماز غماز سان گهاٽين، نرمل نُوري نات سلامت.

٣- ڪوڏ منجهان ڪيڪان ڪڍائن، آوچاتن جا ڪاٽ سلامت.

٤- ٻاهم ٻره جي پڙڪا لائيا، عشق سندي اوسات سلامت.

٥- ويرين کي ويا وير وڍيندا، ڪاتن جا ڪڙڪات سلامت.



سنڌڙيءَ جا تہ سهاڳ سلامت.

ڀاڳ وندن جا ڀاڳ سلامت.

١- ڌارَ ڪجل جي ڏاڳ سلامت، هسيون، پان مساڳ سلامت.

٢- گهڙا ڪٽي سڀ گهوٽ تي هليون، چوڙيلين جا چاڳ سلامت.

٣- نيت تہ ڀهندو ڪوٽ عمر جو، ماروئڙن جا ماڳ سلامت.

٤- ڏوَنرا ڏٽ ورهائن ڏوٽي، سَرنهن، سنگتر جا ساڳ سلامت.

٥- لوڻي جي لڄ لاڳ سلامت، پنڪي جا وَرَ ۽ ڀاڳ سلامت،
٦- ڀِرو سنڌي برسات وسي ٿي، وحدت جا ويراڳ سلامت،
٧- ڇيريون ڇڪتارا، ڪرڙ تالون،
ڀِٽ ڌڻي جا راڳ سلامت.



سنڌڙيءَ جا سروا ڻ سلامت.
البيلا اڳوا ڻ سلامت.

١- سهڻي سهڻن ۾ وٺي ڇوندي، ميهر ۽ مهراڻ سلامت،
٢- ڀيلاڙن جا ڀاڻ سلامت، ڀاڳوندن جا ڀاڻ سلامت،
٣- مردن جا شل مولاي رکندو، پڳ جا وَرَ ڀيراڻ سلامت،
٤- ڇوڙيلين جا چاڻ سلامت، محبت وارن جا ماڻ سلامت،
٥- ڏوريءَ جي ته نماڻ سلامت، ڪينجهر جا ڪلياڻ سلامت،
٦- ڪوٽ عمر جو ڪرڙو آهي، مارُن رهندا ماڻ سلامت،



سهڻن جا سامان سلامت.
ناز نورن نيشان سلامت.

١- زلفن جا زندان سلامت، پنبڻين جا پيڪان سلامت،
٢- اکڙين جا احسان سلامت، آبرو، قوس، ڪمان سلامت،
٣- نازڪ نوڻ، نشيلا نرگس، ڪجل ڀريل ڪان سلامت،
٤- ڀِرت ڀريا پيمان سلامت، گوهر گل خندانَ سلامت،
٥- لال رُخ لاٽان سلامت، پاڪ لبن تي پانَ سلامت،
٦- ڏند آنارَ، جواهر داڻا، موتي ۽ مرجان سلامت،
٧- دردمندن جا درد سلامت، دلبر جا هي دانَ سلامت،
'عارف'! دل ۾ رهندا هردم،
زخمن جا نيشان سلامت.

## باب: "ٺ"

رات ساري ٿيون رهن منهنجيون اکيون بيدار نيٺ •
طولِ محشر آهه ڇڪيو انتظار يار نيٺ •

١- دل تي سودا آهه ويٺو گيسوئي خمدار جو ،
زلف خم خم جو ڏنگي ويو هاءِ! مون کي مار نيٺ •

٢- زهد ، تقويٰ سڀ وڃايم عشق جي واپار ۾ ،
نقد جان ڏيئي مون ورتو جعد جو زنار نيٺ •

٣- چشم جي تصوير سرنامي تي مون آهي ڪئي ،
ٿئي پلي معلوم ان کي حسرت ديدار نيٺ •

٤- سوز ، سڪ ، دلدار جي مجبور ۽ رنجور ڪيو ،
درد ، فرقت ، آهه ، الفت ، برهه ڪيو بيمار نيٺ •

٥- رنج و غم ۾ آهه پوشيده مسرت ۽ خوشي ،
تو خزان جي بعد ٿي ساوو ٿئي گلزار نيٺ •

٦- عشق جي درياءَ ۾ وجهه پاڻ آچلي 'عارفا' !
جي ٻڏين ، چاڙهه ته پيڙي آهه تنهنجي بار نيٺ •

٧- شاهنواز کي شوق وصال ماهرو ،
دلربا دلبر ڪرائيندو اچي ديدار نيٺ •

## باب: "ٿ"

قاصدا! وڃ جلد تون دلدار وٽ.
عرض ڪج ٻانهون ٻڌي هي يار وٽ.

١- ٿي سدا ساري، سڪي دلڙي مُدام،
ڪا گهڙي گهاريو اچي بيمار وٽ.

٢- دل جي دلبر! موڪليان ٿو سوکڙي،
پيو تہ ڪجهہ ناهي ڀٽيل ڀينار وٽ.

٣- هر قدم تي ٿا ڏکن منهنجا قدم،
منهنجي منزل آهہ هر ديوار وٽ.

٤- زاهد! ڪر فخر ٿورو زهد تي،
عاصين جي گهُرج آ غفار وٽ.

٥- ڏس تہ ڪنهن جا عيب ٿو ڍوليو ڍڪي؟
اچ تہ ٻئي گڏجي هلون ستّار وٽ،

٦- آي ملائڪ! ناهہ مُون جنّت قبول،
مون کي پهچاءِ دلدل جي هسوار وٽ.

٧- ’عارف‘! باالله جي عظمت ڏسو،
هر گهڙي ڪنهن طالبِ ديدار وٽ.

○

۶۶ رَهم عشق کان کُوئي جنّات گهٽ.
غمِ هجر کان حشر هيُبتنات گهٽ.

۱- آيِ زاهد! سدا يار جو نام پڙهه،
انهي ورد کان وات ٻي تات گهٽ.

۲- عجب عيد آهه، ديد دلدار جي،
شبِ وصل کان آهه برات گهٽ.

۳- ڏنيون سُور جون سوکڙيون دلرُبا،
جهانن پنهين جي ٻي سوغات گهٽ.

۴- رهي تو رقيبن سان راتيون، سڄيون،
مگر مون سان شوقِ ملاقات گهٽ.

۵- وٺي جنهن کي؟ تنهن کي کري بخششون،
خدا جي اڳيان ذات کان ذاتِ گهٽ.

۶- ڏسي سُرخ اکيون عجيبن پڇيو؟
سُتو آهين 'عارف' متان؟ رات گهٽ.



کري صُورت جو سينگار،
سخي سردار ٿي آيو يار اسان وٽ.

۱- مرسل موڙ ٻڌي ماهتابي، چتٽ لولاک جو پائي شتابي،
محبّب خدا مهتدار، مٺو منٺار ٿي آيو يار اسان وٽ.

۲- طُور تي جلوه نور جو ٿيئڙو، هوس ڪليم الله جو ويئڙو،
شاهد شعله بار، نسنگ نروار ٿي آيو يار اسان وٽ.

٣- جامُ جو مٽ جمندو نہ چايو، در جنهنجي جبريل هو دايو،
ڪامل ڪلنگي دار، مہ انوار ٿي آيو يار اسان وٽ،

٤- احدُ منجهان ٿي احمد آيو، بندي برقعو بشري پايو،
وحدتُ جو وڻجارو، ورهہ وينجهار ٿي آيو يار اسان وٽ،

٥- التحيات لِلّٰهِ ڪٺي ويو، وصلوات جو ويس وڏي ويو،
وصل سندي وڏڪار، "هوُ" هُو هبڪار ٿي آيو يار اسان وٽ،

٦- حورن، پرين سهرا ڳايا، ملڪن واڄن نيڻ وڇايا،
عرش مٿي اظهار، پائي پيزار ٿي آيو يار اسان وٽ،

٧- شان سندس قرآن پڌايو، خالق خود جنهن کي ساراهيو،
گوهر گل گلزار، شڪر گفتار ٿي آيو يار اسان وٽ،

٨- مرصع تاج مبارڪ پائي، تخت هزار جو شاهہ سڏائي،
ڪيچ ڏٺي ڪوهيار، اڙين آڌار ٿي آيو يار اسان وٽ،

٩- سيّد ڪي مليون بئي سرائون، اڇو تہ ڳيت خوشي جا ڳايون،
محبت ميگهہ ملار، وصل وسڪار ٿي آيو يار اسان وٽ،

١٠- 'عارف'! اگلو، گذلو، گولو، حشر حساب جو ڊو نہ ڊولو،
محشر جو مختار، پرين پگدار ٿي آيو يار اسان وٽ،

٥

درد جو ناهه درمل الغياث.
برهه ڪيترو آهه بيدل الغياث.

١- ڪئين ٻُڏي ٻيڙا ويا تِيڪ تار ۾،
عشق جو دريا بي ساحل الغياث.

٢- تير چشمن جا لڳين گهايل ڏٺم،
نازُ ڪيترا ٿيم بسمل الغياث.

٣- درد فرقت جي ڪيو عاجز گهڻو،
ٿيو نياڻي نينهن مشڪل الغياث.

٤- روز و شب آهيان پريشان هجر ۾،
گُل کان وڇڙيل جيئن بابل الغياث.

٥- بوسه طلبي ۾ تو 'عارف'! هُو ڪُهي،
الغياث از جور قاتل الغياث.



# باب: "ف"

عشق وارو پڙهه ادا عارف! الف،
ڇڏ قدوري، قافيه، نحو و صرف.

۱- پي سدا ميخاني ۾ جام شراب،
محتسب، قاضين کنان تون لا تخف.

۲- ٿي درِ جانان جو تون ساجد سدا،
سڀ وظائف ورد روزا برطرف.

۳- عمر آ فاني نه تنهن تي اعتبار،
ڏس نه ويا ڪيڏهن سنڌه اهل سلف.

۴- گرم آهي آفتابِ روزگار،
تو پگهاري زندگي واري برف.

۵- "مُوتُو قبل الاَنْ تمُوتُو" موج ماڻ،
مرد ٿي ميدان ۾ آ سر بڪف.

۶- مختصر نڪرو هي منهنجي شعر جو،
گر قبول افتدزهي عز و شرف.

۷- روز محشر جو نه 'عارف'! خوف ڪر،
عاصين آهي آجهو حضرت شاه نجف.

* سنڌ جو سينگار آ سرور لطيف.
واقف اِسرار حقّ آنور لطيف.

١- علم و عرفان کي اچي جنهن ڪيو عيان،
نينهن جا نُڪتا ڪيا سهڻي بيان،
شاعران سنڌ جو رُوح روان،
عاشقانِ حقّ جو آ افسر لطيف.

٢- وِرهه جون وايون ٻڌايون جنهن اچي،
پتنگ جان پرزا ٿيو پڙ ۾ پچي،
رمز روحانيءَ اندر وڃي ٿو رچي،
بِره جو بيشڪ لتاڙيو بر لطيف.

٣- ٿي سَسئي جنهن ڪيچ ڏي آ ڪاهيو،
سهڻي ٿي سِر سيرن اندر لوڙهيو،
روئي رانجهن رمز سان ريجهائيو،
سو سچو عاشق ٿيو اظهر لطيف.

٤- نُڪته دان نُڪته نواز و نڪته رس،
جنهن ڏنو الله جي رحمت جو ڏَسُ،
ٿو ڪلام شاهه قلبي لاهي ڪَسُ،
دولتِ داور جو آ دفتر لطيف.

٥- جنهن سنڌ جي علم و ادب کي جياريو،
نغمهٔ توحيد جنهن جهونڪاريو،
جام "حافظ" جو اچي جنهن پياريو،
رومي و سعدي سندو هي سر لطيف.



---

* لطيف سائين جي ساليانِي ميلي ١٩٥٢ع تي پڙهيو ويو.

ڳُل زرد جيان آهه ٿيو عاشقن جو رنگ .
رنگ حنا مثال ٿيو گلبدن جو رنگ .

١– لعل و گوهر جان آهي، غنچهء دهن جو رنگ ،
ڳلڙتر گلاب جيان ٿيو، سهڻن لبن جو رنگ .

٢– گلشن ۾ يار جي ڏسي، حُسن و جمال کي ،
جهٽ سبز و سرخ ٿي ويو، خوشتر گلن جو رنگ .

٣– زخم جگر جي خون وهي، ڪان آئي دوستو !
ڳاڙهو رتول ٿي پيو، منهنجي ڪفن جو رنگ .

٤– شايد اي قوم! تو ۾ اهو، اڳيون نه جوش آهه ،
جنهنڪر آ تومان گهٽجي ويو، همتن جو رنگ .

٥– دنيا ۾ اڄ به آهن ، 'عارف' گهڻا مگر ،
متجي ويو آ اڪثر ، اڄ طالبن جو رنگ .



* چارڻ ! چور وري ڪو چنگ .
ڳايون سورن جو سارنگ .

١– اڪرين ميگهه ملار مچايا ، پريو عشق سندو آڙنگ .
٢– چاڪ چڪن ٿا سيني اندر ، سورن ڪان ساڏو انگ انگ .
٣– ڪاڏن ڪان ٿي خبرون پونديون، عشق سندو آ ڏکيو ڏنگ ،
٤– سوري جا سي سيرُ ڪندا جن ، وحدت وارو پيتڙو ونگ .
٥– ڏونگر ۾ ڏهڪار ڏکن جا ، دردن جو ناهي ڪو ڏنگ .
٦– آڄڪلهه جو هي ناهي ناتو، آهه ازل جو توسان انگ .
٧– نس نس ۾ آ، مون ته نپايو، نرمل تنهنجو نينهن نستنگ .
٨– پنهنجي پيار محبت وارو ، پاڻ هيٺي ويو پهچن پنگ .

---

* ١١– سيپٽمبر ١٩٧٦ع بدڙو

٩- ڪم ڇڏي وچ يار ڇپر ۾، نيڻن پنهنجي جو رکجان ننگ.

١٠- ڪلفت ڪاوڙ ڪيترن ڪاٽي، قرب جو سک ڪو ڏوليا ڏينگ.

١١- نيڻن جا انداز نرالا، ابرو اعليٰ تيز تُفنگ.

١٢- سترڙيا سهسين سڌون رکن ٿا، عاشق ڪي ڪو آ اڙنگ.

١٣- ماس هڏا چم چيري ڪاٽي، شينهن شڪاري نيڻهن نهنگ.

١٤- هند ڪنهن ۾ طول وهاڻا، پرت وارن لئه پهڻ پلنگ.

١٥- شمع جلي پروانو ٻهي؟ پاڻ بچائي سو ڪيئن پتنگ.

١٦- خلق الآدم صورت ساڳي، بيرنگ جو هي آهي رَنگ.

١٧- هنجهه هلن ٿا موتي ميڙڻ، ڪين ڪچڙ ۾ ڪانئر ڪنگ.

١٨- صبر سڪوت ۾ سالڪ آهن، پيشن جو آ پاڳ پڙنگ.

١٩- گرن سرن جو مان مٿاهون، ليلائي پيو لال لڱنگ.

٢٠- ’عارف‘ مولي! تنهنجو آهي،
مرد مجهيسي مست ملنگ.



سارنگ ڪري سانگ الا سانگ الا
آيو آڇاين تي سارنگ ڪري سارنگ

١- چوڙيلين چَسَ چاهه مان، سَهڙي وڏا سانگ.

٢- ٻنوهارن پٽن تي، چوڙيا چيلن چانگ.

٣- پيڙا ٿيو ڀا ڪرين، ڇورا ڏين ڇانگ.

٤- آيا آتر پار کان، آبرَ اڳين ٻانگ.

٥- آڏمان ڏيٺي آپ تي، نڪتا نيلا نانگ.

٦- نچن سائي نيرَ تي، ڪوئل، مور ڪانگ.

٧- وَسي تيئن ويجهي گهڻو، محبت سندي مانگ.

٨- ’عارف‘ عجبن جي اچي ڪر ڪاخبر ڪانگ.

## باب: "ڱ"

مون پڻ ڪنديو ته هرگهڙي توسان اي يار! سَنڱ،
پر تو پڻ رچنو آهه مون ڪان بار بار سَنڱ.

۱- مضطرب دل سان آهه رکيو درد يار سنڱ،
چشمان ترسان ان جي رکيو انتظار سنڱ.

۲- مفلس جو ناهه ڪوبه جهان ۾ عزيز و يار،
هيڻي جو هرڪنهن کي لڳي ناگوار سنڱ.* 

۳- صحرا نورد سان رکيو وحشت فرار سنڱ،
بيچين دل ڪان ويا ڇني صبر و قرار سنڱ.

۴- زلفن ۾ منهن لڪائي پيو ماهرو اچي،
ڪيئن آ قمر سان جوڙيو ڪڪرن قطار سنڱ.

۵- صورت صنم جي 'عارف' هن دم به ياد آهه،
تا مرگ پڻ نه ٽوڙيو تصوير يار سنڱ.



---

* مصرع طرح

# باب: "ڪ"

آهه اکڙين ۾ اڃان دم ساقيا!
مَئي[8] پرستن جي اڳيان پُر جام رکُ.

١- ڏي مَئي نوشن کي وَٽين تي وٺيون،
پنهنجي ميخاني جو ساقي نام رک.

٢- پنهنجي ئي ڦندي ۾ ڦاسي پَئون متان،
پنهنجي زلفن جو سنڀالي دام رک.

٣- خود ثنائي ۽ ستايش کي ڇڏي،
برهمَ ۾ تون پاڻ کي بدنام رک.

۴- ٻيا وظيفا وردَ سڀ واري وسار،
نامِ احمد وردِ صبح و شام رک.

۵- روءِ جانان کي بنائي سجده گاه،
عشق جو 'عارف' ادا احرام رک.

○

## باب : "ي"

* بيمار محبت جي نہ پڇو ڪيئن عمر ڏکن ۾ گذري ٿي،
بيتاب جگر بي خواب اکيون روئي رات غمن ۾ گذري ٿي.

١- منحوس آهي يار گهڙي اها جا تہ مُلن ۾ گذري ٿي،
آهي سا غنيمت ساعت جا مست رندن ۾ گذري ٿي.

٢- ساحل جي تمنا سي نہ ڪندا گرداب جو جن کي آيو مزو،
سهڻيءَ کان پڇو سيرن جي خبر ڪيئن ڪيف ڪُن ۾ گذري ٿي.

٣- شيرين جي ڏنو هو شوق سبق فرهاد کي ڏونگر ڏارڻ جو،
ڏس اڄ بہ صدائي عشق ادا ڪيئن ڪوهہ دمن ۾ گذري ٿي.

٤- جنت جي تقاضا ڇو ڪريان جنت جي زينت پڻ تون آن،
فردوس کان وڌ آ ساعت جا سهڻن جي صحن ۾ گذاري ٿي.

٥- سونهن سڪن جي دُکَ ٽيڙا ڏُکَ ڏاج مليا سِڪ وارن کي،
معراج محبت 'عارف' آ جي رنج و مِحن ۾ گذري ٿي.



---

* هالا ١٤- جنوري ١٩٥٩ع

* ڪيون سين قرب وارن سان رهاڻيون راز رستن تي .
وڇايا سين ورهه وارا سرود ۽ ساز رستن تي .

١- ڪيا تي حسن حملا هرطرف ڪان عشق وارن تي ،
ڏٺاسين نازنين نرمل سندا نت ناز رستن تي .

٢- ويٺا ڏونهان دکايون ها ڪيئن درويش دل ڦٽيا ،
الٺهي عشق جا جن تي ڪيا آواز رستن تي .

٣- حبيبن جي هاڻ هاٿي ، ڏيلون ۽ مور سڀ سوهيا ،
اٿي بيٺا ادب سان هنجهه، ڪونجون ۽ ڪاز رستن تي .

٤- جهڪايو سر زمين ۽ آسمان الله اڪبر چئي ،
پسڻ خاطر پرين جي ڪن ملائڪ پرواز رستن تي .

٥- بيرهه بيوس ڪيا تنهنجي لکين ديدار جا طالب ،
مثل 'عارف' عقيدت مند ڪئين شهباز رستن تي .



خلق ۽ اخلاص رک نادان نه ٿي .
آئي ادا ! انسان ٿي حيوان نه ٿي .

١- جيڪو ايندي آچ نه ويندي ويهه چئي ،
اهڙي بداخلاق جو مهمان نه ٿي .

٢- ڪر تصور جي ذريعي وصل يار ،
دلربا جي هجر ۾ گريان نه ٿي .

٣- غير جي محفل ۾ هردم تو وڃي هُو ،
منهنجي دعوت مستجب چا ڪان نه ٿي .

٤- روئي اکين حال ڪيو سارو عيان ،
دردِ دل جي ڳالهه ڪا پنهان نه ٿي .

---

* جناب طالب المولي ۽ پاڻ سکر ويندي .

۵- هن جو آهي ڇهڇٽو بس چند روز،
* هن جي رنگ و ناز تي حيران نہ ٿي.

٦- بي وفا دنيا هي آهي چار ڏينهن،
مال مايا جي مٿان مستان نہ ٿي.

٧- ڏک ۾ سک هرڪنهن تي ايندا تا رهن،
مون ستايل جي مٿان خندان نہ ٿي.

٨- پنهنجي فاني جاهہ و حشمت جي مٿان،
او تونگر! ايترو نازان نہ ٿي.

٩- ناچ، ناٽڪ، ميل ميلا ڏينهن ڏون،
شهر ۾ شاديون ڏسي شادان نہ ٿي.

١٠- مرد ٿي مشڪل ڪي منهن ڏي مرڪندي،
منجهہ مصيبت مورڙون نالان نہ ٿي.

١١- 'عارف المولیٰ' تي رک عشق خدا،
جنت ۾ حورن سندو خواهان نہ ٿي.



منٿار ٿان صد بار ڪريان گهور قمر ڪي.
سچ تارا ڪتيون، حور، ملائڪ، جن و بشر ڪي.

١- دربان اچان چو نہ آهي ڪوليو در ڪي؟
آي نالہ دل چا تي ويو تنهنجي اثر ڪي.

٢- زلفن جي سياهي ۾ ظلمات انڌيري،
گردش ۾ وجهي آهہ چڏيو شام سحر ڪي.

٣- لڪت عاشق مشتاق لقاء رونئدا وتن ٿا.
مهتاب مٿان ڪئي آي مٺا! ڪيس ڪر ڪي،

* مصر طرح

٤- اڪون مان وهي ٿو هي سدا خون محبت،
ثابت ٿيو ته آهه لڳي چوٽ جگر کي.

٥- مون ۾ تون آهين مٺا توکي مٿان تنهنجو لڳي،
جهل جهل آئي مٺا جاني! انهيءَ تير نظر کي.

٦- الله جي قدرت جو سندم چشم روان مان،
هر بار رسائي ٿي فضا آب ابر کي.

٧- هن ۾ آهي 'عارف' مضطر جو دفينو،
هئڻ روئي ڇيو محب ڏسي منهنجي قبر کي.



قاصدا نام خدا ڪج عرض هي دلدار کي.
پڇ هلي پيرا پري پنهنجي پرين! بيمار کي.

١- تنهنجي زلفن جي سياهي رات ۽ ظلمات ۾،
روئي خندان کان ملي آ تازگي گلزار کي.

٢- تنهنجي قسمت ۾ لکيل هو قيد ۽ رنج و قفس،
بلبلا! ڪر ياد دل ۾ ٿي گل و گلزار کي.

٣- وڃ ورائي ويچ پنهنجا ٿي نه حاذق! تون هلاڪ،
ڇا ڪنديون تنهنجون دوائون درد جي دلزار کي.

٤- بيڪسن ۽ مفلسن جو ڪوبه ياور و يار ناهه،
ٿو سڏي سڀڪو ابو، چاچو، ادو زردار کي.

٥- نشئه ديدار کان ٿيو مست زاهد ايترو،
جو سنڀالي ڪين سگهيو جبه و دستار کي.

٦- واعظا! پنهنجي نصيحت کي خدارا بند ڪر،
آسري الله جي ڇڏ قسمت ميخوار کي.

٧- خانئه دل ۾ خدا کي ڳوليو ڳڌجي وڃي،
زاهدا! تسبيح ڇڏ، ڇڏ برهمن زنار کي.

٨- هر طرف هر چيز ۾ هڪ ئي خدا جو نُور آهي،
پر فقط دل مان دوئي جي پيچ ادا ديوار کي.

٩- هيسجي ويا هنجهه، هاٿي، مور مونجهاري ۾ پيا،
رُڪجي زمانو ويو ڏسي رانول سندي رفتار کي.

١٠- ”مُوتوا قبل انتموتوا“ وڃ مري مرڻا اڳي،
’عارفا! پوءِ تون سگهندين پسي هن عشق جي اسرار کي.



* يار سان گڏ زينت محفل وڌي.
زينت محفل سان گڏ هي دل وڌي.

١- لطف چانڊوڪيءَ جو ۽ نارن جو راڳ،
سير ڪِشتيءَ، زينتِ ساحل وڌي.

٢- اڳ ته هئاسون گڏ رهه الفت ۾ پر،
بعد فرقت دور تي منزل وڌي.

٣- جنهن نِگهه سان يار ٿي ويندي ڏٺو،
سا ڪري سهڻي نظر گهائل وڌي.

٤- حد کان مشڪل سندم ويئي وڌي،
هاڻ ازخود حل ٿي هر مشڪل وڌي.

٥- نوحه خوان آهن گُل و غنچا ٿيا،
باغبان وٽ قيد تي بلبل وڌي.

٦- منهنجي زينت مون کي واپس ڏي خدا!
اي ڏئي! ڪا ڏي؟ سندءِ رحمت وڌي.

٧- جيئن جانب کان سواءِ ’عارف‘ ته آهه،
زندگاني زهر تي زائل وڌي.



* ٩ مئي ١٩٥٧ع

مان آهيان تنهنجي ڏي ديدار جو تمنائي،
* نگاهه جام افگن کڻ شراب کونه کپي.

۱- پري پري آي ساقي! پيار جام تي جام،
فنا دوئي ٿئي پرده حجاب کونه کپي.

۲- ڇڏي ڏي زاهد تسبيح جي تون ڦيرڻ کي،
حساب يار سان کهڙو؟ حساب کونه کپي.

۳- گناهگار محبت، شفا جو آ لائق،
گناه عشق کندس، بس ثواب کونه کپي.

۴- لکان ٿو خط جو اتم تنهنجي نام سان الفت،
جواب ڏيو نه ڏيو، بس جواب کونه کپي.

۵- سنڌم حبيب جو فردوس پڻ ٿيو شائق،
گلاب کي مان ڪيان ڇا؟ گلاب کونه کپي.

۶- تقاضا وقت جي آ سبزه و سنان کنجي،
خوش مضطرب، چنگ و رباب کونه کپي.

۷- پري ڏي زهر جو ساغر ته پي ٿيان سقراط،
قدح کي پور پيچي کر شراب کونه کپي.

۸- جبين 'عارف' باب محمدي تي جهڪيل آ،
بغير باب محمد ﷺ جي کو باب کونه کپي.

○

تصوير خواب ۾ مون ڏني دلربا سندي ،
پنهنجي پياري، محبّ، مهٔ لقا سندي .

١- بيمار عشق آهيان اچي تون علاج ڪر ،
حاجت نه آ حڪيم جي دارون دوا سندي .

٢- ناصح نه ڪر نصيحت نادان عشق کي ،
مون کي نه گهرج حُور و جنّت شما سندي .

٣- دلڙي صنم کي مون ڏني وعده وصال تي ،
مون کي نه خبر هئي ان جي دغا سندي .

٤- پَل هو ڪري جفائون، پر! 'عارفا ! ڪڏهن،
هرگز نه تون مٽائج عادت وفا سندي .



لڳي تنهنجي لاري جا جانب ! جڏڙي ،
ڇپر ۾ ڪري تو ڇو؟ ڇوري ڇڏڙي .

١- هي سُورن غمن جي ستايل سڙي ،
آئي جانب ! جياريو اچي دل جڏڙي .

٢- رِجڻي نور، تيغن تقابل ٿئي ،
اُتي عاشقن آ عمارت اڏڙي .

٣- خطوط حسينان ، تصاوير يار ،
مريض محبّت سندي آ مڏڙي .

٤- اچي ڪو اچي 'عارفا' ! سر ڏئي ،
اجهو ڪات آهي اجها هي اڏي .

٥- مرڻ کان نه منهن ڪونه ٿا موڙيون ،
وڇوڙي جي پر واردات آ وڏي .



ساقي ڀري کو ساغر مستن کي مهر مان ڏي.
جنهن جي پيئڻ سان ڪريان پرواز آسمان ڏي.

١- جلوه جمال جاني پنهنجو پساهه پيارا!
ناز ڪٺي نگاهون نرمل نهار مان ڏي.

٢- هر حال ۾ شراب پيئڻ آ منع مگر،
چا مان ڪيان جي ساغر سهڻو سندي هٿان ڏي.

٣- ڏيکار، عشق جي ڪيٿ منزل ۽ ڪيٿ مڪان آ،
اڄ پنهنجي رهبري جو اي خضر امتحان ڏي.

٤- چڏ تون مڪان کي، آ فاني مڪان هي آخر،
لاهوت جا پکي! هَل اُڏري تون لامڪان ڏي.

٥- جهڪو وري هلائي، اڳين جي نقش پا تي،
موٽي اسان کي موليٰ! اهڙو ڪو پاسبان ڏي.

٦- گمراهه، راهي آهيان منزل کان دور بلڪل،
اي قافلي جا رهبر! منزل جو ڪو نشان ڏي.

٧- جهيڙن جهٽن کان دنيا آزاد ڪر اسان جي،
منهنجي وطن کي يا ربّ! تسڪين جاودان ڏي. *

٨- پلي قيد ڪر ليڪن گل سان ملڻ ڏي هيڪر،
مون کي فقط اها تون مهلت اي باغبان ڏي.

٩- ربّ خير ڪو ڪري شل تنهنجي ڪکن جو بلبل،
ڪرندي اڄ مون ڏٺي هئي بجلي ته آشيان ڏي.

١٠- مون بي وطن ۽ بيدل مسڪين تي پيارون،
پنهنجي ته گهر ۾ ويهي بي درد ڪو مٿان ڏي.

١١- گرداب ۾ مزو آ ساحل کان رهه پري تون،
موجن سان ٽڪر جڻ ڪجهه، پيڙي او ڪشتيبان ڏي،

---

*- طرح

۱۲- كانگل! كلي ڏي كيرون تو كي ٽكي ڏيان مان،
محبوب ماهتابي ايندو كڏهن اسان ڏي.

۱۳- حورن جي آرزو ۽ جنت جي ناهه خواهش،
مون كي وٺي هلو بس مدني جي آستان ڏي.

۱۴- منهنجا هي شعر ناهن پر سچ پڌو او سهڻا،
پنهنجي ٿي دل جا ٽكرا تحفو مُڪم اوهان ڏي.

۱۵- تنهنجو ٿي آهيان طالب، تنهنجو ٿي موليٰ 'عارف'
محتاج كر نه كنهنجو پنهنجي گهران دران ڏي.



دلڙي نه كجي دلبر! ناشاد كنهن جي،
پڌجي نه مٺا جاني! فرياد كنهن جي،

۱- او، ناز و ادا وارا، فرقت ۾ ستائي،
هرگز نه كجي زندگي برباد كنهن جي.

۲- انجام محبت جو ٿيو نيٺ هي ثابت،
دل مٽجي وڃي پر نه وڃي ياد كنهن جي.

۳- مون تہ چيو، ظلم و ستم ويا سڀيئي مگر،
دنيا مان نه هرگز ويئي بنياد كنهن جي.

۴- هر شخص غم و رنج ۾ آ مبتلا 'عارف'
هن دار فنا ۾ نه آ دل شاد كنهن جي.



چو؟ نہ محبوب خدا در هرجهان يڪتا هجي.
جنهن جي اوصافن تي هردم خود خدا شيدا هجي.

١- هرطرف تو نور مولا جوئي مان چمڪو ڏسان،
بحر ۽ چا جهنگل هجي توڙي جبل صحرا هجي.

٢- جنهن جي دل ۾ عشق تنهنجو ناهه سو بدبخت آهه،
سرهو سوئي آهه جنهن سر ۾ تنهنجي سودا هجي.

٣- تون ئي تي آئيين يا احمد "رحمت للعالمين"،
حشر ۾ ڪيئن تنهنجو طالب سيدا رسوا هجي.

٤- سو ڀلا ڪيئن مشڪلاتن ۾ گذاري دوستو!
جنهن جو رهبر رهنما مشڪل ڪشا مولا هجي.

٥- هاهه حسرت!! جو شهيدن کي نہ پاڻي ڍڪ مليو،
جن جو نانو ساقيءِ ڪوثر، علي بابا هجي.

٦- حسرت آهي انجي حال زار تي هي ڪئي ادا!
جنهن جا سڀ ساٿي ويا باقي رهيو تنها هجي.

٧- محفل عشاق ۾ اڄ ماهرو آيو وري،
چو نہ گردش ۾ ڀلا اڄ ساغر و مينا هجي.

٨- يا خدا! جنت ۽ حور و قصر جو ناهي خيال،
هجان مان شال آت، منهنجو جتي آقا هجي.

٩- 'عارفا'! تنهن کي ڀلا ڪهڙو قيامت جو خطر،
جنهن جو والي جنهن جو مرشد سيد الشهدا هجي.



* حسنُ تنهنجو جناب! ڇا چئجي؟
چنڊ، يا آفتاب؟ ڇا چئجي!!!

١- واهه! رُخ تي نقاب ڇا چئجي؟ سج تي ڄڻ سحاب ڇا چئجي؟
٢- سيه زلفن جو دوش تي ڪولڻ، ڄاڻ ڪارا سحاب ڇا چئجي؟
٣- هن پگهر جي حسين قطرن کي، شبنم در، گلاب ڇا چئجي؟
٤- هڪ ڏئي سر کي سدا ڪئو مخمور، لعل لب جو شراب ڇا چئجي؟
٥- تنهنجي فرقت جي آگ ۾ سهڻا! دل ڀڳل جو ڪباب ڇا چئجي؟
٦- زندگيءَ جي اداس بربط کي، رنج، سڄ ۽ سراب ڇا چئجي؟
٧- تنهنجو مون وٽ اچڻ، ملڻ، مرڪڻ، حقيقت يا خواب ڇا چئجي؟
٨- سڏ ڪرڻ ۽ ڏري ڪرڻ پردو واهه! واهه! هي حجاب ڇا چئجي؟
٩- منهن مٽڻ ۽ بهانه سازي کي، رنج، ڪاوڙ، عتاب ڇا چئجي؟
١٠- جهٽ هنيو ٿو ڀٽي هنيون، جهرا، عشق وارو عقاب ڇا چئجي؟
١١- زاهدن سان عشق جون ڳالهيون!!! ڏيڏري کي حلاب ڇا چئجي؟
١٢- بيخبر سان خبر ڪرڻ غم جي، انڌي اڳيان ڪتاب ڇا چئجي؟
١٣- هن فنا جي جهان کي يارو! خواب چئجي حباب ڇا چئجي؟
١٤- مرد مولي سندو ڪرڻ ديدار، حج، برڪت ثواب ڇا چئجي؟
١٥- مالڪ الملڪ جي ته مهمان سان، آهه جبريل همرڪاب ڇا چئجي؟
١٦- آب ڪوثر چوان يا آب حيات، سرخ لبن جو آب ڇا چئجي؟
١٧- عقل ۽ هوش تي ڪري بجلي، تنهنجي زلفن جو تاب ڇا چئجي؟
١٨- تنهنجي زلفن جي مهڪ کي مٺڙا، مشڪ و عنبر گلاب ڇا چئجي؟
١٩- آهي 'عارف' ازل کان تان برابر، طالب بوتراب ڇا چئجي



* ٦-٦-١٩٦٤ع

* حُسن عالم پناهه ڇا چئجي ؟
پُر ضيا جلوه گاهه ڇا چئجي ؟

١- ٿا فرشتا به هن جي دَرَ تي نمَن ،
جانبن جو ته جاهه! ڇا چئجي ؟

٢- برق پرور نگاهه ڇا چئجي ؟
مِهَر و انجم يا ماهه ڇا چئجي ؟

٣- دشمن خِرد و هوش عالم آهه ،
تنهنجي جادو نگاهه ڇا چئجي ؟

٤- عشق جو جُرم ٻار ٻار ڪيم ،
اهڙو رنگين گناهه ڇا چئجي ؟

٥- غير سان گڏ ۽ دورُ پنهنجن کان ،
دوستيءَ جي هي رسم و راهه ڇا چئجي؟

٦- ٿي رسي عرش اعظم تي ،
دل فگارن جي آهَ ڇا چئجي ؟

٧- ڪعبه خود محو جستجو آهي ،
عشق جو سجده گاهه ڇا چئجي ؟

٨- غزل 'عارف' سٺي چئو سهڻن ،
شعر تنهنجو ته واهه واهه ڇا چئجي ؟



---

* ٦-٦ ١٤٦٤ع

عاشق بي زر کان دلبر دور ٿيندو ٿو وڃي ·
هر سخن رزدار جو منظور ٿيندو ٿو وڃي ·

١- جيئن ٿا ڌاڻهم ڪن ٿيئن زخم ٿو ڳوڪهري وري ،
زخم دل جو دوستو! ناسور ٿيندو ٿو وڃي ·

٢- عرض ۽ آزيون سڀ پيو ڪونه سهڻي کي قياس ،
ويتر وري گهايل سان گهنڊ ۽ گهور ٿيندو ٿو وڃي ·

٣- درد فرقت جي ٽڪاوت ۽ ملڻ جو شوق هاءِ !
هن گران باريءَ کان سَنڌ سنڌ سور ٿيندو ٿو وڃي ·

٤- بوسي جي تمنا ۾ وڃان رڙهندو مگر ،
دلربا جو در اڃان ٻي دور ٿيندو ٿو وڃي ·

٥- بي خوابي ، شعرگوئي رات جو تارا ٽڪڻ ،
عاشقِ ناشاد جو دستور ٿيندو ٿو وڃي ·

٦- سِرُ لڪايان جانِ سانڍيان ڍارکان دل جو خيال ،
حُسْنَ جو هر وار اڄ پرپور ٿيندو ٿو وڃي ·

٧- تنهنجي ميخاني جي ساقي! ڪهڙي مان ڪريان ثنا ،
جام جنهن پيتو ، اهو مخمور ٿيندو ٿو وڃي ·

٨- 'عارف المولي' جون اکيون مُنهجو جانان ٿي ڏيون ،
ذرّه ذرّه هاڻ جلوه طُور ٿيندو ٿو وڃي ·

○

بہ تير نيم ڪش، تو ڪئين ڪيا دل ۽ جگر زخمي،
ملائڪ، ديو ۽ حورون، پريون، جنّ و بشر زخمي.

١- لبِ لالا جي سرخي کان ٿيا شام و سحر زخمي،
مبارڪ ڏند سهڻي جا، ڏسي ٿيڙا گوهر زخمي.

٢- ڪلهن تي ڪيس کولي، جنهن گهڙي جانب ڪيو جلوه،
نمي پيا نانگ قدمن تي ڪڏي ٿيڙا ڪکر زخمي.

٣- جمال يار جي اڳيان ٿيا تابع ڪيئون تارا،
نگاه برق پرور کان ٿيا شمس و قمر زخمي.

٤- صبا! پيغام ڏي منهنجو وڃي منهنجي مسيحا کي،
تہ صحرا ۾ پيو آهي سندءِ آشفته سر زخمي.

٥- پلي دربان ڪر تون دلربا جو بند دروازو،
ڪندو جوش جنون سر ڇور، دلبر جهِ در زخمي.

٦- ڪري ڇا حسن تنهنجي جي ثناءِ 'عارف المولى'،
نظر تنهنجي ڪيا ڪئين نازور اهلِ نظر زخمي.



* هي هر شي مسافر، هي ۽ هر چيز فاني.
زمين تي هجي ڇا؟ تورڙي آسماني.

١- او غافل! نہ رک پروسو تون جهان تي،
هي قوتي مثل آ ادا زندگاني.

٢- زماني جي دولت ۽ راحت منجهاران،
ٿئي نيٺ حاصل غم جاوداني.

٣- انهي زهد، تقويٰ اجائي ادا سڀ،
نہ پاڻي جي ڳل ۾ محبت جي ڳاني.

* طالب المولي سان خطاب.

۴- نہ رکب مال، اولاد سان يارَ! الفت،
نہ برباد کر هوس جي اندر زندگاني.

۵- هي دنيا گذرگاه آهي عزيزو!
هتان ڪئين لڏي ويا ڇڏي خان خاني.

۶- اميرن جا ڪتا بہ قورم ڪين ٿا،
غريبن کي مشڪل ملي دال ماني.

۷- سڪان ساريان پيو سدا يار جاني!
اچي ڪجي ڪريو ڪا مٺا مهرباني.

۸- ٿي يوسف تي عاشق زليخا اڪيلي،
ڪيو حسن تنهنجي سڄو ڏيهہ ڏاني.

۹- نہ منهنجي جنازي سان روئندي ڏون هلجان،
ميان ماڻهو تو ڏي رکن بدگماني.

۱۰- محبت نباهڻ سندو پرم رکجو،
او طالب قريشي، او 'عارف' جيلاني.

○

هن موسم ۾ شل يار ملي.
منهنجو محبت ڀرو منٺار ملي.

۱ ڏاڍيا سهڻا ونٽا ۾ ملهاريون ٿيون، ٻترَ ٿر باغ بهاريون ٿيون،
گل ڦٽيا ۽ گلزاريون ٿيون، تنهنجي حسن سندو هيڪار ملي.

۲ رت ساوڻ جي ۽ يار پري، شل قسمت ڪنهن مان هيئن نہ ڪري،
منهنجو ڀاڳ لڳي شل بخت وري، شل جاذب جيءُ جيار ملي.

۳ پيغام ڪئي وڃ باد صبا! ڪجان عرض پڌي هت ادب سندا،
رهہ ڪيہر ڏون هيڏو يار جدا، دوا دارون سنده ۾ ديدار ملي.

٤ جيڪو وڇڙي ويو سو ڀلارو وري، پنهنجو قرب ڪو ڀلارل شال ڪري .
اچي اڱڻ پرين پئي پير پري، مونکي پنهل ملي ۽ پيار ملي .

٥ ڏس ڪوئل هوءِ ڪوڪاري پئي، پوي پيئي پپيهي جي پي پي پي،
آچ سيني لڳاءِ مونکي پئي نو سي ٿو، تنهنجو درشن اي دلدار ملي .

٦ ڇڏي دوزخ جنت جا جهيڙا، وڃي محبن ساڻ ڪجن ميڙا،
هجر، حشر، قيامت ۾ پيڙا، اهڙو 'عارف' کي اختيار ملي .



اج اسان جو دلربا دلبر ڀلي آيو ڀلي .
مه لقا محبوب مه انور ڀلي آيو ڀلي .

١- سُرخ ساغر ۽ صراحي ساڻ ساقي سرفراز،
سڀني سهڻن جو صنم سرور ڀلي آيو ڀلي .

٢- روح افزا، راحت جان، خوش بيان، شيرين زبان،
سو پرين پير مُغان، پرور ڀلي آيو ڀلي .

٣- سيم تن، نازڪ بدن، غنچه دهن، سيب دقن،
جعد جنهن مشڪ ختن، خوشتر ڀلي آيو ڀلي .

٤- سرو قد، خورشيد گلزار الفت جو نهال،
لعل لب، دندان دُر، گنجينه گوهر ڀلي آيو ڀلي .

٥- عاشقن جي بزم، رفتار رنداني رزم،
عشق جو استاد ۽ افسر ڀلي آيو ڀلي .

٦- دل سندم جنهن لاءِ ٿي دم دم سڪي شام و سحر،
ابر رحمت جو آجهو ۽ اظهر ڀلي آيو ڀلي .

٧- ٿي رهيا جنهن لاءِ اداسي نين هي غمناڪ تر،
سو جنابم! جان من در دلبر ڀلي آيو ڀلي .

٨- ٿا مبارڪ، مرحبا ماڻهو ميلي مون کي ڏين،
محتب اهڙو ماهه پروين، مترُ!! ڀلي آيو ڀلي .

٩- هو ته جنهن جو شوق 'شاهنواز' کي شام نگاه ،
سو دل ۾ مجروح جو دلبر پلي آيو پلي .

١٠- تکيا جنهن لاءِ 'عارف' رات جا تارا تمام ،
سو سڄڻ رشڪ مه و اختر پلي آيو پلي .



* ازل کان هي اکيون آداسي آداسي .
اوهان جي پسڻ لاءِ پياسي پياسي .

١- تمنائون ويران پامال اميدون ،
رُلي رُوح تو جي جتن ۾ سنياسي.

٢- ڏکن ۾ ٽيهڙا ڏور ساٿي سکن جا ،
نه کو ڀاءُ پيڙو نه ماءُ، پيءُ، ماسي.

٣- علاج غم دل، نه لقمان وٽ پي ،
نتڇي ورق ويا ته مُلان مجاسي .

٤- زمانو سندءِ زُلف ۾ آ مقيد ،
پيا پير پينو ، گدا ، شاهه قاسي .

٥- سچو ڏيهه آ حُسن تنهنجي جو ڏاني،
سندهه مهڪ مشڪي، آ وڻڪار واسي.

٦- ملي ويو جتي نقش پائي حسينان ،
آنيتي اسان لاءِ ڪعبو ۽ ڪاسي .

٧- ڏسي سيڪ نه تومان سڄڻ يار لاڻم،
رهي دل رنجايل دلاسن ۾ داسي .

٨- ٻه ٽي ڏينهن آهي حياتي ويچاري ،
ڪري قرب اڄ يار ڪامل قياسي.

٩- بنا بيرهه بيڪار بلڪل آ بندو ،
بنا عشق انسان خرُّ ، خام لاسي .

---

* ١- اپريل ١٩٦٣ع حيدرآباد

١٠- ستن آسمانن کان منزل مٿي آ،
مقامِ مجاهد نہ ڪعبہ نہ ڪاسي.

١١- نہ ڪر ’عارفا! راز مخفي کي ظاهر،
اجورو ”انا الحق“ جو آ قيد قاسي.



نسنگ يار ناتي نڀائڻ تان صدقي.
پرين! پيار جا پيچ پائڻ تان صدقي.

١- بِرھہ جي بلائن بچائڻ تان صدقي،
ڪري نات نانگو نچائڻ تان صدقي.

٢- محبت سندي مچ مچائڻ تان صدقي،
ڏونهان درد وارا ڏکائڻ تان صدقي.

٣- سڏي يار! سيني لڳائڻ تان صدقي،
چپن جي ميٺي چسّ چکائڻ تان صدقي.

٤- مٺا محبّ! ماري مچائڻ تان صدقي،
مٺائڻ تان صدقي بڻائڻ تان صدقي.

٥- سڪايل کي سهڻا! سٺائڻ تان صدقي،
سڏائڻ تان صدقي نڙائڻ تان صدقي.

٦- پُرسائي پيشاني ڪسي دل ڪٺي وڏين،
وري گهوٽ گهورن سان گهائڻ تان صدقي.

٧- ڪيئم عرض آزيون ملڻ لاءِ مٺا! پر،
ڪري نات نٽڪا نٽائڻ تان صدقي.

٨- ڪري قرب ’عارف‘ جي آئين اڱڻ تي.
انهيءَ دلربا! وِڪّ وڌائڻ تان صدقي.

چنڊَ کي هر گهڙي زوال آهي،
حُسنُ جانب جو باڪمال آهي.

۱- ڪعبي ۾ ٿيا چُون حجر اسوَد،
سو ته سهڻي هي رُخَ جو خال آهي.

۲- ساري دنيا جي ذرّي ذرّي ۾،
منهنجي محبوب جو جمال آهي.

۳- ڇا ٿيو؟ جي فِدا ڪيئمُ سِرُ ساهُ،
هي ته محبن سندوڏي مال آهي.

۴- شاهِ خوبان! نه بُخل هيڏو ڪر،
هڪڙي بوسي سندو سوال آهي.

۵- ٿيا چُون مئي حرام آهي مگر،
يار سان گڏ پيئڻ حلال آهي.

۶- عاشقن لاءِ جشن جدائي آ،
گرچه وڻندڙ گهڻو وصال آهي.

۷- دوستي هن سندي منجهان حاصل،
رنج و حسرت غم و ملال آهي.

۸- تو ڏيکين عيب ۽ گُنَهَ بخشين،
هي پيارا! اوهان جو پال آهي.

۹- چند گلشن ۾ ڪيف زا برسات،
اهڙي موسم ۾ ڇا خيال آهي؟

۰- تنهنجي فرقت، فراق ۾ سهڻا!
مون لاءِ هڪ هڪ گهڙي به سال آهي.

۱۱- پنهنجي 'عارف' تي پاڻ ڪر ٻهڪڻ،
توکي معلوم سارو حال آهي.

تو بنا زندگي حرام آهي،
صبح محشر فراق ۾ شام آهي.

١- تنهنجي زلفن جو دوش تي ڪولڻ، درد مندن جي لاءِ دام آهي.
٢- منهنجا مٺڙا! هي تنهنجو مرڪڻ ٽهڪڻ، زندگاني سندو پيام آهي.
٣- اڄ ته قسمت جو فيصلو ٿيندو، تيغ ابرو جي بي نيام آهي.
٤- واهه ساقي! سندهه هي فياضي!! غير جي ڏي لبن تي جام آهي.
٥- مونکي بدمست ڪرڻ لاءِ سهڻا، تنهنجي نيڻن جو ڪافي جام آهي.
٦- جيڪو شاهيءَ تي رهي نازان، سو اڃان عشق ۾ ته خام آهي.
٧- رنگ و بُو جي جهان ۾ نه اڙو، عاشقن جو مٿي مقام آهي.
٨- ڪر نه تبليغ زهد جي زاهد! ورد مون کي صنم جو نام آهي.
٩- تنهنجي ساري نماز پوري ٿي، عشق کي جنهن ڪيو امام آهي.
١٠- ڪعبه ۽ ڪنشت ۾ هڪ آ، ڪٿ رحيم آهي ته ڪٿي رام آهي.
١١- جنهن ۾ آهي تعصب ۽ تصادم، اهڙي مذهب کي بس سلام آهي.
١٢- هڪڙو 'عارف' ته ڇا مگر جاتي!! تنهنجو سارو جهان غلام آهي.

شعر منهنجو سڀئي چيو سچڻن،
واهه 'عارف'! سندهه ڪلام آهي.



دل نادان سمجهه ۽ هوش ڪر تو کي ٿيو ڇا هي؟
دُکايل دل جي آخر ڀلا ڪهڙي دوا آهي؟

١- چيم سهڻا! اچي مل يا ورائي دل ڏيو واپس،
چيائين واهه هيءَ ڪهڙي عجب نئين التجا آهي؟
٢- نگاهه لطف ڪر آخر مان به ته آدمي آهيان،
ڀنهين کي ساهه هڪجهڙو ڀنهين جو هڪ خدا آهي.
٣- نه ٿي مغرور هن جنسار جوڀن ۽ جواني تي،
ڪرين جنهن حسن تي تو ناز سو سهڻا فنا آهي.

۴- قيامت جو ڏينهن ٿا ڏينهن ٿيڻو سخت آهي پر،
اسان کي درد فرقت کان هتي محشر بپا آهي.

۵- ڪُهن ٿا شوق سان شاهد شهيدِ عشق کي 'عارف'،
مريض عشق لئه ڪهڙي نه سهڻي هيءَ دوا آهي.



غمِ هجران سندي دولت اڃا تائين آها آهي،
وصالِ يار کان غربت اڃا تائين آها آهي.

۱- ڏکن سُورن ڪيو آ وقت کان اڳ ادا پوڙهو،
خيالن ۾ مگر همت اڃا تائين آها آهي.

۲- غمِ آيام ۽ فرقت سندم دل کي جلايو آ،
حسينن سان مگر الفت اڃا تائين آها آهي.

۳- ڪيا هر قسم جا ظلم و ستم آهن ستمگر پر،
اسان جي نياز ۽ نوڙت اڃا تائين آها آهي،

۴- دوا دارون ڪيا ڪيئي حڪيمن حاذقن هردم،
مريضِ عشق جي حالت اڃان تائين آها آهي.

۵- پتنگن جي ڪمي پيئي ويا گهڻجي جلي وارا،
جمالِ يار جي دعوت اڃان تائين آها آهي.

۶- ڪري پيو چنڊ تي پيرا اڏامي حضرت انسان،
غريبن جي مگر حالت اڃان تائين آها آهي.

۷- هنيو جمهُور جو نعرو چون ٿا هر طرف سڀڪي آ،
مگر چوري، دغا، رشوت اڃان تائين آها آهي.

۸- ويئون منجي مجهان ماڻهن مرادون ۽ سچايون پر،
سخي سرور سندي برڪت اڃان تائون اها آهي.

۹- ويا افعال انسانن جا حيوانن کان ابتري،
'عارف' الله جي رحمت اڃان تائون اها آهي.



* محبت موت سان مرڻي نه آهي،
صنم جي ياد ڪا هرڻي نه آهي.

١- سچن سان سُور سڀ سَٽيا سنڀالي،
ٻئي سان ڳالهه هي ڳرهڻي نه آهي.

٢- پتنگ پڙ ۾ ويا جيئرو جلائي،
ته هاڻي شمع ٻي ٻَرڻي نه آهي.

٣- سر تسليم خم آ ٻار اکيان،
ٻئي اکيان جنهن گهرڻي نه آهي.

٤- لکين پد منهن ڪجن قربان ليڪن،
روئيل جا ويل سا ورڻي نه آهي.

٥- ويا ڪوندر ڪيئن وارو وڃائي،
قبر جي ڪَنڌَ مگر پرڻي نه آهي.

٦- اوهان جي وَڏي سَري سهڻا اسان ري،
اسان جي تو بنا سرڻي نه آهي.

٧- جلائي جانبن جيڪا هٿن سان،
اندر جي آڳ سا ٺرڻي نه آهي.

٨- حقيقت حال پنهنجي جي ته 'عارف'
قريبن کان سواءِ ڪرڻي نه آهي.



* ننڍڙي نور چشم لعل ڏني جي وفات تي ١٩٧٦ع

کير چئي ٿو هو بي وفا آهي .
يــار منهنجو تہ باوفا آهــي .

١- تنهنجي پيرن جــي خاڪ اي جاني ،
منهنجي هــر درد جــي دوا آهــي .

٢- پنهنجي سامهون ويهڻ گهڙي کن ڏيو ،
منهنجي اهــا بس ! التجــا آهــي .

٣- منهنجي ڏوهن ڏي دلربا ! نــہ ڏسو ،
تنهنجي عــادت ســدا عطا آهــي .

٤- مَي^ حــرام آهہ پــرَ متا ! ســاقي ،
تنهنجي هٿ کان پيئڻ روا آهــي ،

٥- گڏ حــسينن سان جا گهڙي گذري ،
ســا گهڙي چــئ تــہ بي بها آهي .

٦- هــن جو زلفن کي دوش تي کولڻ ،
سحر جادُو ، ڪکر ، بلا آهــي .

٧- تنهنجي حــُسن جو مان ٿيئس عاشق ،
منهنجي بــس ايتري خــطــا آهــي .

٨- لال لبڙن جــو جام ڏي ســاقي ،
هــر وَبا لئہ اهــو شفا آهــي .

٩- حشر جو کهڙو دپ پلا 'عارف' !
شافعِ محشر محمّد مصطفيٰ آهي .



غمِ هجران سندو ڪو رنگ ناهي .
ٻچيل زخمن ڪان ڪوئي انگ ناهي .

١- بلائي عشق جو ڪاڏل نہ ٻچندو ،
هي زنبور و مگس جو ڏنگ ناهي .

٢- هي ڪاڪل جو ڪمند آ ڪين ٽٽندو ،
رسي يا نوڙَ جو ڪو ونگ ناهي .

٣- نشوهي نينهن جو هرگز نہ لهندو ،
شرابِ عشق آهي ، ڀنگ ناهي .

٤- وسن اکيون سياري ۾ اونهاري ،
ٿين ڇو بند ؟ هي سارنگ ناهي .

٥- صدائي دل ، فلڪ ڏاري ڇڏيندي ،
هي آوازِ ربابُ و چنگ ناهي .

٦- انهي سان يار ! ياراني آ ڪهڙي !!!
جنهن کي دوستيءَ جو ننگ ناهي .

٧- محبت ۾ گدا ۽ شاهہ يڪسان ،
هتي اندازِ نسل و ننگ ناهي .

٨- ڇٽي مهراڻ جا ٿو هنجهہ موتي ،
ڇڪڙَ ۾ ڪيئن ڇٽي؟هي ڪنگ ناهي.

٩- ڪري ٿي تنگ دستي تنگ 'عارف' ،
دماغ شاعران تہ بہ تنگ ناهي .

○

نگاهِ ڪرم ڇو هٽائي ڇڏي آٿيئي ؟
مٺا! دل اسان کان مٽائي ڇڏي آٿيئي ۔

١- ڏيئي پيار پهرين ڪري قيد قابو ،
وري ڇو محبّت گهٽائي ڇڏي اٿيئي ۔

٢- اٿيو روز شب ٿو ڏسان تنهنجون راهون ،
سندم ننڊ نازڪ ڦٽائي ڇڏي اٿيئي ۔

٣- جڏهن پيئي ڪئي وصل جي ڳالهه هونديم ،
تہ سا ڳُهنڊ پائي نٽائي ڇڏي اٿيئي ۔

٤- نئين نينهن جي آڳ لائي ڇڏي اٿيئي ،
اجهائي وري پوءِ دُکائي ڇڏي اٿيئي ۔

٥- محبّت جي آتش مچائي ڇڏي اٿيئي ،
سنديم جان جاني! جلائي ڇڏي اٿيئي ۔

٦- مٺا! دل جو ڳُهورن سان ڳهائي ڇڏي اٿيئي ،
طبيعت ۾ هلچل مچائي ڇڏي اٿيئي ۔

٧- اڇي آهين شايد حسينن سان ڦاٿو ،
اي زاهد! ڇو ڏاڙهي ڪٽائي ڇڏي اٿيئي ۔

٨- پنهنجي يار 'عارف' سندي زندگاني ،
سڄي درد غم ۾ لُٽائي ڇڏي اٿيئي ۔

٩- آئي اور الله سان ڪجهہ تہ 'عارف' ،
ڳُنهن ۾ حياتي وڃائي ڇڏي اٿيئي ۔

هر شب ٿي تنهنجي ياد ۾ ڦٿڪي سحر ٿئي .
صبح مسا ٿي درد، الم ۾ بتر ٿئي .

١- گلڙن جي هار کان تو آرهه تي پگهر ٿئي،
زلفن جي بار کان ٿي لچڪ ڪمر ٿئي .

٢- هر ذره خشت خاڪ جو لعل و گوهر ٿئي،
منهنجي قبر کان جيڪر تنهنجو گذر ٿئي .

٣- منهنجو هي سر اوهان جو شها! سنگ در ٿئي،
منهنجو زهي نصيب جي منظور سر ٿئي .

٤- درد حبيب ۾ جو مري سو مري نٿو،
ناهي فقط حيات، مگر تو 'امر' ٿئي .

٥- افسرده آرزوءَ ۽ تمنائون پائمال،
تو کان سواءِ ڪير منهنجو چاره‌گر ٿئي .

٦- جنت کي چا ڪيان؟ جي مليو مون نه ته لقاءِ،
دوزخ به آهه قبول جي 'هو' هم سفر ٿئي .

٧- آهي عجيب جي نه اچڻ جي خبر ملي،
جنت جو رشڪ ڇو نه ڀلا منهنجو گهر ٿئي؟

٨- زلفن ۽ روءِ يار جو ڪهڙو ڏيان مثال،
گستاخ پاڻ ۾ تو ڪڪر ۽ قمر ٿئي .

٩- هن جي ڏي نور مان آ مليو نور شمس کي .
محبوب جي مقابل ڪيئن تو قمر ٿئي؟

١٠- توحيد و عشق جا سوين دفتر ڪلي پون،
حاصل جي ڪنهن کي پير مغان کان اکر ٿئي .

١١- تيسين ته خاڪ ۾ ڏي ملي ويندو هي وجود،
جيسين اسان جي حال کان هو باخبر ٿئي .

١٢- ٻچڙا ٻڪن ۾ پاڻ ٿا هڪڙن جا ٿون،
هيءَ طرف هزارن سان هڪڙي ”ڍنڍر“ ٿئي.

١٣- انسان جو خون ٿو انسان ئي ڪري،
يا رب! تنهنجي خدائي ۾ اهڙو قهر ٿئي.

١٤- غربا تي آهه ظلم و ستم بدمعاش جو،
افسوس ٿو عدو بشر جو بشر ٿئي.

١٥- ’عارف‘! مرڻ بنا نه ٿيو ڪو علاج غم،
جلندي شمع رهي ٿي جيسين سحر ٿئي.



اي خيال يار تنهنجو شڪريه.
عاشقن آڌار تنهنجو شڪريه.

١- تو ئي مون کي بخشي آهي زندگي،
اي پرينءَ جا پيار تنهنجو شڪريه.

٢- تو ئي مون کي آشنائي غم ڪيو،
اي نگاهه يار تنهنجو شڪريه.

٣- تنهنجي ڪري آيو پرين مون کي پڇڻ،
اي دل بيمار تنهنجو شڪريه.

٤- تنهنجي مئي گون چشم جا ساغر پيري،
ٿا پيئن مي خوار تنهنجو شڪريه.

٥- تو جياريو آهه شهيد ناز کي،
ابروءِ خمدار تنهنجو شڪريه.

٦- تنهنجي زلفن جا ڏسي هي پيچ و خم،
مست ٿيو هر مار تنهنجو شڪريه.

٧- تنهنجي سهڻي سونهن مان سوپيا وڌي،
ٿو پڙهي سنسار تنهنجو شڪريه.

٨- قدر گلشن جو ٿيو تنهنجي ڪري،
آءٌ گل بي خار تنهنجو شڪريه.

٩- تو ڏي سهڻيءَ کي جهاريو سيرَ ۾،
اي مٺا مهار تنهنجو شڪريه.

١٠- تنهنجي ڏي سڪ مان سسئي سرشار ٿي،
ڪيچ جا ڪوهيار تنهنجو شڪريه.

١١- جي اڱڻ ايندين ته سَر پيرين ڌري،
صدقي ڪندس سؤ وار تنهنجو شڪريه.

١٢- جي ڪندين انڪار ته به آ شڪريه،
جي ڪندين اقرار تنهنجو شڪريه.

١٣- 'عارف المولائي' نه هڪ ڀيري پڇي،
ٿو ڪري هر بار تنهنجو شڪريه.

# باب: "د"

درد دل جي واسطي درمان لب آهي مفيد.
محفل جانان ۾ ديدار جي خوش ٿئي خريد.

١- سال ويا سڪ ۾ لنگهي سهڻا صنم سردار ميل،
اڄ منهنجي تون اچڻ سان ٿئي ساعت سعيد.

٢- ٿا چون احباب مون کي ڪر خوشي، پر ڇو ڀلا؟
مان ملي ڪنهن سان ملهايان تو بنا اي يار! عيد.

٣- روز شب مخمور تنهنجي عشق ۾ عاشق ٿيا،
عاشقن کي تو ڪيو پنهنجي محبّت سان خريد.

٤- "موتوا قبل الانت موتوا" جي مٺا مرڻان اڳي،
سي مثل هرگز نه ڇٽبا عشق جا 'عارف' شهيد.



عشق ٻنان ڪُل ڪُوڙو قصد.
وِرد وظائف روزا رَدّ.

١- قلبَ پنهنجي مان ڪڍ تون ڪاٿي،
ڪينو بُغض رياءُ حسد.

٢- نحو، صرف سڀ نينهن وِڃايا،
شَوق وِڃايا شدّ ۽ مد.

٣- زاهد! ڇڏ تون زُهد عبادت،
اڄ نه ميخاني ۾ پيون مَدّ.

٤- عربي احمدُ بلا ميم،
احمد مان آيو ٿي احمد ﷺ.

٥- عشق جو درياء الست اوپارو،
لاحد حدَ جي ڏيئڙي حد.

٦- عشق جي آئيني ۾ 'عارف'،
صورت ساڳي نيڪ ۽ بد.



مست مَيڪَش کي محبت جو ڏيو ميخان پسند.
طالبن توحيد جو ڪيو پرت سان پيمان پسند.

١- زور زاهد جو ڏيو ظاهر عبادت زهد تي،
ورهه وارن کي ڏيو باطن بيان بنهان پسند.

٢- فڪر ري فرقان مان فائق نه ٿيندين فيض ياب،
"قُلْ هُوَ الرَّحمٰن" ڪرتون قلب سارو قرآن پسند.

٣- سڪ سڃي سختيون سهي سانباه سڪ وارو سفر،
سالڪن کي آهه سورن سوز جو سامان پسند.

٤- وڃ ورائي ويچ پنهنجا ڏي نه اي حاذق هلاڪ،
برهه جي بيمار کي ڏيو درد بي در مان پسند.

٥- 'عارف المولي' کي آهي جلوهٔ يزدان پسند،
زاهدن کي باغ جنّت حُور ۽ غِلمان پسند.



## باب: "ڌ"

عرض ۾ آزيون سندم اي يار ٻُڌ .
درد دل جا دلربا دلدار ٻُڌ

١- پوءِ مڃين يا نه مڃين تنهنجي خوشي،
پر عجيبا التجا هڪ وار ٻُڌ .

٢- آهه لب تي سوز دل ۾ چشمه تر ،
عاشقن جا مختصر آزار ٻُڌ .

٣- خواه مخواه پنهنجو ڪپائين پيو مٿو ،
واعظا ! ٻئي جي به ڪجهه گفتار ٻُڌ .

٤- تو چيو ٿي آهه اڄ راضي پرين !!!
قاصدا ! پرهاڻ هي تڪرار ٻُڌ .

٥- ڪالهه هُو اقرار ها ’عارف‘ مگر ،
اڄ عجيبن جا نوان اِنڪار ٻُڌ .

## باب: "ڏ"

دلربا ! بهر خدا رهيون رسڻ جهون يار ڇڏ .
طالبِ ديدار سان پنهنجا پرين ! تڪرار ڇڏ .

١- ڏس ته تو ويران ڪيئڙيون ڪئين دليون آي بيوفا!
ڪيستائين ستم هي ظالم ! اها رفتار ڇڏ .

٢- دست نازڪ کي نه ڏي تڪليف قبضه سيف جي،
قتل عاشق لئه ته تيغ ابروئي خمدار ڇڏ .

٣- لطفِ حق پئي آهه وقت صبح وقف سائلان ،
صبح جو سهڻا نه خالي تون به ڪو پينار ڇڏ .

٤- ڪيم ڪر هرگز نصيحت مست ۽ بي پهرکي،
حق جي رحمت تي آي زاهد! قسمت ميخوار ڇڏ .

٥- هن مريض عشق جو حاذق نه ڪر ڪجهه پي علاج،
آسري الله جي هي ٻڌره جو بيمار ڇڏ .

٦- روز محشر جي نه آ پرواه ڪا 'عارف' پر ،
دست پنهنجي ڪان نه دامانِ شهه ابرار ڇڏ .



وڃي ويڄهڙو گهر عجيبن سان آڏ .
رُليل رافضي ۽ رقيبن کان لڏ .

۱- چُغُلَ چور بدچال کان پيچ پري ،
هيڻون حال واقف حبيبن سان گڏ .

۲- حسد هوڏ وارن ڏي هرگز نه وڃ ،
سدا سالڪن سوز وارن کي سڏ .

۳- تون پنهنجي لئه چيڙج نبيرج ادا ،
پراين ۽ پنهنجن سندي پچر ڇڏ .

۴- ايندو موت 'عارف' اجل اوچتو ،
ڇڏيندو نه شاهه و گداگر کي هڏ .



# باب : "ح"

دست ساقي کان پيئڻ آهي مُباح .
جنهن دو جڳ جو ادا! آهي فلاح .

۱- عشق جو درياء بي ساحل ڏٺم ،
جنهن ۾ سيڙهه نه پيڙي نه ملاح .

۲- عشق شهزور شاطر شير سان ،
سوز ۾ سڪَ سُورَ جو ڪٿ تون سلاح .

۳- اَڄ تہ زاهد! ٻئي گڏجي پيئون شراب ،
آهه هي ڏاڍي ادا سهڻي صلاح .

۴- نيم بسمل ڪي وري قاتل! ڪُهہ تون ،
هي نہ ايندي چوٽ ۾ تنهنجي سماح .

۵- روز ازلاً ميہ لقاء محبوب سان ،
نينهن وارن جو وديو پڙهجي نڪاح .



دلربا! توکي وساريان مان ڀلا ڪهڙي طرح .
پنهنجي جند ۾ جان ڪان ٿيندس جدا ڪهڙي طرح .

۱- مون رکي آهي ادا! آن ۾ وفائن جي اُميد ،
جنهن کي ناهي ڪا خبر ٿيندي وفا ڪهڙي طرح .

۲- جنهن کي جاني پاڻ پيارو سُورَ جو ساغر هجي ،
تنهن مريض عشق جي ٿيندي شفا ڪهڙي طرح .

۳- جنهن جي دل ۾ آهه تاريڪي اندارو جهلَ جو ،
سو ڏسي سگهندو ڀلا نور، خدا ڪهڙي طرح .

۴- هڪ دفعي واعظ ڏسي حسرت منجهان هيئن ٿي چيو ،
تو ڏٺو 'عارف' ادا جلوه خدا ڪهڙي طرح .

## باب: ”ج“

دَرد دل جي لاءِ بين[8] دلبر نہ ٻيو دارون علاج.

۱- نينھن جو ناتو نباهڻ سخت ۽ دشوار آهہ،
عشق اُلفت گهٽ ٿيا باقي رهيو رسم و رواج.

۲- عشق جو آهي اڙانگو پُر خطر پنڌ پيچرو،
سوز سڪ مان سيج سوليءَ تي چڙهيو ڏس ڪيئن حلاج.

۳- مرد موليٰ جا مذڪر دين دنيا کان پري،
عشق وارن کي نہ جنّاتِ عدن جو احتياج.

۴- عشق وارن جي حقيقت عاشقن تي ٿي عيان،
مئُي پرستي جو مزو چاڻي نہ ڪجھہ زاهد مزاج.

۵- پاڻ کي مٽ پاڻ ’عارف‘ تان محشر ۾ ڇٽين،
دشت ويران کان نہ ڪنھن حاڪم ڪڏهن ورتو خراج.

## باب : ”ج“

من سڻي سهڻو سندم فرياد اڄ .
درد منهنجي جو ڪري ڪو داد اڄ !

١- پرتِ مان پيارا ٻرين پورا پري ،
خانهء دل کي ڪيو آباد اڄ .

٢- هن غريب و بي نوا مسڪين کي ،
دلربا دلبر ڪيو دل شاد اڄ .

٣- موسمِ وصلِ چمن آ اي صيّاد ،
جلد ڪر تون عندليب آزاد اڄ .

٤- ٿيون اچن مون کي هي هڏڪيون مدام ،
آهه شايد يارَ ڪيڙو ياد اڄ .

٥- شوق ’شاهه نواز‘ شيرين جو ٿيو ،
جسم ويو سارو جتاي فرهاد اڄ .

○

## باب "ڄ"

مِٺا محبوب اڄ مشتاق کي منهنڙو ڏيکاري وڃ،
ڪٺل دل تي ڪري دانهون جڏي جانب جياري وڃ،

١- اچايل عشق جو آهيان بڪايل بيرهم تنهنجي جو،
پيالو پاڪ هٿڙن سان پرين پڳدار پياري وڃ،

٢- رهيو محجوب مون کان عمر ساري پر مٺا هاڻي،
نقاب از رُخ مٺائي ناز سان نرمل نهاري وڃ،

٣- اگهيٺي مجروح تن آهيان بدن بيجان آ باقي،
وري ماڻا ڪري مشتاق کي منٺڙا نه ماري وڃ،

٤- رقيبن سان رهين گڏجيو سدائين سنگدل سهٺا،
لڄان ڪلڄان ڪڏهن ڪڙي گهڙي مون وٽ به گهاري وڃ،

٥- سڻي هي عرض ۽ آهون اڇو 'عارف' اگٺ جاني،
ڪيل سڀ قول ۽ انجام پنهنجا يار پاري وڃ،



سراپا حسرتِ ديدار تي وڃ،
تمنائي وصال يار تي وڃ،

١- حقيقت جي تجلي گاه بنجي،
جهان ۾ قابل ديدار تي وڃ،

٢- تون ڪنهن جي قلب جي تسڪين تي وڃ،
۽ ڪنهن جي درد جو غمخوار تي وڃ،

٣- ريا جا زهد ۽ تقويٰ ڇڏي ذي،
محبت جو مگر ميخوار ٿي وڃ.

٤- اجايو ڏهل وانگر نہ ڪر دانهون،
مگر تون صاحب ڪردار ٿي وڃ.

٥- حياتي آهہ ٿوري يار باقي،
مريضِ هجر ڪان، هڪ وار ٿي وڃ.

٦- جي چاهين 'عارف المولیٰ' ٿيان مان،
تہ پهرين طالبِ ديدار ٿي وڃ.



# باب "ج"

منهنجا محب مٺڙا تون مختار اج،
پري پيار مان پير پڳدار اج.

١- اٿم شوق دل ۾ شب وصل جو،
تون ڪولي ڪلهن تي وڏا وار اج.

٢- ڪٺي جام و مينا صراحي صنم،
لبن جي مٺي منجهان پيار اج.

٣- ڇڏي ڏي جدائي ۽ جورو جفا،
ڪري وصل جا يار ونهوار اج.

٤- لبن ساڻ لب، دل ڪي دل سان ملاءِ،
هنيين هار اکڙين سندا ٺار اج.

٥- سڪن نيڻ تو لاءِ سائين! سدا،
ڪري هار هيڪار سينگار اج.

٦- ڪيا سهڻي سيرن ۾ سڏڪي ته سڏ،
سگهو محبؐ موجن ۾ ميهار اج.

٧- وندر ۾ تي واڪا سسئي جا سدا،
جتن جاڙ ڪئي ڪانڌ، ڪوهيار اج.

٨- سڄي عمر گولي تي رهنديس مٺا،
ڪري قرب سائين تون هڪوار اج.

٩- اگهايو مٺا! عرض 'عارف' سندو،
ڇڏي تاءُ ۽ تاب تڪرار اج.

## باب "ڇ"

غم عشق جي بيقراري نہ پڇ .
اکين مان آئم آب جاري نہ پڇ .

١- گذاريم روئي ڏينهن ۽ راتيون ،
شب وصل جي انتظاري نہ پڇ .

٢- سدا سوز سڪ مان چڙهن دار تي ،
عجب عاشقن جي سواري نہ پڇ .

٣- روئڻ وارو مسڪين لئہ ڪوبہ ناهي ،
غريبن سندي غمگساري نہ پڇ .

٤- رُني رات ساري جلي جوش ۾ ،
تون دل جي شمع جي نراري نہ پڇ .

٥- بوقت نزع پڻ نہ دردن ڇڏيو ،
غم هجر جي پائداري نہ پڇ .

٦- ثوابن سان منهنجو سروڪار ناهي ،
آهيان عشق جو بس ڏوهاري نہ پڇ .

٧- ملائڪ منجهي پيا حسابن ڪندي ،
اسان جي ادا گنهگاري نہ پڇ .

٨- ڪري بخش بديون ڀلايون ڏکي ،
مباجهي سڄڻ جي ستاري نہ پڇ .

٩- گهڙي ڪن جو هي ڇهڇٽو آهي 'عارف'!
دهر جي چمن جي بهاري نہ پڇ .

غمِ دل جو دلبر! فسانو نه پڇ .
محبت جو آڳو ترانو نه پڇ .

١- جتي پڙي پيئي رات ويٺي وهامي ،
فقيرن سندو آستانو نه پڇ .

٢- قفس ۾ ئي آهي گذارو هنن جو ،
عنادل سندو آشيانو نه پڇ .

٣- ويو رنج و حسرت ۾ گذري سمورو ،
عشاقن جو زاهد! زمانو نه پڇ .

٤- هي ٿوري گهڻي تي رُسن ٿا هميشه ،
حسينن جو 'عارف' بهانو نه پڇ .



## باب: "ع"

ڇـا لڳي ميخوار ۽ حڪم، شرع .
مٽي پيٽ ڪـان ڪر نـہ آي ناصح منع .

١- ناهہ جائز تـن ڪـي روزو ۽ نـماز ،
جـن ڪيو محراب، ابـرو ۾ قبع .

٢- آسمان بـار، امـانـت ڪـان ڊنـو ،
۽ سندم نالي ڪيائون هـي قـرع .

٣- دوستي نـہ ، تـہ دشمني آهي قبول ،
پـر نہ ڪـر مون ڪان تعلق تون قطع .

٤- مئـي پرستي جو مزو چاٽي نـہ سو ،
جـو هجي مشغول منجهہ وردو و رڪع .

٥- جي تون چاهين عشق جو 'عارف' ٿيان ،
تـرڪ ڪر دنيا ۽ عـقبيٰ جي طمع .

٦- 'عارفا' ! ڪر عشق وارن جي مقال ،
شوق مان پڙهہ 'شاهنا' ! تن جي شجع .

# باب: "ر"

* خدا جو ذڪر هردم آي بشر ڪر.
نه ٻاهر گهول پر دل ۾ نظر ڪر.

١- پرين پاسي نه هڪ پَل آهه 'توڪان'،
"وَ هُوَ معڪم" سندو سوجهي ثمر ڪر.

٢- نه پڙهه باب پيا بلڪل ڇٽيهلا،
مگر اثبات هڪڙو ڏي آڪر ڪر.

٣- عبادت زاهد! ظاهر جا ڇڏي ڏي،
وڃي وحدت سندو واصل وَڪر ڪر.

٤- نه ڪر خلوت نشيني زال وانگر،
وَ ليڪن مرد ٿي سُوليءَ سفر ڪر.

٥- مرڻ کان اڳ مري، پوءِ جيءُ جڳ ۾،
مٿي مرقد جي پڻ رشڪِ گوهر ڪر.

٦- روئي ريجهاءِ پنهنجو يار ياقي،
عجيبن لئه اکيون روئندي آبَر ڪر.

٧- پُڇي محبوب خود مفتون ٿي پئي،
هئويدا آهه ۾ اهڙو اثر ڪر.

٨- خدا هڪڙو ۽ دل پڻ آهه هڪڙي،
نه دل هڪڙي کي هرجا منتشر ڪر.

٩- توڪّل جو ٻڌي ٽرهو گهڙي پٺو،
محبت کي بحر ۾ همسفر ڪر.

---

* مصرح طرح

١٠- "فنا في الله" تي وڃ يار جهڙي،
"بقا باالله" جو ڳنڍ مال و زر ڪر.

١١- نيفتي، ثابت ڪري قلبي ذي ڪاهج،
"سرّي" "روحي" "خفي" 'اخفي' ۾ گهر ڪر،

شرابِ عشق پي 'عارف' هميشه،
حياتي ٻيهر وارن سان بسر ڪر.

○

ادب ڪر اي دلِ نادان ادب ڪر،
حبيبن جي اڳيان خاموشِ لب ڪر.

١- "بہ عشقِ مصطفيٰ" روشن قلب ڪر،
زبان کي ذڪرِ احمد  سان طرب ڪر.

٢- وري هيڪر چمان چائنٽ حرم جي،
خدايا اهڙو ڪو مون لاءِ سبب ڪر.

٣- رهان تو سنڌ ۾ سائل سوالي،
سندم مرقد اي مولي! منجهه عرب ڪر.

٤- گذاري زندگي چڏ جستجو ۾،
تي طالب رهہ هميشه پيو طلب ڪر.

٥- هڪڙو سچ ۾ پاڇا پہ آهن،
زماني جي نہ گردش تي عجب ڪر.

٦- اهوئي ڪارساز آهي ۾ قادر،
خدا جو شڪر 'عارف' روزو شب ڪر.

گذر ڪر هن زماني کان گذر ڪر،
نہ هن فاني جهان ۾ يار گھر ڪر.

١- نہ هت ڪو مانُ ۽ عزت آ هاڻي،
آٿي اي دل! سڌاڻي جو سفر ڪر.

٢- وڃي يارن مان ياراني ۽ اُلفت،
پيئي روئي انهن جي لاءِ پٿر ڪر.

٣- محبت ۽ مروت ويئي ويچاري،
هئي هت، هاڻ 'هي هي' هُل حشر ڪر.

٤- نہ جنهن مان چاهہ چس ۽ مانُ مليو،
تون اهڙي شوخرو ڏي ڪيم پر ڪر.

٥- هئي تنڪا ۽ طعنا توڙي عالم،
تون سهڻن لاءِ سيني کي سپر ڪر.

٦- گذاريم جن سان گڏجي سال سارا،
جدا تن کان نہ اي مولا! مگر ڪر.

٧- سٺي آهون اچي من يار پيارو،
منهنجي آهن ۾ اهڙو ڪو اثر ڪر.

٨- نہ چيڙ آي همنشين! تون هاڻ مون کي،
پنهنجي اتڪلن کي در گذر ڪر.

٩- مان بيزار آهيان پنهنجي ڏي بدن مان،
نہ اي بادِ صبا! منهنجي پچر ڪر.

١٠- اڳئي سورن سندو آهيان ستايل،
ڏکويل سان نہ ڏاڍايون ڏمر ڪر.

١١- بنان جانب جيئڻ جنجال آهي،
حياتي، موت، منهنجي مختصر ڪر.

١٢- سيکهو اي موت! اڄ تون هاڻ مون ڏي،
نہ ايڏو هاڻ مون کي منتظر ڪر.

١٣- سڪي ٿو سنڌ ۾ تنهنجو سڪايل،
ڪريما! قرب جو تنهن تي ڪڪر ڪر.

١٤- اٿي ملڻو، نہ ميل نہ تہ هي مري ٿو،
اِها قاصد! قريبن سان خبر ڪر.

١٥- گهڙي ڪن جو هي مهمان آهہ 'عارف'،
مسافر تي محبت جي نظر ڪر.



ناز وارا پنهنجي نازن تي ڀلي تون ناز ڪر.
نازنين نازڪ بدن ڀل ناز باانداز ڪر.

١- دل ٽوڙڻ جي واسطي دستور تنهنجا دل پذير،
عشق وارن لئہ عجيبا! نيت نوان اغماز ڪر.

٢- تنهنجي فرقت ۾ فقيرن جيان ڦران ٿو روز و شب،
قرب و شفقت جي نگهہ، شيدا مٿان شهناز ڪر.

٣- زندگي جي راز سمجهڻ لئہ کپي ٿو رازدان،
* زندگي هڪ راز آهي راز کي تون راز ڪر.

٤- جي تون چاهين معرفت جو ماڳ منزل ماڻيان،
بند ڪر ظاهر اکيون چشمِ حقيقت باز ڪر.

٤- دل جي دنيا ۾ ڪڙا سڪ سوز وارا ساز ڪر،
موت ڪان اڳ تون وري ''انحد'' سندا آواز ڪر.

٦- ڪيم ڪانگن جان هتي، ڍوندين تي ڍرڪي ويهہ ڍول.
شاهين جي شايان، آت افلاڪ ڏي پرواز ڪر.

٧- چند گهڙين جو هتي مهمان آهين 'عارفا'!
آت سفر جي ڪر تياري ترڪِ حرص و آز ڪر.

* مصرع طرح

درد دلبر جي ڪيو آ بيقرار ،
هڪ وڇوڙو پيو آلم تيون انتظار ،

١- سنگدل سهڻو ته ويو غم ۾ ڇڏي ،
هاه ! پڻ دل تي نه آهي اختيار ،

٢- ڪيئن ٿيان مدفون مرقد ۾ مگر ،
دل غمِ جانان جي خود آهي مزار ،

٣- ڇو رهين محجوب تو ، مون کان مٺا !
نيڻ نوراني ڪٺي نازڪ نهار ،

٤- دلربا دلبر اچو مسڪين وٽ ،
جان و دل ، قدمن اوهان جن تان نثار ،

٥- تنهنجي مژگان مست چشمن کان مون کي ،
بي خوديءَ جو خوب چڙهيو آ خمار ،

٦- تشنهءِ لب بيمارِ فرقت کي اچي ،
ساقيا ! هڪ جام لبڙن جو پيار ،

٧- تو سوين مُردن کي بخشين زندگي ،
هيءَ به هڪ جانب جتڏي ! دلڙي جيار ،

٨- وات تنهنجيءَ تي ته ويٺو آهيان ،
عاشقن کي يار ويندي نا وسار ،

٩- ناهي 'عارف' باهه دوزخ جو خطر ،
آ شافع محشر "ﷺ" مختيار ،

○

تنهنجي جگهه جي تير تہ ڇڏيو نہ ڪو شڪار
ڦٿڪي ٿو گهر ۾ قبلہ نما مرغ بار بار .

١- تنهنجي فراق ۾ آ مون کي ڇا نصيب؟ پڇ!
دل ۾ آ سوز آه لبن تي ۽ انتظار .

٢- جيڏهن وڃي ٿي تيڏهن وٺي هل مون کي مٺا!
هٿ تنهنجي ۾ آ منهنجي قسمت سندي مهار .

٣- مان ڪيئن چوان تہ ايندين! اسان وٽ صبحاڻ تون ،
ناهي حبيب تنهنجي ڪو وعده تي اعتبار .

٤- غنچو نہ منهنجي دل جو ڪليو اي! فلڪ ڪڏهن ،
هن سال جي بہ گذري وئي بس ائين بهار .



ايندو اڄ اسان وٽ مٺو ، مٺهڙ منور .
ڏسڻ سان جنهن جي ٿئي روح خوشتر .

١- ايندو يار ياقي ، صنم سرخ ساقي ،
ڀري جام ڏيندو منجهان آب احمر .

٢- لکن کي پياريو ڪري مست "موکيءَ" ،
"محمد" مدامي "بلا ميم" مظهر .

٣- روهڙ لڳہ وڇايان واريءَ وار پنبڻيون ،
اکين ۾ اوطاقون عجيبن لاءِ اظهر .

٤- قدم تانءَ مان قربان ، سر ساهہ صدقو ،
نجيبن کي ڏيندس نذر نيڻ نستر .

٥- هي 'عارف' سندا درد ڪل دور ٿيندا ،
اگر يار ايندو جڏهن درس دلبر .

راتيان ڏينهن رُڏان ٿو، جنهن لاءِ، شال اچي سو يار.
عشق اوهان جي ڪيو ديوانو، چريو چوَن چوڌار.

۱- درد فراق ڦٽي آ دلڙي، سور ڪيو سنگسار،
گهوُرون گهائن، گهنڊڙا پائن، پاڻ هڻن بيهار.

۲- ڪونہ طبيب، حڪيم چڱائي، برهہ سندو بيمار،
درد دُکويا، ڏاهـا ڏکويا، عشق سندي آزار.

۳- خنجر خنجر ابرو، خُون ڪرڻ لاءِ، تيز ڪنان تلوار،
ڪاڪُل ڪنڍڙا، ور ور ونگڙا، واهہ! ونگين ٿا وار.

۴- شاه، گدا، ڪئين شاطر ٽيڙڙا، 'شاهنواز' شڪار،
درد، دوا تِين لاءِ شفا آ، دلبر جو ديدار.



اي ادا! تون ياد "قالُو" جو اقرار ڪر.
نفس نادان کي ڪڍي قلب مان بيدار ڪر.

۱- ست وظائف، ورد واري پڙهہ محبّت جو سبق،
زهد، تقويٰ کي ڇڏي تون عشق کي اختيار ڪر.

۲- عشق جي ديوانگي ڪڻ، عقل کان پيچ تون پري،
خُرد جي دامان کي دستِ جنون سان تار ڪر.

۳- مست ميگون چشم جا، مون کي پري پيالا پيار،
پنهنجي هـن بد مست کي تون ساقيا سرشار ڪر.

۴- ڪر نفي، اثبات 'عارف' عشق واري اوت سان،
ورهہ جو وينجهار ٿيءُ، وحدت سندو واپار ڪر.

دل ڏکي ٿي هاهِ ! دلبرڪان اچي ٿي ڪا خبر،
خون دل ۾ چاڪ سينو، جوش ۾ جليو جگر ،

١- اي صبا ! تو ۾ نه آ اڄ هِير ٿڌڙي دلپذير ،
آهه شايد تو ڪيو اڄ ڪوئي جانان ڪان گذر .

٢- قاصدا ! نامِ خدا ، پهرين پڌاءِ هي ڳالهڙي ،
ٿَي ڪٿي ڪا يار مون ڏي ورڻ وائي خوبتر .

٣- تو ڏٺو ڇا ؟ دلربا ايندي اڱڻ مسڪين جي ،
ڇو ڪرين ٿو نالہ فغان اي زاغ ! اڄ وقتِ سحر .

٤- ڇو پلا سڪرات ۾ هر هر ٿي هِڏڪوئي اچي ؟
يارَ ياد شايد ڪيو ! اي موت ! ٿوري دير ڪر .

٥- هي وڃي نياپو ڏجان قاصد آد ! هتڙا پڌي ،
تو رهي 'عارف' عجيبا ! درد ۾ با چشمِ تر .



* طالب ! طلب آ تنهنجي يارَ .
آڄُ اچي مل مون سان مٺا منٺار .

١- الف، آه آڪير آسَ اندر ،
عشق تنهنجو اچي ٿيو اِظهار .

٢- لام، آهين تون لائقن پريو ،
لٺون لالڻ لڳائي تو نہ لغار .

٣- ب، بلاشڪ برهہ جي باهہ لڳي ،
ساهہ سڪ ۾ سڙي ٿو سَو سَو وار،

٤- قاف، قابو اوهان جي قرب ڪيو ،
نينهن تنهنجي ڪيا لکين نہ نثار .

* ١٩٥٠ع

٥- ري، رهاڻين سان روح رهيو تو،
تنهنجي موهيو مٺا ! مٺي گفتار.

٦- ي، اوهان جي لاءِ يادگيري اٿم،
قرب ڪان وڌ نہ ڪو ٻيو ڪم ڪار.

٧- ش، شائق اوهان جو ’شاهنواز‘،
تنهنجي صحبت سندو اٿم سينگار.

٨- ي، يڪي يار توسان ياري آهہ،
دل جو هڪڙوئي آهہ ياقي يار.

٩- ع، ’عارف‘ جي آچ اڱڻ جاني،
تنهنجي وڪ وڪ مٿان ٿيان ٻلهار.

١٠- الف، ايندين تہ تنهنجا لک ٿورا،
پيرين پنبڻيون هنديس وڇايان وار.

١١- ر، رُسڻ جي نون ريت ڇڏ راڻا !
پرچ پيارا تہ ڪريون پرت پچار.

١٢- ف، فنا آهہ زندگي ساري،
پر مرن ڪين مرد مڻيادار.

○

## باب: ”ز“

* مون کي پنھنجي بيڪسي تي آھہ ناز،
تنھنڪري دنيا کان آھيان بي نياز.

۱- مئي پرستي جو مزو رندن کان پڇ،
زاھدن کي ڪھڙو ان جو امتياز.

۲- ناہ دنيا ۾ رھي بانگِ بلال رضہ،
ناہ شبيري ادا! ذوقِ نماز،

۳- ھڪ ڏي سجدي ۾ ٿئي پوري نماز،
جي ٿئي شامل طريقت سان مجاز.

۴- ڏس شھيدِ ناز جو رتبو ادا!
تا ملائڪ پڻ اچن پڙھڻ نماز.

۵- بندهٔ محڪوم کان بيزار ربؒ،
خواجهٔ افلاڪ مردِ جان باز.

۶- ٿي دلِ محڪوم افسرده تباہ،
دلِ آزاد، پُر از سوز و ساز.

۷- ٿو رھي محڪوم پابند و ذليل،
ٿو رھي آزاد ھردم سرفراز.

۸- بوالھوس بلبل قفس ۾ قيد ٿي،
دست شاھان، آشيانہ شاھباز.

۹- اُمت مرحوم جي لَڀُ ڪا خبر،
”سيّدُ الاعلىٰ برابر يا شاہ حجاز.“

۱۰- ھِين لقبن جي تہ مون کي گھرج ناھہ،
منھنجو نالو آھہ ’عارف شاھنواز‘.

---

* شھباز اخبار ۾ شايع ٿيل – ۱۹۵۴ع

## باب: "م"

تنهنجي عشق ڏنو آزار صنم .
روئندو روز وتان لاچار صنم .

١- تنهنجي تاب حُسن بي تاب ڪيو ،
پُنجي جگر شتاب ڪباب ڪيو ،
جاري آب اکين مان شراب ٿيو ،
جنهن خوب ڪيو آ خُمار صنم .

٢- تنهنجي هجرَ جي هير ، سُڌ پر سَتر ،
جنهن اَڪير آسير ڪيو اظهر ،
پايان هر دو جهان ڪان بهتر ،
تنهنجا نيڻ نسنگ نروار صنم .

٣- سڪي ساهه سدائين شام و سحر ،
ڇا بَرَ و بَحر ڇا شهر سفر ،
ڇا سمهڻ ويهڻ ، ڇا هلڻ هنر ،
سڙان ڪامان ، سدا صد بار صنم .

٤- ڏُک روز سهنا ، دل جا ته ڏُکن ،
تنهنجي صورت ساري، نيڻ ڏين ،
جيرا جان بڪيون ، منجهه جوش جلن ،
تنهنجا ياد ڪري رخسار صنم .

٥- تنهنجي درد ڪئي دل ديواني ،
مجروُح مدامي ۽ مستاني ،
هليو هنر نه ڪو هت لقماني ،
ڪيو برهه تنهنجي بيمار صنم .

٦- هي 'عارف' تنهنجو آهه گدا،
تنهن جي خبر وٺو اوهين نام خدا،
زر مال جي آهه گهرج نه ڪا،
بس! ديد جي آ درڪار صنم.



* دلداري دنيا مان لڌي ويئي ياري ناهه يارن ۾.
ناهه سون ۾ ڪو سڪ وارو ڪو ڪ آهه هزارن ۾.

١- صحبت، ساءُ ويا ويچارا، ميٺ محبت مور نه آهه.
* واهُ وري ڪو اهڙو ويو، جو ڪانهي موج بهارن ۾،

٢- ڏور ٿئي ٿو ڏک ۾ سڀڪو، ڪونهي ڏَيُ ڏُکارن ۾،
سڀڪو ساٿي سُک جو آهي، سڀ سوين ته سکارن ۾.

٣- سک ها ساٿي، سيج سندا پر! ڏک ڏونگر ۾ ڏَيَّ ٿيا،
سکن منجهان سَوَ سَوُ سرپا، آرام مليو آزارن ۾.

٤- قاتل ڪيف، ڪڪوريا ڪوپا، ڪات اڏئي ٿي ڪوند ڪڏن،
مند ڏسي مت ۾ 'موڪيءَ' جي، مستي پئي متارن ۾.

٥- سهٽي يار ڪئي دل قابو، قرب جا بند، ڪمندَ پيا،
صبر سڪون ۽ هوش وڃايم، نيڻن جي نظارن ۾.

٦- لوڪ سڄو چپ چاپ ستل هو، مست فضا خاموش هئي،
يار جي ياد ۾ جاڳيس ٿي مان، تارا لڳل ها تارن ۾.

٧- سج، چنڊ، تارا، ڪتيون تابع، سونهن ڏسي سجدي ۾ پيا،
حورون، ملڪ حيران ٿيا، ڏسي جانب ڪي جنسارن ۾.

٨- خوف رقيبن جو آ ڏاڍو، چورَ چڪار هلن چوڌار،
حالُ اندر جو اورِيم سارو، سهٽل سان اشارن ۾.

---

* ١ نومبر ١٩٥٤ع هالن ۾ طرحي مشاعرو.
* طرح مصرع

٩- چنڊ ڪڙيل، سرمست فضا، هي گلڙن جي گلزاري ڏس،
وصل جي رات وڃاءِ نہ سهڻا! توُن طالب سان تڪرارن ۾.

١٠- عشق جا ڪئين قيدي ٿيڙا، نينهن اکيان ڪئين ناٿ نچن
شاهہ، امير ٿيا ڪئين قابو، ڪاڪل ڪنڍڙن ڪارن ۾.

١١- 'عارف مولي' عشق اڙانگو، "انحد" جا آواز ڪري،
علم و عقل جا انگ ويا سپ، وحدت جي وهنوارن ۾.

١٢- "طالب مولي" ٻچڙن سوڌو، شاد، شالا آباد هجي،
پرين ٻچارون هجن هميشہ، جوان، ڀڃين ۽ يارن ۾.

١٣- طالب يار جو قرب ڪنهي اڄ، آهہ ڪٿي هت آيو ادا!
ورنہ اڃان جهڙو نہ هيس، جو ٻچڙا ها نہ ٻخارن ۾.



هڪ مان نہ آهيان قائل، ڪاڪل جي ڪج ڪڙيءَ ۾،
ڪئين شاهہ قيد ٿيڙا، زلفن سنديءَ لڙهيءَ ۾.

١- هر هر سندم ڳلي ۾، قاتل پري وهاڻج،
ڏاڍو ڪو لطف آهي، تنهنجي منڍي ڇريءَ ۾.

٢- منهنجي روئڻ ڪان منڙا! هرگز نہ تج خفا تون،
* ڳوڙها ڳڙي پون ٿا، اڪثر خوشيءَ خوشيءَ ۾.

٣- کهڙو ڪيان بيان مان، ميلاپ چار" لب جو،
قلبي قرار آهي، چپڙن جي چم چميءَ ۾.

٤- هاڻي نہ هي ڪليو پڻي!!! چا ڪان وري خفا ٿيو؟
گستاخي مون ڪا شايد، ڪئي آهہ بي خوديءَ ۾!!!

٥- دشمن ٿيو زمانو، پنهنجا بہ پيا ڏڪارن،
پرسان حال ناهي، ڪوئي بہ بيڪسيءَ ۾.

* طرح مصرع

٦- 'موسيٰ' کي 'طور' تي ٿيو، ارشاد "الاهہ" جو تہ،
پر، عرش جي هئي عزت، جانب سنڌي جٿيءَ ۾ .

٧- تنهنجا عمر! پلا ڪيئن، تحريون، طعام کاوان؟
مون کي مزو اچي ٿو، ڏونترن، لسي، پسيءَ ۾ .

٨- آهي هنن کي طاقت، ازلي عطا ٿي يارو،
درياءَ ٿا وهائن "شاعر"، هڪڙي ننڍيءَ ڪسيءَ ۾ .

٩- وس ڪونہ ٿو هلي ڪو، مجبور مان ڪيترڙير،
آئن بہ بار چڙهيا، آهن بہ ي وسيءَ ۾ .

١٠- پنهنجي خوديءَ کي 'عارف'، ڪر تون بلند و بالا،
اڪيون نہ وجهہ پين جي، شان سڪندريءَ ۾ .



١- * ونگي وارن ڪيو قابو، ڦٽي دل تير نيڻن جي،
هٿيون هرگز نہ گهورون، گهوٽ جون گهائل بنائڻ ۾.

٢- ڏنگن ٿا ۽ ونگن ٿا هي، سنڌ سهڻا سنبل سنبل،
رکي تو رمز ڪهڙي آ، ڪنڍيا ڪاڪل نبائڻ ۾ .

٣- نہ ڪر ڪو ڪار آي دل! درد، جي درياءَ ۾ هرگز،
خدا وٽ دير ناهي، قمر کي ساحل بنائڻ ۾ .

٤- اچو، هن 'بزم طالب' کي، بنايون بزم دنيا جي،
* مزو آهي "مدنو" کي، متہ ڪامل بنائڻ ۾ .

٥- هٿي قسمت ڦٽل هن جي، نہ آيو مور ميخاني،
وڏا وس مان هلايا، شيخ کي شامل بنائڻ ۾ .

٦- فقيرن جي ڦٽي دلڙي، پرين! تو ڇا پرايو آ،
مليو تو کي متا ڪهڙو، مزو بسمل بنائڻ ۾ .

---

* ادبي ڪانفرنس هالا ۾ پڙهيو ويو.
* طرح مصرح

٧- هميشه هَلُ پيو حُبّ ۾، نہ وچ تي ويسلو ويهج،
نہ مُوڪا! منجهہ مانجهادي ڪي منزل بنائڻ ۾،

٨- سنڀالي پير کڻ هن پرت، واري پنڌ ۾ 'عارف'!
گهٽا حيلا هلائي، نفس تو غافل بنائڻ ۾.



* تنهنجي طلب سچائي آهہ طالبن ۾ ڏوم.
عشقِ جناب جي آ، هيٺي عارفن ۾ ڏوم.

١- سڀڪو سچي سچائي ڏو يارو سُکن ۾ ڏوم،
مردن مگر سچائي آهي ڏوري ڏکن ۾ ڏوم.

٢- غيرن جا محل ماڙيون ڪڏهن بہ ڪم ڪين ايندا،
مردان ڏي سچايو پنهنجي ڪکن ۾ ڏوم.

٣- ڪنهن جي اچڻ جو آهي صبا، آندو اج پيام؟
چا ڪان سچي ويٺي آ هر سو چمن ۾ ڏوم؟

٤- يوسف تي هڪڙي مفتون زليخا هئي مگر،
حُسنِ حبيب جي ٿي، زمين و زمن ۾ ڏوم.

٥- ڪرها قطاري ڪيچ ڪوهيارل وٺي ويا،
سسئي ڪي سُورَ لاتي آهي ڏونگرن ۾ ڏوم.

٦- شاعر ڏيا ڪٺا لڳي محفل ۾ موج آ،
* شيرين سخن جي آهہ ڏي بزمِ سخن ۾ ڏوم.

٧- ڪاڪل ۾ قيد 'عارف المولي' ڪي اڄ ڏسي،
آهي سچي حُبُسَ جي دار و رسن ۾ ڏوم.

---

* مشاعره جهوڪ شريف ١٣٧٢ هجري.
* طرح مصرح

حاصل ڀلا ڪٿي سو مزو وصل يار ۾ .
جيڪو اچي ٿو لطف شبِ" انتظار ۾ .

١- قيد و قفس ڪمند آ ، دامِ وفا به آ ،
ظلماتِ پُر ضرر آ زلفِ نگار ۾ .

٢- پهرين پيار ڏيئي ميٺا ! پوءِ پري ٿئين ،
شل ڪو اچي نه ڦاسي زلفن جي ڄار ۾ .

٣- صيّاد جي گلا نه قفس جو آ ڏوهه ڪو ،
قسمت ۾ قيد هو لکيو فصل بهار ۾ .

٤- پنهنجو وطن ڇڏي مان آيس فقير ٿي ،
دلڙي لٽائي مون اچي تنهنجي ديّار ۾ ،

٥- تون جو لُٽي وئين سڀ آرام سک نه پوءِ؟
فرحت اچي ڪٿان ٿي دلِ بيقرار ۾ .

٦- موسم گلن جي آئي چمن سبز تر ٿيو ،
ساقي ڪٿي آ ساغر دورِ بهار ۾ .

٧- ماڻهو خدا کي ڳولن ڪعبه ۾ ۽ دير ۾ ،
'عارف' خدا ڏٺو آ ، تصوير يار ۾ .



ڪراچي ڏسي ، ڪوٺڙا ياد آيم .*
ڀراٽا ، ڀڪا ، پوٺڙا ياد آيم .

١- ڀڏي ساز ، آواز ، سُرندا ستارون ،
ڇم ڇيريون ، ڇنگ ڇَڙا ياد آيم .

---

* ١٩٦٦ع

٢- ڏسي محل ماڙيون ٿيو ساھ ساڻو،
ڇَپرَ، ٽوٽيون ۽ ڇڙا ياد آيم.

٣- ڏسي روڊ تي رش ٿيو روح ماندو،
پيلهاڙي جا ھَرَ ۽ ڪڙا ياد آيم.

٤- نہ من، موٽرن، لارين سان لڳي ٿو،
وطن جا وَڇيرا جَڙا ياد آيم.

٥- پيچي پور ڪريان صراحيون ۽ ٿرماس،
مٽي گهڙ گهونگهٽ ۽ گهڙا ياد آيم.

٦- غرارا ڏسي گول ۽ گهاگهريُن ڪي!
پنوهارن جون پوتيون پڙا ياد آيم.

٧- ڏسي وائلا، ڇيٽ ۽ اطلس،
اجرڪون چُنريل، پوتڙا ياد آيم.

٨- ڏسي تنگ باريڪ "بي لڄ" لباسن،
چڱا چُنيُون، چولڙا ياد آيم.

٩- نہ فرمائش ۽ قورمن رُوح ڦيريو،
مگر ڏُڌَ، مکڻ ۽ ڊوڏڙا ياد آيم -

١٠- ڪلفتن ڪنارو ڏسي ڏيل ڏڪيو،
پٽُون، واريون ۽ ڏڙا ياد آيم -

١١- وري جهٽَ وريَس 'عارفا'! آج اباڻي،
ڏُرَس ديس جا داسڙا ياد آيم -

* تنھنجي قدمن ۾ سِرُ جُھڪايو اٿم .
توکي پنھنجو خُدا بنايو اٿم .

١- مبتلا ڪش مڪش ۾ آھن ٻئي ،
حُسن ۽ عشق کي اڙايو اٿم .

٢- تنھنجي قدمن ۾ جان مان ڏيندس ،
پنھنجي قسمت ۾ ائين لکايو اٿم .

٣- ظالم مون پيي گھڻئي ستا ھا مگر ،
حُسن وارن کي اڄ ستايو اٿم .

٤- گردشِ دھر کان تہ آجو ٿي ،
تنھنجي زلفن جو طوق پايو اٿم .

٥- ياد تنھنجيءَ ۾ جيڪو دم گذري ٿو ،
زندگيءَ جو سو دم سجايو اٿم .

٦- تنھنجي ڳوڙھ جي لاءِ او جاني !
پنھنجي دل جو ڏيو جلايو اٿم .

٧- سڀ زماني سندا ڇني رشتا ،
تنھنجي دامن ۾ سِرُ لڪايو اٿم .

٨- 'عارف' مضطرب جي ڪٿھو ڪا خبر ؟
تنھنجو ڳولو گدا سڏايو اٿم .

# باب: "ن"

محبت ۾ سدا معمور آهيان.
بنا مئي جي بہ مخمور آهيان.

١- ڪڏهن اول، ڪڏهن آخر ٿي آيس،
ڪڏهن ظاهر، ڪڏهن مستور آهيان.

٢- ڪڏهن "ارني" چوان ڪڏهن "لن تراني"،
ڪڏهن موسيٰ ڪڏهن ڪوهہ طور آهيان.

٣- ڪڏهن غافل، ڪڏهن همراز آهيان،
ڪڏهن ظلمت، ڪڏهن پُرنور آهيان.

۴- ڪڏهن عابد ۽ زاهد ذوق وارو،
گناهن ۾ ڪڏهن مجبور آهيان.

۵- ڪڏهن پير مغان، بي پير ڪڏهن،
ڪڏهن ملان، ڪڏهن منصور آهيان.

٦- ڪڏهن دارون دواء درد آهيان،
ڪڏهن زخمن ڪان ٿڪنا چُور آهيان.

٧- ڪڏهن حاذق، هلايان حڪمتون ٿو،
ڪڏهن خود نينهن جو ناسور آهيان.

٨- ڪڏهن خوشنود، ڪڏهن خوشحال آهيان،
ڪڏهن سڙيل سجوڳي سُور آهيان.

٩- ڪڏهن خوشتر ڪلان ٿو ٿهڪ ڏيئي،
ڪڏهن راڙهو روئڻ زنجور آهيان.

١٠- ڪڏهن آهيان هٿين خالي گداگر،
ڪڏهن محبت سان ڀرپور آهيان.

١١- ڪڏهن سلطان، صاحب سوپ وارو،
ڪڏهن موڪو، منڊل، مزدور آهيان.

١٢- ڪڏهن گمنام ۽ گوشه نشيني،
ڪڏهن مُلڪن اندر مشهور آهيان.

١٣- ڪڏهن طالب، ڪڏهن موليٰ جو 'عارف'،
ڪڏهن ناظر، ڪڏهن منظور آهيان.



* غمِ عشق جي ماجرا ڇا ٻڌايان؟
محبّت جا رنج و بلا ڇا ٻڌايان؟

١- خطا ڪار آهيان خطا ڇا ٻڌايان؟
عجيبن جا لطف و عطا ڇا ٻڌايان؟

٢- سندن هر ستم دل کي ڏاڍو وڻي ٿو،
حبيبن جا جورو جفا ڇا ٻڌايان؟

٣- ڇيو نيث حاذق هي مجبور ٿيندي،
غمِ لا دوا جي دوا ڇا ٻڌايان؟

٤- اشد" موت کان انتظارِ عجيبا!
شبِ هجر جي انتها ڇا ٻڌايان؟

٥- ٿين هر ادا تان فِدا چنڊ تارا،
ٻڌايو ته يارو پيلا ڇا ٻڌايان؟

٦- سيه نانگ چڙ ماهرِ ڪامل کي ويڙهيل،
ٻي تعريف زلفِ دوتا ڇا ٻڌايان؟

٧- ڇوڻ کان عجيبن جا احسان اگرا،
ٻڌايو ته يارو! ڀلا ڇا ٻڌايان؟

---

* هالا نوان ڊسمبر ١٩٦٢ع

٨- بنا عرض جي غرض جن وٽ ٿين ٿا،
انهن کي ڀلا مُدعا ڇا پڙايان؟

٩- خدا کان پوءِ 'عارف' نه مِٽ مصطفيٰ جو،
حبيبِ خدا جي ثنا ڇا پڙهايان؟



ڏکي دل کي پون ٿيون ياد، وصلِ يار جون گهڙيون،
وساريان ڪيئن آهي مان؟ قسمت بيدار جون گهڙيون؟

١- بهاري هئي صنم هو ٻئي، ساغر لبن تي هو،
پئون ٿيون ياد سي هر هر، گل و گلزار جون گهڙيون.

٢- فراقِ يار ۾ آخر، ڪري گهٽيون مري ويندس،
اڪيليون ڪيئن گذاريان، عشق جي آزار جون گهڙيون.

٣- ڪڏهن ايندين مٺا جاني! ڇڏي مسڪين سان مانو،
اٿئي ڪي ياد تنهائي ۾، سندي اِقرار جون گهڙيون.

٤- سگهو سهڻو اچي ڏيا؟ موت پڻ منظور آ مون کي،
خدايا! جلد پوريون ڪر، دلِ بيمار جون گهڙيون.

٥- گهڙو هٿ ۾ ڪٺي سهڻي، گهڙي درياءَ جي موجن ۾،
ڪنديوٺي ياد لڙهندي پڻ، مٺي ميهار جون گهڙيون.

٦- رهين تون هر گهڙي خوش تون، مٺا! محفل ۾ غيرن سان،
مگر گذرن ڏکيون ٿيون، 'عارف' ناچار جون گهڙيون.

سنڌم تنهائين ۾، نــاز فــرمائــڻ ڪــڏهه ايندين؟
ڪڏي قسمت جي آونداين کي چمڪائڻ ڪڏهن ايندين؟

١- ڪڏهن ايندين دل مضطر کي ريجهائڻ ڪـڏهـن ايندين؟
سنڌم سرد ۾ گرم آهـن کي، شرمائڻ ڪڏهن ايندين؟

٢- بصد نـاز و ادا محفل کي، گرمائڻ ڪڏهن ايندين؟
مٺا! خاموش جسمن کي ته، ڏڪائڻ ڪڏهن ايندين؟

٣- وڏا تـو وِرهه وارا وَرَ، گلي منهنجي ۾ جيئڻ جاني!
پـريـمـي پيچ سـي پهر، پرين! پائڻ ڪڏهن ايندين؟

٤- مٺيون ڳالهيون مٺا! تنهنجون ڪري دل ياد روئي ٿي،
محبت جـا مٺا نغمان، وري ڳـائـڻ ڪـڏهن ايندين؟

٥- وِڇايُم وار واٽـن تـي، آڏايـم جـاه اکين ۾،
اگـڻ 'عارف' جـي مهماني، ڪيلي ڪائڻ ڪڏهن ايندين؟

٦- لڪايو مـون خـزانـو دل، سنڌو دنيا جي دردن کان،
چـپـن جي چاهه چـس ڏيئي، سـو چورائڻ ڪڏهن ايندين؟



ڪرم فرمائي دلربا آيو اڄ گهائل جي گهر تائين.
سنڌم "آهه رسا" پهتي وڃي دلبر جي در تائين.

١- ويو وچڙي جڏهن جاني، ته دل مان آهه وئي نڪري،
تعاقب ۾ نـِگـهه ويئي، سنڌم حـد نـظـر تـائين.

٢- لـب لالا جي سرخي کان، شفق رنگ حنا ورتـو،
سياهي زلف جـي پهتي، قيامت جـي ڪـر تـائين.

٣- حيات و مـوت جي آ، ڪشمڪش ۾ زندگي جڪڙيل،
خدا ڄاڻي رهان يا نا رهان؟ تنهنجي خـبـر تـائين.

٤- اچي يا نا اچي هي شب؟ غنيمت آهه او سـاقـي!
پري ساغر هٿن سان پيار، پيالن کـي سـحـر تائين.

۵- وڪوڙي وڌي سياهي، ظلمتن گهرو ڪيو ڇوڙس،
لڳا ڪسڪي ڪنڊا ڪاڪل، جڏهن ڪارا ڪمر تائين.

۶- ڪٺل ڪنٻڙائيون، بازو ٽٽل، ۽ دامَ ڦٿرن ۾،
ڪٺل قسمت سندي هيءَ ڪونج، ڪيئن پهچي وڳر تائين.

۷- اڃان تون جُبي و دستار ۾ واعظ آهين وڙهيل،
مگر انسان اڄڪلهہ جو تہ، پهتو آ قمر تائين.

۸- ضيائي حُسن جانان، هر طرف ٿيو جلوه گر آهي،
نہ هي محدود آهي پَرتوو، شمس و قمر تائين.

۹- شهيدِ ناز کي ’عارف‘، ٿيو معراج هي حاصل،
هليو رُئندو صنم سهڻو، جنازي سان قبر تائين.



مِنا محبت مجلس سندا مور آهن.
هزارن دلين جا مگر چور آهن.

۱- سڪندر ۽ دارا جي حُجت نہ جت ڪا،
زوراوَر زبردست شهزور آهن.

۲- نجومين سندي نور پرور نگاهنَ،
سجُ ۽ چنڊ، ماڻهو ملڪَ گهور آهن.

۳- بنا عشق بي نُور آهي حياتي،
محبت بنان آدمي ڍورَ آهن.

۴- اٿون زاهدن لئہ ادب پر ادا ڙي!
اندا عشق کان هي ڪٿا ڪورَ آهن.

۵- اُٿي ويٺي ’عارف‘ پچارون پرينءَ جون،
حسينن جا هردم هنيئن هورَ آهن.

پنهل ساڻ پيوند پاڻ ڏنوسون .
سڪيو روح رڻ ۾ رلائي ڏنوسون .

١- هيو عشق جانان اسان جي ڪرم ۾،
مقدر جو لکيو پڙهائي ڏنوسون .

٢- نه پئي ڪنهن پرينءَ کي پائيءَ برابر،
اثر "آهه" جو آت هلائي ڏنوسون .

٣- شب وصل روشن نه هئي ڪاش ٿيئي !
وڇوڙي جو ديپڪ جلائي ڏنوسون .

٤- نه مٽ ملڪ ۾ محبتّ جو آهي مٽورنهن،
هي سنسار سارو چتائي ڏنوسون .

٥- نه ڏک ۾ ڏنو ساٿ ڪنهن يار سنگتيءَ،
زمانو سچو آزمائي ڏنوسون .

٦- ڇيو يار ثابت قدم آهين 'عارف' !
گهٽو ٿي اوهان کي سٽائي ڏنوسون .

٧- وڏو لطف آيو ۽ فرحت ملي آ،
غزل تنهنجو 'عارفا !' ڳائي ڏنوسون .



مٺا محب تنهنجيون لکين مهربانيون .
ڳچيءَ ڳل ڳرهاٽيون، پيا ڳوپ ڳانيون .

١- سدا ساهه سيني ۾ سهڻان ٿو سانڍيان،
هنيئي جي هٽن سان ڪشي قرب ڪانيون.

٢- ڪين خان ڪئين نان، تنهنجي تڏي تي،
هلن هوت هر جاهه سنڌهه موڪ ماڻيون .

٣- هجين شـاد، آبـاد هـردم حبيبا،
مٺا شال ماڻي هي جوين جـُوانيون .

٤- سڪندر ۽ دارا ڪندا همسري ڇا؟
هلن هـر جڳهه تـي سنڌهه حڪمرانيون .

٥- اڪين ٺار، 'عارف' جا احسن عجيبا!
اچو تا ڪيون ڪي قرب جون ڪهاڻيون.

○

## باب: "ل"

ناز تنهنجي جا لکين عاشق قتيل .
تنهنجي صورت تنهنجي سيرت بي عديل .

١- لعل لَبَ تنهنجا دوا ٿيا درد جي ،
چشمِ بسارت ڪيو مون کي عليل .

٢- نفس ۾ حرص و هَوَس جا ڪيئين شڪار،
مگر آهن عشق وارا ڪي قليل .

٣- عشق جي راهه ۾ ادا ! گم عقل ٿيو ،
بي ثبات و بي نشان و بي دليل .

٤- رحمتِ حق بي شمارو بيڪران ،
جنهن ڪيو هو باه کي باغِ خليل .

٥- قرب ري پيو ڪير هي سختيون سهي،
ڪات هيٺان ڪهن آيو اسمعيل .

٦- جُبُّو ، دستار ، تسبيح ، وَ عصا ،
عاشقن جا ويا لڙهي درآبِ نيل .

٧- 'عارفا' بيمار فرقت جا نشان ،
چشم تر ، فرياد ، آهون ، رنگ پيل .

عشق ڪعبه، عشق قبله، عشق آ ايمان دل.
عشق مذهب، عشق مشرب، عشق آ قرآن دل.

١- عشق اول، عشق آخر، عشق اظهار ۽ نِهان،
عشق ميوو لا مڪاني، عشق آ بستان دل.

٢- عشق اسرار "اناالحق"، عشق اسرار خودي،
عشق تفسير محبت، عشق آ ديوان دل.

٣- عشق آ هم من ۽ عشق آهي همه اوست،
عشق آ ميخانهء دل، عشق آ پيمان دل.

٤- عشق آ باغِ ارم ۽ عشق پروازِ فلڪ،
عشق زاد راهه آ ۽ عشق آ سامان دل.

٥- عشق مقصد، عشق مطلب، عشق رهبر رهنما،
عشق هادي آهه 'عارف' عشق آ عرفان دل.



* عشق جي ڏور عزيز ۽ منزل،
ڪي اُت ڪاهي پهچن ڪامل.

١- عشق آويڙو، جيءَ جو جهوڙو،
عقل نه آيو نيهن کي نيڙو،
پُڌ سُڌ جو پيو پار ۾ پيڙو،
عاقل پيو اُت تيڙا جاهل.

٢- عشق جو دريا اَلٿ اوپارو،
پيو نه ڪنهن کي پار پسارو،
ڪوٰ ڪوٰ طلبي طوفان طوفان،
سوين پُڪارين ساحل ساحل.

* ١٥ سيپٽمبر ١٩٥١ع 'ريڊيو اسٽيشن حيدرآباد جو افتتاح'

٣- عشق اڱڻ ني پير گهمايا ،
زهد ، عبادت ، ذوق وڃايا ،
لاشڪ نيهن نظارا لايا ،
برهم بڻايا ڪوڙين بيدل .

٤- نوڻ نسنگ ، ڏنگ ڊنگ سان مارن ،
ڪج آبرو ، تلوار اُلارن ،
سهڻا پنهنجو پاڻ سينگارن ،
گهوٽ گهورن سان، ڪن ڪئين گهايل.

٥- عشق عقل جو ڏنگ ڊگهو آ ،
سچ آيو ۽ ڪوڙ ڀڳو آ ،
نال طريقت جو تہ وڳو آ ،
حق حق آ ۽ باطل باطل .

٦- ”و في انفسڪم“ يار اُلايو ،
گهات انهيءَ دلڙيءَ کي گهايو ،
گيت ”اناالحق“ جو ڪنهن ڳايو ،
ڪير ڪُسي تو ڪير آ قاتل .

٧- ”ونحن اقرب“ ويجهو ماهي ،
عشق جي ’عارف‘ اوڳاهي ،
برهم جي بالا شاهنشاهي ،
وحدت جو ٿي ڏس تون واصل .

## باب : "س"

* رهان ٿو سوا اُن جي دائم اُداس،
اکين کي عجيبن جي آمد جي آس.

١- غمِ يار، حسرت ۽ ارمان وياس،
رفيقانِ دل همنشين آس پاس.

٢- ٿيان مست مخمور مئي ۾ ميٺا!
ڀَرِ ساقيا! آبِ آتش لباس.

٣- اُڇايل دَهن تشنه کام کي،
پري پيار، لب لعل شيرين گلاس.

٤- ڪريو داد فرياد ناشاد جو،
ٻڌي عرض، آهه و فغان التماس.

٥- محبت جي بيمار بي جان کي،
ڪُهي آهه قاتل! خلافِ قياس.

٦- "زمشڪين جعد" ماهرو يار جي،
اچي باغ ۾ هرطرف بوءِ باس.

٧- اچين جي مزارِ غريبان تي،
ته مرحوم دل جي اُجهامي پياس.

٨- مجازي محبت، منجهان مرد ٿي،
شريعت، حقيقت، طريقت شناس.

---

* ڀهريون شعر 'اديب سنڌ' ١٩٤٢ع

٩- ڀلي لاش منهنجو رُلن ۾ رُلي،
ڪُتا کيچ وارا کين، منهنجو ماس.

قيامت ۾ شافع محمّد مٺو،
نہ ڪر 'عارفا' حشر کو جو هراس.



حيّاتيءَ تائين توسان دلربا ناتو نڀائيندس.
قدم راهہ محبّت مان، نہ هر صورت هٽائيندس.

١- جي آبرو عزّت ۽ مال مايا وڃي تہ ڇا ٿي پيو؟
سڄڻ تنهنجي ڀليان سر ساهہ جو سودو لڳائيندس.

٢- ڀائي جامُون، ڀڏي ڇيريون وڃائي ورهہ جي ونجهلي،
نہ مان هڪڙو، مگر تو لئہ سڄي دنيا نچائيندس.

٣- جَفائون جيءَ منهنجي تي ڀلي لالڻ ڪري ليڪن؟
ڇمر جنهن کي سڄڻ سائين! نہ تنهن سان سينو ساهيندس.

٤- جٿلن جيرا، قُفڙ قاتن، جدائي ۾ مِٺا جاني!
اکين جي آب سان دل جان جي آتش اُجهائيندس.

٥- ڀُڏڻ وارا جي ڀڏڻ چاهين، منهنجي دل سنديون دانهون!
تہ هڪ هڪ سُور سيني جو، سڄڻ ساري مِٽائيندس.

٦- ڪيئي کو دادُ منهنجي دانهن جو تہ بهتر ورنہ؟
محشر کان اڳي دنيا اندر محشر مچائيندس.

٧- ڀلي مون کي وساري وڃ، مگر تون ياد ٿي رهندين،
وڃي واتون وندُر واريون، ڀِرهہ واري وسائيندس.

٨- اڇين جيڪر اڳڻ جاني تہ اکين ۾ ڏيان جايون،
ويهڻ جي واسطي، هي وارڙا واري وڇائيندس.

٩- ڏِڪارين جي ڏوتارين سڀ سنڌ وس ۾ مٺا آهي،
تڙائون جي ڀنهنجو طالب نہ تہ ڀرہ منهڙو مٽائيندس.

۱۰- نہ تنھنجو ڏوھہ آ سھڻا! نہ ڪي روا۽ رقيبن جو،
ھي ساريون حسرتون، پنھنجي قتل قسمت کان پائيندس.

۱۱- پورڙي مَن ماجھہ پاروچل، سڻي ’عارف‘ سنديون آھون،
اھي سِڪ سوز جون ڳالھيون نہ ٻئي ڪي ٻڌائيندس.



ھر دو جڳ جو تون جلوہ ماڻيندين،
دل جي آئيني کي آجاري ڏس.

۱- مون لئہ مَستي اھاڻي ڪافي آ،
پنھنجي نيڻ جو جام پياري ڏس.

۲- تنھنجي چشمن تان جان نثار ڪندس،
نيڻ نازڪ ڪٽي نھاري ڏس.

۳- تا حياتي غلام تي رھندس،
قول پنھنجو پرين تہ پاري ڏس.

۴- ڪانہ ھاڻي ڪندس ڪا گستاخي،
پنھنجي پيرَ ۾ مٺا! ويھاري ڏس.

۵- پاڻھي تو تي پتنگ ٿيندا فدا،
پنھنجي دل جي شمع تہ ٻاري ڏس.

۶- رات قيامت سندي اچي ويندي،
زلف پنھنجا پلي سنواري ڏس.

۷- زندگيءَ جي دوام چاھين تو،
پاڻ جيئري ڏي پار ماري ڏس.

۸- تو لئہ ’عارف‘ اکڙ مٺاري پيو،
رات ھڪڙي اچي گذاري ڏس.

* ڪنهن زماني ۾ دوستو! مان ماهِ ڪنعان ٿي رهيس،
۽ ڪڏهن قسمت سان يارو! قيدِ زندان ٿي رهيس.

١- آهه سنڌم عرش مُعليٰ تي تصور زاهدا!
گرچه ميخانه جو ظاهر خاڪ افشان ٿي رهيس.

٢- مون نه دلبر جي شڪايت ڪئي، نه دنيا جي گلا،
بهر صورت پنهنجي قسمت تي ته خندان ٿي رهيس.

٣- منهنجي دل مان ميٽجي ويا رنج و خوشي وارا خيال،
عيد ۾ نوڙي محرم ۾ به يڪسان ٿي رهيس.

٤- گهر بنايم مال ميڙيم ۽ ٿيم اولاد پڻ؟
بي بقا دنيا ۾ مانجهاندي جو مهمان ٿي رهيس.

٥- دل ڏنيم دلدار کي ۽ جان پڻ حاضر ڪيم،
سر نوائي سربسر پيش حبيبان ٿي رهيس.

٦- عشق درياءَ جي ڪائي ڪنڌي ڪانهي ڪٿي،
پين وانگر بحران ۾ مست حيران ٿي رهيس.

٧- منهنجو وارو اڄ به آيو ڪونه، صد افسوس آهه!
قتل گهڻن ۾ تيغ قاتل لاءِ پريشان ٿي رهيس.

٨- ڪيچ ادا جي ڪوٺ تي پي ڪونه ويندو آهيان،
قرب وارن وٽ ته اڻ ڪوٺيو پي مهمان ٿي رهيس.

٩- * منهنجي وحشت منهنجي چريائي ڏسو اي دوستو!!!
* جنهن ڪيو پنهنجو مون کي بس دور آن کان ٿي رهيس.

* مشاعرو ٢٧- مئي ١٩٥١ع، هالا * گرهه - * طرح

١٠- مون کي ڀي ڪنهن شان شوڪت سان نه آهي واسطو،
آهه بس پنهنجي تخلص تي ته نازان ٿي رهيس.



'عارف المولي' کان ڪهڙو ٿا پڇو وحدت جو حال،
وصلي واري وات ۾ خفقان و خيزان ٿي رهيس.

١- هڪ ته جڏهن تون آئين، محو لقا خاموش هوس،
ٻيو جڏهن مون کان وئين اي دلربا! خاموش هوس.

٢- هو صنم خاموش محفل ۾، حجاب و شرم کان،
مگر آهه مست مخمور لقا، خاموش هوس.

٣- ڪجھه چيائين ٿي بزيرلب تبسم سان مگر،
حسرتِ فرقت ڪري مان بي انتها خاموش هوس.

٤- هاءِ 'عارف! فرقت و اندوهه ۾ ٻيا چشمتر،
* هو جدا خاموش هو ۽ مان جدا خاموش هوس.



قرب سان ۽ پيار سان يا ظلم ۽ آزار سان.
* منهنجي دنيا هن لٽي ٿي، مان مگر خاموش هوس.

١- منهنجي گستاخيءَ کنان، هرگز نه ٿج سهڻا خفا،
رات مان تنهنجي محفل ۾ گهڻو مدهوش هوس.

٢- گرچ خوف محتسب هو، ته به حضور يار ۾،
رقص بربط تي ڪيم، مست ۽ مي نوش هوس.

٣- اڄ ته آهيان دور نا منظور، محروم وصال،
بلڪ هي^ هي! ڪاگهڙي همراز هم آغوش هوس.

٤- آءِ غم دلدار! تون ٻڌ ڇو اڄي مون سان رٺين،
مان ته اڄيئي بي وطن ۽ خانمان بردوش هوس.

---

* طرح اختر هالائي. — * مصرع طرح

٥- ٿي ڇيو مون کي عزيزن، مرگ دم ڇا حال آهه؟
ترجمان درد دل با نالهٔ خاموش هوس.

٦- ناهه منهنجي لاش کي گور و ڪفن جو احتياج،
مان ته اڳئي دامنِ رحمت ۾ پرده پوش هوس.

٧- ٿي ڪئي ناصح نصيحت، مٿي نه ٿي اي 'عارفا'!
پر بحڪم ماهرو مان بي خبر بي گوش هوس.



بزمِ الفت ۾ جڏهن پيتم محبّت جو شراب،
برهه جي برسات کان بيحال ۽ بيهوش هوس.

١- مست ۽ مخمور اهڙو، عشق ۽ الفت ڪيو،
گرچ واعظ ڪئي نصيحت، مان مگر خاموش هوس.

٢- ٿيو جڏهن همراز شاهِ حُسن مون مسڪين سان،
محتسب اڳيان به مست و محو نوشان نوش هوس.

٣- اڄ هي جامون عشق جو، آ زيب منهنجي جان کي،
هئي حقيقت ۾ تباهي، گرچ ريشم پوش هوس.

٤- ري ثنائي "ذوالجلال و مصطفيٰ" ٻي آهه ٻڪ،
خوامخواه تعظيم مجازيءَ ۾ ته ڪوشان ڪوش هوس.

٥- اڄ نه آهيان چشمتر، مان آن گهڙي جي ياد ۾،
وصل جي دربار ۾، دلبر سان هم آغوش هوس.

٦- هاهه عارف! ستمگر افلاڪ جي ظلمن ڪيا،
* هو جدا خاموش هو ۽ مان جدا خاموش هوس.

* مصرع طرح

# باب " ش "

* شب روز آهہ تنهنجي ديدار جي تلاش ۰
مون کي آ شاهہِ حسن جي دربار جي تلاش۰

۱- سيني ۾ شوق تير نِگھہَ جو ٿيو مگر ،
گردن کي آهہِ ابروء تلوار جي تلاش ۰

۲- ڪافر اڳيئي آهيان عشقِ جناب جو ،
باقي آ زلف يار جي زُنّار جي تلاش ۰

۳- * مون کان وڌيڪ ڪير آ دنيا ۾ بد عمل ،
* رحمت کي آهہ ڪھڙي گنھگار جي تلاش۰

۴- جنهن کي نہ آ عشق ، حبيب خدا ادا !
تنهن کي نہ آ دوزخ جي نار جي تلاش ۰

۵- ”خيرالوري“ ڇيو ٿي خيبر جي جنگ ۾ ،
فتحن کي آهي دلدلِ هسوار جي تلاش ۰

۶- روئي ڇيو قضا ٿي اصغر جي موت تي ،
حرمل جي تير کي هئي هِن ٻار جي تلاش۰

۷- ڪوئل ۽ عندليب جي مٺڙي زبان کي ،
آهي صنم جي شيرين گفتار جي تلاش ۰

۸- حالت حقير اهڙي ٿي جو خود ڇيو حبيب؟
مون کي آ پنهنجي ’عارفِ‘ بيمار جي تلاش۰

* ’اديب سنڌ‘ ۾ - * گرهہ - * طرح

مون کي آ پنهنجي يار جي ديدار جي تلاش.
بلبل مثال حُسن جي، گلزار جي تلاش.

١- بي پير و رند آهيان، خرابات جو نشين،
مون کي عصا نه جُبه و دستار جي تلاش.

٢- شيرين لبن جو ساغر، ساقي! پري پيار،
آهي اِها اوهان جي بيمار جي تلاش.

٣- مُشڪ عنبر ڪان پياري پيرن سندي پٽي،
اکين کي دلربا سندي پيزار جي تلاش.

٤- ڪعبه ۽ دير جو نه ذرا آهه مون خيال،
دل ۾ فقط آ مون کي دَرِ يار جي تلاش.

٥- 'عارف' نه باغِ جنت، حورن سندي طلب،
ليڪن آ دل کي، احمدِ مختار جي تلاش.



## باب: "و"

نچي نينهن نِسنگ نِروار ڪيو،
تنهنجو عشق عجب اظهار ڪيو.

١- ڇڏي زهد، عبادت، تقويٰ کي،
ڳِچِي، زلفن جو زنّار ڪيو.

٢- ڇڏي خام خوشيون ۽ عيش و طرب،
سر سورن جو سينگار ڪيو.

٣- سچ چوڻ کان مُڙيو ڪين مگر،
سِرُ، نيزي تي هموار ڪيو.

٤- اڄ فيض عام آ ساقيءَ جو،
هر مُلان کي ميخوار ڪيو.

٥- جهر جهنگ، جبل، ٻَرپٽ جهاڳي،
هلي دلبر جو ديدار ڪيو.

٦- 'عارف'! عشق جي آڻ مڃي،
سِرُ صدقي، ڏڙ کان ڏار ڪيو.



ڪيئن ڪنهن سان، ايڏو پيار ڪيو؟
پنهنجي پاڻ کي ڪين خوار ڪيو.

١- پل سهسين سڪن، سنسار ۾ پر،
هڪ ياور ياقي يار ڪيو.

٢- لَبَ، لبڙن سان چسپان ڪري،
سينو، سيني سان هموار ڪيو.

٣- دل، دل سان ملائي، پاڪر پائي،
پيارل ساڻ ته پيار ڪبو.

٤- اي نادان دلڙي! هوش ته ڪر،
ڪيئن پرده نشين کي خوار ڪبو.

٥- جي سهڻو ساقي! ساغر ڏئي،
پوءِ 'عارف' ڪيئن انڪار ڪبو؟



ڪيئن ڪنهن سان ايڏو پيار ڪبو؟
پاڻ کي پاڻهين نه خوار ڪبو.

١- ٿي چڪو پنهنجو پيرهن پُرزا،
هُنَ جو دامن به تار تار ڪبو.

٢- اڄ ته پنهنجن مٿان به پڪ ناهي،
ڪيئن پراون تي اعتبار ڪبو.

٣- جيڪو نازان آ خانداني تي،
عشق ۾ ڪنهن سو شمار ڪبو.

٤- سينو، سيني سان، لب سان لب جوڙي،
حُسنَ وارن کي همڪنار ڪبو.

٥- محفل يارَ ۾ هلي پهچبو،
ڏوهه اهڙو ته بار بار ڪبو.

٦- هُن جي ظلمن جا داغ ڌوئڻ لاءِ،
پنهنجي اکڙين کي اشڪبار ڪبو.

٧- هُن جي وعده وصال جو همدم،
تا دمِ مرگ، انتظار ڪبو.

٨- "رب" ارني" جو سوال ورجائي،
"لن تراني" کي آشڪار ڪيو.

٩- ترڪ دنيائي دون ڪري يارو!
عشق مولي جو اختيار ڪيو.

١٠- پل سوين ڀيرا سڪن مگر 'عارف'؟
زندگاني ۾ هڪڙو ڀار ڪيو.



دل تي چوٽ ته توکان نه هرگز جدا ٿيان.
پر ڇا ڪيان؟ جو قسمت آهي جدا ڪيو.

١- هجر و فراق جي چو شڪايت ڀلا ڪيان؟
انهن ته آهي مون کي، درد آشنا ڪيو.

٢- تنهنجي لبن ۾ آهي مسيحائي جو اثر،
منڙي ڏيئي مسيحا! دل جي دوا ڪيو.

٣- عاشق جو آهه ڪم ته وفادار ٿي رهي،
آءٌ ڪندس وفا، اوهين ڀل پيا جفا ڪيو.

٤- مولي جو آهيان 'عارف'، حسين جو مطيع،
مرشد مون پنهنجو، مالڪ هردو سرا ڪيو.



* خدايا داد ڪر تون، اسان جي التجائي جو.
اسان جي بيڪسي، غربت سندو ۽ نارسائي جو.

١- اسان کي چؤطرف مارين ٿيون، اڄ ڌاريون قومون،
اسان جي حال تي ڪنهن کي به ڪونهي رحم ڀائي جو.

٢- ڏسو اڄ قوم جا ليڊر، حڪومت ڪيئن هلائين ٿا،
غريبن کان وٺن رشوت، هڻن دم پار سائي جو.

* بزم مشاعره هالا ٣١ سپٽمبر ١٩٤٧ع

٣- جوانن ۾ جواني ويٺي، نه تن ۾ جذبهء همت،
طريقو ٿو وڻي تن کي، اڄ مگر دلربائي جو.

٤- ويو اڄ شاعرن مان قوم جي بيدارگي جو غم،
وڻي تن کي به ويو زالن جيان، نغمون جدائي جو.

٥- فقيرن پڻ ڇڏيو هي هي! نعرهء وحدت جو،
ڪري پيا ٽيڏ ۾ ٽيڏا، لڳو تن ڍنڪ پيائي جو.

٦- وڃي اسلام جي عزت، مسلمانن منجهان نڪري،
نه تن ۾ جوش ايماني، نه جذبو ڪبريائي جو.

٧- زماني مان وفا ويئي، جفا ۽ جنگ هر گهر ۾،
ڏنو شايد فلڪ آهي سبق هي بيوفائي جو.

٨- ڪپٽ ۽ ڪوڙ پيو ڪاهي، گلا، غيبت گهٽيري ٿي،
زمانو ويو ادا 'عارف'! سچائي ۽ صفائيء جو.



دنيا ۾ ڪوبه ناهي همسر فقير جو.
مولي ڪيو آ مرتبو، برتر فقير جو.

١- عرش عظيم آهي منزل فقير جي،
ظاهر اگر آ مؤمن ۾ سر فقير جو.

٢- ظاهر آ گرچه، مفلسي ۽ بيڪسي مگر،
سارو جهان آهه گداگر فقير جو.

٣- محبت فقير آهه، خدا جو حبيب پر،
بدتر ذليل آهي، منڪر فقير جو.

٤- محشر ۾ فيض جاري آهي فقير جو،
اذن شفا ۽ چشمه ڪوثر فقير جو.

٥- جي تو ڪي آهه ڏسڻي دربار رب جي،
تهدل تون ٿيءُ طالب بس، در فقير جو.

٦- ساره مان ڪهڙي 'عارف' ڪريان فقير جي،
الله پاڻ آهه ثناگر فقير جو.

جدائي جانبن جيءَ ۾، جڏو جُڙو جلي منهنجو،
حبيبن حُسنَ وارن سان، نہ هَي هَي! وس هلي منهنجو.

١- سڪان سارِيان سدا سهڻو، پڇايان پُور تو پاپل،
سجڻ کي سور اي ساٿي! سڻائج سڀ سلي منهنجو.

٢- وڃي چئجان تہ ويچارو! فراق ۾ مُئو ڦٿجي،
آڏر ڪانگل عجيبن ڏي، ڪنهن کي رَٿ ملي منهنجو.

٣- آهيان مان جيستائين يار جيئرو، تيستائين مون وٽ رهہ،
مرڻ کان پوءِ پَل وڃجان، سجڻ سانگو پلي منهنجو.

٤- مديني ۾ مران 'عارف'! چُمي چانئٺ محمد جي،
عرب جي پاڪ جهنگل ۾، رُلي لاشو پلي منهنجو.



ڀري ڏي جام اي ساقي! شرابِ ارغواني جو،
ڪيان حاصل پيڻ سان، سيرِ مُلڪِ لامڪاني جو.

١- نہ ڪر آزاد تون مون کي مٺا! زلفن جي زندان مان،
رهائي کان مزو آيم، قفس جي زندگاني جو.

٢- ڪيو مون پاڻ کي بدنام ۽ سر تي سَٺم سختيون،
ڪيو پورو مون حق آهي ادا پنهنجي جواني جو.

٣- سگهو ڏي ساقيا! ساغر، وڃان مدهوش ٿي جنهن کان،
ٿئي غم دور دل مان، حشر ۽ هن دَور فاني جو.

٤- مرڻ کان اڳ مري وڃ، "موتوا قبل ان تموتوا" ٿي،
مرڻ بين ناهيِ 'عارف'! لطف عُمرِ جاوداني جو.

* هر طرف الله جو جلوه نظر ايندو رهيو.
دم بدم دلدار جاني، دل اندر ايندو رهيو.

١- خط مليو اڄ آهه مون کي، مس اوهان جو آئي مِٺا!
ورنه؟ پڻ خالي هئين، نامه بر ايندو رهيو.

٢- دلربا جي حُسن جو مٽ پلا ڪيئن يوسف ٿئي؟
سر جهُڪائي با ادب، شمس و قمر ايندو رهيو.

٣- جيئن ڇڏائڻ جي ڪيم ڪوشش ته ڦٽڪان دام مان،
ڪنڌ ۾ تيئن قرب جو، وَرُوَرَ سحر ايندو رهيو.

٤- هجر جي شب جو ڪيان اي دوستو! ڪهڙو بيان،
شمع وانگر دل جو دونهون، تا سحر ايندو رهيو.

٥- مون ته پاتو ته وسڻ ويجهي آهي، اجهو ٿو جهٽ رسان،
پر محبت جو اڳيان بر، پر خطر ايندو رهيو.

٦- درد فرقت جي ڪيا ايذا ته ڳهرا گهاءِ جو؟
مرڻ کان پوءِ پڻ، مون کي خونِ جگر ايندو رهيو.

٧- ڪيئن سنڀالي آءٌ سگهان ها پاڻ کي اي هم نشين!
وارُ حُسن يار جو، هر با اثر ايندو رهيو.

٨- دلربا منهنجي عيادت لاءِ، نه آيو هاءِ! هاءِ!!
ڇا ٿيو گڏجي پيو سڀ ڏيهه، اگر ايندو رهيو.

٩- ڪين مارڻ تي متايا، جهانگين جا جهوپڙا،
مارئي کي ياد مارو، وَرُ، وڳر ايندو رهيو.

١٠- نور حق سان 'عارفا'! پر نُور اکيون ٿيون ته پوءِ؟
هر طرف الله جو جلوو نظر ايندو رهيو.

* ٨ جماد الاول ١٣٧٠ هه. مولي جي موقعي تي طالب موليٰ جي
صدارت هيٺ ٿيل مشاعره ۾ پڙهيل.

صفا تون کر يار پنهنجو سينو ،
رهي تو جهڙيءَ طرح آئينو .

١- ادا ! عداوت کان پاڪ ٿي ء ،
ڪڍي منجهان قلب ڇڏج ڪينو .

٢- مٺي محبت عجيب آهي ،
نہ اهڙو فضل ٻيو ڪو گنجينو .

٣- گلاب و عنبر کان وڌ آهہ سُرهو ،
ٻُت ۾ حسينان سندو پسينو .

٤- رهي ٿو درويش جي ٿي دل ۾ ،
خدائي الفت سندو خزينو .

٥- فقير ، رندن جي لاءِ يڪسان ،
ڪلاڪ ، هفتو ، ورهيہ ، مهينو .

٦- اٿم اُميدون الله ۾ شل !
ڏسان نجف ، ڪربلا ، مدينو .

٧- اُڪار احسان سان يا الله !
ٻُڏل هي ٻيڙو ، ٻيگل سفينو .

٨- نہ ڪيڏي دل منهنجي سان اي دلبر !
رهي آهہ نازڪ تہ نگينو .

٩- فراق مولي علي ۾ هردم ،
رهي ٿو 'عارف' جو چاڪ سينو .

تون بيگانو ٿو ڄاڻين، پر مون توکي آشنا سمجهيو؟
تو مون کي آهه ڇا ڄاتو؟ ۽ مون توکي ڇا سمجهيو؟

۱- هزارن آدمين جو آهيان حاجت روا ليکن،
نه تو پنهنجي سڪايل کي، ڪڏهن در جو گدا سمجهيو.

۲- ڪري ڪعبه ۽ مسجد ۾ تو زاهد، شوق سان سجدو،
مگر مون تنهنجي صورت کي صنم! سجده روا سمجهيو.

۳- محبت تنهنجي سان آباد آ دنيا تصور جي،
نه مون آغوش دل مان، ڪنهن گهڙي توکي جدا سمجهيو.

۴- ڏسي محفل ۾ ماڻهن کي، تڙاڻيءَ تي ميٺا! مون کي،
اگر تو تي جفا ڪئي، مگر مون تي وفا سمجهيو.

۵- سٺي ناله و فغان منهنجي، زياده تو ڪئي سختي،
مون ان انجام حسرت کي، نتيجهء التجا سمجهيو.

۶- هوس گمراهه، ڀٽڪيل، بيخبر، بي راهه يارو! پر؟
ٿيس 'عارف' جڏهن مون مصطفيٰ کي رهنما سمجهيو.



جنهن کي سمجهائي خدا، تنهن کي منجهائي ڪير ٿو.
جنهن جو حق هادي ٿئي، تنهن کي ڀٽڪائي ڪير ٿو.

۱- هين آڏي جي آر تي ايندا ڪڏي عاشق ادا!
قرب وارن کان سواءِ، ڪنڊڙو ڪڍائي ڪير ٿو.

۲- ٿيون اچن پلپل پوڪارون، ٿا ٻرن مچ عشق جا،
درد وارن کان سواءِ، دونهان دکائي ڪير ٿو.

۳- سوز فرقت جا ستايل ڏي ڪندا ريهون رڙيون،
گهور جي گهايل سوا، گوڙها وهائي ڪير ٿو.

۴- نينهن جا ناچو نچن ٿا، عشق جي آيوان ۾،
روره وارن کان سواءِ، ونجهاڻون وڄائي ڪير ٿو.

٥- برهه جو هي بارُ باري، کي کڻن نانگا نهال،
نينهن جي نيهيءَ ٻنان، ناتو نڀائي ڪير ٻيو.

٦- انگ ازلي هر طرح آهي ادا! پرڙو ضرور،
قلم قسمت جو لکيو، تنهن کي مٽائي ڪو ٻيو.

٧- دم "اناالحق" جو هڻي ٿو، مرد ڪو منصور ٿي،
'عارف المولي' ٻنان هي گيت ڳائي ڪو ٻيو.



ناز مان نرگس ڪڻي، نازڪ نهاريندو ويو.
تير نيڻن جا هلائي، محب ماريندو ويو.

١- سينو سيني سان ملائي، لب رکي لبڙن مٿي،
پرت جا پيارل پيالا، پُر پياريندو ويو.

٢- ٻئي وجهي ٻاهون ڳلي ۾، چاهه مان چپڙا چمي!
ڏئي دلاسا دل جڏي کي، جانب جياريندو ويو.

٣- مون چيو ايندين ڪڏهن، روئي چيائين يا نصيب!
ڳاٽ ڳوڙهن سان پري، لس لڙڪ هاريندو ويو.

٤- سڀ اميدون آرزون، 'عارف' رهيون اڌ ۾ مگر،
غم سڄڻ جو، جان کي ڳاريندو ٿي ويو.



مهتاب منهن تان برقع هٽائي هليو ويو.
محفل کي محو خواب بنائي هليو ويو.

١- ڏيئي نگاهه ناز سان، پيغام آرزو،
دل جو تہ انتظار وڌائي هليو ويو.

٢- دشمن جي خوف کان نہ ڪجهہ ڪڇيو زبان سان،
اکيون مگر اکين سان ملائي هليو ويو.

٣- سوز و فراق، درد سان ۽ انتظار سان،
دنيا هئو منهنجي دل جي وسائي هليو ويو.

۴- مون کان اهڙي خطا ڪانہ ٿي مگر ؟
محبوب جانان ، منهڙو مٺائي هليو ويو .

۵- منهنجي جگر کي، دل کي، ساه کي، سيني کي،
’عارف‘! حبيب، گهور سان گهائي هليو ويو.



مست نظرن جو اِشارو ٿي ويو .
راز دل ظاهر تہ سارو ٿي ويو .
پاڻ کي جنهن بحر الفت ۾ سٽيو ،
تنهن لئہ هر ڪَنَّ ۾ ڪنارو ٿي ويو.

۲- زخم کائڻ جي پئي عادت اٿم ،
هر ستم تنهنجو تہ پيارو ٿي ويو .

۳- اج وري آيو عجيبن کان عتاب ،
رات هڪڙيءَ جو گذارو ٿي ويو.

۴- هن ڇپو مرُ ڪين مان اينداس ضرور،
زندگي جو ڪجهہ سهارو ٿي ويو.

۵- ٿي ويا تنهن جا پئي روشن جهان ،
جيڪو ’عارف‘ عشق وارو ٿي ويو.



محبت ۾ جي سِرُ، تَنُ کان جدا ٿي پيو تہ ڇا ٿي پيو؟
هي هڪڙو بار الفت جو ، ادا ٿي پيو تہ ڇا ٿي پيو ؟

۱- بنايو پاڻ کي سوُرن سهڻ جو آهہ مون عادي ،
هي منهنجو دردِ فرقت، لادوا ٿي پيو تہ ڇا ٿي پيو؟

۲- پلي محبوب منهنجو خوش ٿئي، رَت مان رڱي هٿڙا ،
هي منهنجو خُون دل، رنگِ حنا ٿي پيو تہ ڇا ٿيو ؟

۳- هزارين سرَ هجن جيڪر تہ گهوري گهوت ڏان گهوريان،
هي سِرُ سهڻل جي قدمن ڏان، فدا ٿي پيو تہ ڇا ٿي پيو ؟

٤- ڪري گستاخيون هوندي ٻه، جيڪو مهربانيون ٿو،
آهو جي هڪ دفعو، ٿورو خفا ٿي پيو ته ڇا ٿي پيو؟

٥- ڪيو مظلوم ۽ محتاج جي ڪا ياوَري يارو!
اگر ڪو پاڻ لئه حاجت روا ٿي پيو ته ڇا ٿي پيو؟

٦- سڄي دنيا سندهءِ آ طالبِ ديدار او سهڻا!
هي 'عارف' هڪڙو مشتاقِ لقا ٿي پيو ته ڇا ٿي پيو؟

٧- سوين دارا، سڪندر تا سندهه دَرَ تي رهن سوالي،
هي 'عارف' ٻي اگر تنهنجو، گدا ٿي پيو ته ڇا ٿي پيو؟



محبت جو ناز و گلستان هوندو.
خزان جو انهيءَ ۾ نه نيشان هوندو.

١- غمِ عشق جنهن جي ادا ناهه دل ۾،
آهو آدمي ناهه، حيوان هوندو.

٢- ٻڌلي ڏس ٿون ڇيريءَ جگر منهنجو جاني!
منجهس قرب تنهنجي جو ڪانُ هوندو.

٣- ڇتا ڏوڙ ڇانئيل، گريبان ڦاٽل،
اهو سوز وارن جو سامان هوندو.

٤- ٻڌلي ڪو آڏاڻي ڪٿي محل ماڙيون،
مگر چند گهڙين جو مهمان هوندو.

٥- هتان هرڪو يارو! لڏي ويندو آخر،
سڪندر يا ٿوڙي سليمان هوندو.

٦- بدلجي زمانو ڪٿي ڪوڙئين ڀيرا،
مگر پاڪ منجهن ڪان قرآن هوندو.

٧- خدا جوڻي چاڙهو اهو حڪم يارو!
ﷺ جو جيڪو به فرمان هوندو.

٨- اسين ڇو ڊڄون؟ باهه، دوزخ کان 'عارف'،
اسان تي پنجتن جو ته احسان هوندو.



ڪٿي پئي ڪٿي جي سندم يار هوندو؟
ته سهڻن سڀن جو، سو سردار هوندو.

١- ٻهارين سان ڪهڙو، انهيءَ پيار هوندو؟
ڦِٽل جنهن جي دل جو ته گلزار هوندو.

٢- انهيءَ کي نه وڻنديون زماني جون خوشيون،
ادا! عشق جو جنهن کي آزار هوندو.

٣- اکيون آليون، وارلٽيون ۽ ڪفني،
اهو عشق وارن جو سينگار هوندو.

٤- پلي منهنجو سينو تون ڇيري ميٺا! ڏس،
ته تير، نگهه، دل منجهان پار هوندو.

٥- انهيءَ کي نه حورون ۽ غلمان وڻندا،
ڏٺو جن حبيبن جو ديدار هوندو.

٦- سنده وصل جو، جنهن پيالو ته پيتو،
سو هرحال ۾ مست سرشار هوندو.

٧- ڪِرِڙيل چنڊ، گلشن، صنم، دَور ساغر،
پيو ڪان آئي، ڪنهن کي انڪار هوندو.

٨- مٺا! پنهنجا لبَ آرسيءَ ۾ ڏي چِمجان،
اهو هن مسافر سندو پيار هوندو.

٩- او ناصح! قيامت ۾ پئي ياد رکجان،
اسان جو اوهان کان جهڳو ڏار هوندو.

۱۰- "شرابا طهورا" آني ڪهڙن پيئندو؟
جو هيت ڏي نہ ميڪش نہ ميخوار هوندو.

۱۱- ڪندو ناز، پيري ۾ اميريءَ تي جيڪو،
اهو عشق ۾ ڄڻ اڃان ٻار هوندو.

۱۲- اوهان کي تہ اعمال تي آسرو آ،
اسان جو آجهو لطف ستار هوندو.

۱۳- پلا ڪهڙو؟ 'عارف'! آني خوف خطرو،
جتي مير مدني مددگار هوندو.



* حڪيمن وٽ غم هجران سندو درمان ڪونهي ڪو؟
علاج دردِ دل آئي همنشين! آسان ڪونهي ڪو؟

۱- ڪيو سون عشق بازي ۾ وڏو واپار ورهن جو،
سڪايل دل ۾ سورن ڪان سواءِ سامان ڪونهي ڪو؟

۲- هتي سرُ ساھ، دنيا، دين، سڀڪجھ يار سٽو آھ،
ادا ڙي! عشق جو واپار ڪو آسان ڪونهي ڪو؟

۳- سوين راتيون گذاريون سين، ڳڻي ڦڻڪي، تڪي تارا،
عجيبن جي اچ ٻہ، اچڻ جو ڪو امڪان ڪونهي ڪو.

۴- هزارين ڦٿڪندا عاشق رهن ٿا، مرغِ بسمل جان،
نِگهہ جي تير جهڙو، ٻيو ڪو قهري ڪانُ ڪونهي ڪو؟

۵- اسين پنهنجي ڏي قسمت ڪان ٿا سمجهون، هي پلو لاڏون،
زماني جي ڏنگائي جو، ذرو ارمان ڪونهي ڪو؟

۶- اسين رند باده نوش آهيون، ساقي صراحي ڪل،
اسين ٻڪ تي ڏي پيئندا سون، اگر پيمان ڪونهي ڪو؟

* ۲۸ جون ۱۹۶۷ع بزم طالب المولي حيدرآباد ۾ پڙهيو ويو.

اسان کي پنھنجي آب چشم تي، ’عارف‘ توقع آھي،
٧- اسان تي ابر باران جو ڪوئي احسان ڪونھي ڪو؟

”وطن جي حب ايمان آھه“ فرمايو سچي سرور،
٨ نه سڪ ساڻيھه جي جنھن کي، اھو انسان ڪونھي ڪو؟

اڳئين کان آھه اگري سنڌ، ته به ھھڙا ٿين ھاڃا!!
٩- اسان ۾ ڪاش! ھوشو ۽ دريا خان ڪونھي ڪو؟

١٠- ويا ويڙھي لويا، رشوت، دغا، دولاب ڪاھي پيو،
لڏي ويا لوڪ مان شرم و حيا، ايمان ڪونھي ڪو؟



اڄ اسان جي حال تي، ساري دنيا روئي ڏنو.
بوند ٿي برسات پئي، آبرُ عطا روئي ڏنو.

١- جُھڙ ٿيا، بادل ٿيا، گوڙيون ٿيون گجگوڙ ڪن،
ڪيڻ جا تجلا ٿيا، ڪاري گھٽا روئي ڏنو.

٢- موسم برسات ۾، لالڻ لڏي ويو لوڪ مان،
ٻوٽي زلفن کان معطر ٿي ھوا روئي ڏنو.

٣- رات جو رڙيون پٽدي ۽ ڏينھن جو ڏسڪا سٽي،
سور وارن جي مٿان، صبح و مسا روئي ڏنو.

٤- ال احمدؐ چام تي، ڪي مھنھن ماتم جا ونا،
ڪوس ڪربلا جو ڏسي، قدر و قضا روئي ڏنو.

٥- ’عارف المولي‘ اکيون آليون ٿيون رھن رات ڏينھن،
عاشقن جي حال ھيٺي تي شفا روئي ڏنو.

## باب: "ق"

آهه مون کي پنهنجي دلبر، دلربا جو اشتياق،
محبت منزي، ماهه انور، مه لقا جو اشتياق.

١- برهه جو بيمار آهيان، بي وطن ۽ خستہ دل،
آهه مون کي لعل لب، شيرين دوا جو اشتياق.

٢- طالبِ ديدار آهيان، جستجوءِ وصل آهه،
ناهه مون کي باغ جنت خوشنما جو اشتياق.

٣- نازنين کڻ نيڻ نرگس، تير مژگان هڻ پلي،
آهه دل کي تو سندي مشق جفا جو اشتياق.

٤- عشق جو ڪافر مان آهيان، عشق منهنجو دين آهه،
آهه زنار صنم، زلفِ دوتا جو اشتياق.

٥- زاهد! تو ۾ ۽ 'عارف' ۾ فرق آ ايترو،
توکي حورن جو هوس، هنکي "خدا" جو اشتياق.



* منهنجي يارو! زندگي جو اچ وريو آ نئون ورق.
ٿي ويس دريائي الفت ۾ سراپاءِ غرق،

١- حسن جو حملو ٿيو، لٽجي ويا هوش و حواس،
عقل جي پئي پڪي ۾، برهه جي برحال برق.

٢- ويا وظائف ورد وسري، ڪٿھ پيا روزا نماز،
دمبدم دلدار جو نالو اٿم دل ۾ درق.

٣- برھم جي بيمار تي، آيا ميڙي حاذق حڪيم،
پر ورائي ويچ ويا، ڪڍن ڪيو ڪجھ ٻيي نہ فرق.

٤- شهنشاهي ڪان گدائي، عشق جي مون کي وڻي،
زيب زينت عاشقن کي، عشق جو ڏهر و دلق.

٥- جام وحدت جو پي 'عارف'! محو ٿي محبوب ۾،
پن پيائي کي ڏيٺي ڇڏ، پوءِ پسين هر جاءِ حق.

○

# باب: "ص"

ساقي! پيار مون کي جام شراب خاص،
جنهن ۾ مجي ملايل عرق گلاب خاص.

١- عالم چوَن ٿا شرع جو دشمن شراب آهه،
اهڙي عدوءَ کي نه، ڪهائن صواب خاص.

٢- محفل مچايون خاص محبت جي مغنّي!
جلدي ڪٺي مِردنگ، چنگ و رباب خاص.

٣- شب روز ٿا، رقيب جا مهمان ٿي رهو،
مون ڪان مگر ڇو آهي؟ هيڏو حجاب خاص.

٤- چنڊ تي اچن ٿا جيئن، ڪڪر ڪست مان چڙهي،
زلفن جو ئيئن، حبيب جي رُخَ تي نقاب خاص.

٥- دنيائـي بيوفا جو ڪيڙو ڏيان مثال،
جرَ تي هلي ٿو جيئن، گهڙي ڪن حُباب خاص.

٦- توريت ڇا زبُور ۽ انجيل يا فُرقان،
آهن اهي پلا، پر دل جو ڪتاب خاص.

٧- آهي نماز عشق، هي سُلاّ جو ڪم نه آهه،
ڪنهن جي وضوء لاءِ چشم و جگر جو نه آب خاص.

٨- واعظ! نه مون کي خوف قيامت سندو ڏيار،
منهنجو وسيلو آهي، سخي بُو تُراب خاص.

٩- منهن تي هڪ به ڳالهه ڪري ڪانه ٿو سگهان،
پر پٺت چيم، ڪندس ڪي سوال و جواب خاص.

١٠- الله نظر بدڪا بچائي، سندم حبيب کي،
آهي عروج تي اج حسن و شباب خاص.

١١- مرسل جو مرتبو ڏسو، معراج تي ويو،
جبرئيل جنهن جو خادم ۽ همرڪاب خاص.

١٢- رفرف به روڪجي وئي، احمد ويو آئي،
روح الامين ڪان به جتي هئو حجاب خاص.

١٣- افلاڪ جي ٿي زينت، جانب سندي جتي،
موسيٰ کي طور تي پئي آيو عتاب خاص.

١٤- قلزم ڪٿي ڪشش ته اچي قطرو بحر ۾،
احمد کي احد مليو، مگر بيحجاب خاص.

١٥- جيئن هو ڏٺو زليخا ننڊ ۾ حبيب کي،
مون کي اٿين سهڻا پسايو خواب خاص.

تنهنجو ته نظم 'عارف المولي' عجب آ،
آندو آ شاعرن ۾ جنهن انقلاب خاص.

## باب: "ض"

جلي هي جسم سندم، خاڪ ٿيو لهو جي عيوض،
نماز لاءِ تيمم ڪيم، وضو جي عيوض.

١- گلي ۾ ڪفني پائي، قران تو گليئن ۾،
وڻيم عشق جي خواري تي، آبرو جي عيوض.

٢- رهيو رقيب سان هربار هم سخن سهڻل،
ڏنائين مون کي اشارا تي گفتگو جي عيوض.

٣- نه آهه ڪابه تمنا ۽ جستجو هاڻي،
رهي تو تيرِ نظر دل ۾ آرزو جي عيوض.

٤- ڏسان تو خواب ۾ هر بار پنهنجي دلبر کي،
اچي تو روز تصور ۾ روبرو جي عيوض.

٥- خيال دل نان لهي ويو چمن جو 'عارف' کي،
رهي تو ذوقِ قفس هاڻي رنگ و بو جي عيوض.

## باب: "ڻ"

اينڌو عجيب منهنجي اڱڻ يار اڄ صبحاڻ .
پنهنجو پرين پساڻُ ديدار اڄ صبحاڻ .

١- آءِ دل! نہ ڦٽڪ خنجر قاتل لئہ هيترو ،
تنهنجو بہ جلد آيو اجهو وارو اڄ صبحاڻ .

٢- ڇاڪاڻ ٿئي ٿي دِقت، منهنجي تہ پيار جي؟
وينده لهي هي دل تان مگر بار اڄ صبحاڻ .

٣- پنهنجو انجام ڪڏهن پارڻو اٿيئي؟
جي پارڻو اٿيئي تہ پرين! پار اڄ صبحاڻ .

٤- پڇڻو اٿيئي تہ جلد پري پتہ اچ پرين!
ورنہ؟ مري ويندو هي بيمار اڄ صبحاڻ .

٥- آچ يار! موڪلايون ملڻ پوءِ يا نصيب!!!
قسمت ڪندي اي محب مٺا! ڌار اڄ صبحاڻ .

آهي اميد 'عارف' لطبِ حبيب ۾ ،
سهڻو تہ لهندو منهنجي سگهو سار اڄ صبحاڻ .

## باب : "ط"

غير جي در تي وڃڻ آهي غلط.
دلربا جو در ڇڏڻ آهي غلط.

١- محب جي محرابِ ابرو کي ڇڏي،
ٻئي کي سجدو ڪرڻ آهي غلط.

٢- بزم، جنهن ۾ ناهي جاني جلوه گر،
تنهن مڪان ۾ مئي پيڻ آهي غلط.

٣- دل جي ڪعبي کي ڇڏي زاهد ادا!
دير و مسجد ۾ وڃڻ آهي غلط.

٤- دوستيءَ جي ناهه قابل سنگدل،
بيوفا کي دل ڏيڻ آهي غلط.

٥- جي آهي آغوش ۾ دلبر ته پوءِ،
منهن ڇڏي پيرا چمڻ آهي غلط.

٦- مرد مؤمن لاءِ جز مردانگي،
هڪ گهڙي جڳ ۾ جيئڻ آهي غلط.

٧- "لاتمش في الارض مرحاً" ياد ڪر،
زور تيزيءَ سان ٽلڻ آهي غلط.

٨- 'عارفا'! ڪر ياد هڪ الله کي،
غير جي اڳيان جهڪڻ آهي غلط.

○

## باب : "هه"

بزم جانان ۾ سدا مسرور رهه،
نشهٔ ديدار کان مخمور رهه.

١- مست ٿي مئي پي سدا ميخاني ۾،
ماهروين جي اکيان معذور رهه.

٢- لعل لب جي ساغر سرشار کان،
محو ۽ مدهوش و چڪنا چور رهه.

٣- مچ ڏسي معرڪي پڙ ۾ پئو ٽپي،
دم انا الحق جو هڻي منصور رهه.

٤- دل گهري ٿي دائما او دلربا!
ديد منهنجي کان نه دلبر! دور رهه.

٥- سر سڃي سهڻي مثل مهراڻ ۾،
مه لقا! ميهار سان معمور رهه.

٦- اي غم جانان! عمر ٿل هجني دراز،
پر عروج اي نينهن جا ناسور رهه.

٧- چا ڪنديون 'عارف'! ڏنگايون ڏيهه جون،
محب جي اکيان فقط منظور رهه.

گرچہ توکي وصل منهنجو دلربا منظور ناهہ،
پر خدا جيڪر گهري هي ڏينهن پڻ ڪو دور ناهہ.

۱- ڪيئن لڪي سگهندين، سندم چشم تصور کان مٺا!
دور آهين جسم کان، پر دل تہ پيارا! دور ناهہ.

۲- هِن کي ڪوئي پي سگهي، هرڪ سندو مقدور ناهہ،
هي شراب عشق آهي، بادهء انگور ناهہ.

۳- واقف اسرار ڪو هوندو جو هيءَ دعويٰ ڪري،
ڪيئن "انا الحق" جو هڻي دم، جو ادا منصور ناهہ.

۴- وصل جي تدبير سهڻا! ڪا، نہ ڪا ڳولڻ کپي؟
مان تہ ڏس معذور آهيان تنهنجي تہ دل مجبور ناهہ.

۵- مُردہ دل سو آهي ۽ انسانيت کان پڻ پري،
جنهن جي دل ۾ درد ناهي، سوز ناهي، سور ناهہ.

۶- ذرّہ ذرّہ ۾ ڏسان ٿو جلوهٔ موليٰ عيان،
ڪير آهي؟ جو چوي ٿو هت خدا جو نور ناهہ.

۷- شڪوهٔ ديدار تو جهڙو ڪري؟ حيرت اٿم!!!
هي ادا 'عارف'! سچي عاشق سندو دستور ناهہ.



دنيا ۾ ڪوبہ ڪنهنجو همساز ڪين آهہ.
پنهنجو بہ پنهنجي جو اڄ دمساز ڪين آهہ.

۱- اڄڪلهہ جا يار، اڪثر اغيار ٿا رهن،
دل شڪن ٿيا گهڻا، پر دلساز ڪين آهہ.

۲- اي مرغ سحر عشق تون پرواني کان ٿي سِک،
جليل کي جان ٿيي، پر پرواز ڪين آهہ.

۳- سيني ۾ آهہ پنهان، نغمہء فراق پر؟
دل جي شڪستہ ساز ۾ آواز ڪين آهہ.

پڄري جو در، نہ کول اي صيّاد! ڇو تہ هاڻ؟
۴- پَرَ ڇا کندا؟ جي لذت پرواز کين آهہ.

دعويٰ رکن ٿا عشق جي، عاشق گھڻا مگر،
۵- عشق کندو ڇا؟ جي آهو جانباز کين آهہ.

غزني مان ويو لڏي اڄ محمود 'عارفا'!
۶- ۽ پڻ جهان ۾ سيرت آياز کين آهہ.



جلوهہ انوار مَولِيٰ، صورت دلبر ۾ آهہ.
ماهہ تابان، شمس دو عالم رُخ انور ۾ آهہ.

۱- جامَ ۾ جَم ٿي ڏنو کو مختصر ٽڪرو مگر،
جلوهہ ڪون و مڪان هن دل سندي ساغر ۾ آهہ.

۲- ٿي ٿئي دل جي صدا عرش مُعليٰ تي قبول،
طاقتِ پرواز پنهان نالئہ بي پَرَ ۾ آهہ.

۳- مرحَب و عنتر کي مارڻ فتح خيبر کي ڪرڻ،
اهڙي طاقت، قوت پرور علي حيدر ۾ آهہ.

۴- ڳوٺ وسيون ڪيم ڳولج؟ وَر تہ ونُڃن ويجهڙو،
دور دم دلدار ناهي، گهوٽ تنهنجي گهر ۾ آهہ.

۵- زاهد! ڊيڄار مون کي ڪيم، دوزخ کان ادا!
منهنجو هَٿ دامانِ مُرسل شافع محشر ۾ آهہ.

۶- گلشن دنيا ۾ آڏي آ بهاري 'عارفا'!
* اڄ فقط بلبل نہ، پر خود باغبان چڪر ۾ آهہ.

* طرح

اج ڪيو مون عشق جو واپار آهه،
هڪ آتش پيو هجر تيون آزار آهه.

١- سير ڏيئي صورت ڦُڏيم سهڻل سندي،
سو به بي پرواهه بي اختيار آهه.

٢- گهور جا گهايل هزارين، مان نه هڪ،
کو قتيل دل کو ستيل سنگسار آهه.

٣- لوڪ جا طعنا، بڌيون ۽ تهمتون،
عاشقن جو اصل ڪان سينگار آهه.

٤- وڃ وڃ پنهنجا ورائي حاذقا!
بس دوائي درد وصل يار آهه.

٥- درد وارن جي مسيحا! ڪر دوا،
لقب لائق تو سندو غمخوار آهه.

٦- آهه 'عارف' عشق تنهنجي جو اسير،
جو هميشه چشمتر دلزار آهه.



عاشق مضطرب هردم خسته دل حيران آهه،
قيس جي تصوير ڪاغذ تي به ڏس عريان آهه.

١- رکن موتين سان پريل جو چپا ڏيان آءٌ مثال،
غنچهءِ اميد آهي پرت جو پيمان آهه.

٢- ڪهڙي مذهب ۾ آ جائز دل رنجائڻ دوستو!
هي اتو توريت هي انجيل ۽ فرقان آهه.

بيوفا دلدار جو اي دل ! نہ ڪر تون انتظار ،
٣- هو نہ اڄ ڪلھہ ٻين ٽي يارن سندو مهمان آهہ .

ڇو هٿي تو خضر هيڏو رهبري جو دم ، ٻڌاءِ ؟
٤- عشق جي منزل ڪٿي ڪٿ ، عشق جو ميخان آهہ .

حالت مستي ۾ هاڻي ڪيئن ڪندو دستِ جنون؟
٥- تار تار آ پيرهن ، ڦاٽي پيو دامان آهہ .

ٿي ڇيو دوستن خطڙا ۽ تصويرون ڏسي ،
٦- هاءِ ! 'عارف' جي ادا هي گهر سندو سامان آهہ .



عشق جو اسرار سامايل خمِ ڪاڪل ۾ آهہ .
عرش تي آڏرڻ جي طاقت گهور جي گهايل ۾ آهہ .

١- محب منڙي جي ڏيان تشبيهہ ڪهڙي حسن سان ؟
برتو و پروين جو سچ ۾ آهہ مہ ڪامل ۾ آهہ .

٢- هر جڳہ جلوءِ نما آهي جمالِ حسن يار ،
ڪير ٿو چئي ؟ ماهرو مستور ٿيو محمل ۾ آهہ .

٣- ٿي فرشتن پڻ ڪيا سجدا جهڪي تعظيم سان ،
نورِ حق پوشيده آدم جي تہ آب و گل ۾ آهہ .

٤- شال تنهن منٺار کي هرگز نہ وسران يا خدا !
ياد جنهن دلدار جي شب روز منهنجي دل ۾ آهہ .

٥- زندگي منهنجي تي آهي هن کي پورو اختيار ،
* دم سندم خنجر ۾ ۽ خنجر ڪفِ قاتل ۾ آهي.

* طرح

٦- ٻڏي سندم آميد جي ڪشتي ڪناري تي پهچي،
منهنجي قسمت جو اچي ڏيو فيصلو ساحل ۾ آهه.

٧- ڇو نه ڪائي رشڪ تنهن محفل تي فردوس برين،
محب" منهنجو "طالب المؤلي" ته جنهن محفل ۾ آهه.

٨- عيش و عشرت ۾ رهي سرمست ٿو سرمائيدار،
جو ڪري مزدور محنت سو سدا مشڪل ۾ آهه.

٩- هڪ طرف مزدور ۽ هاري رهن اخلاس ۾،
ٻئي طرف مٺيُ ناچ گانا، صاحبن جي ٻِل ۾ آهه.

١٠- 'عارف' غريبن جا آگهاڙا ٻار سرديءَ ۾ ڏڪن،
۽ ستل صاحب جو ڪتو بسترهٔ مخمل ۾ آهه.

## باب "ڪ"

قدرتِ حق را بہ بين ، اي حضرت موسيٰ بہ ڪوه طور،
"لن[٨] تراني" بعد ٿيو ، پُر نُور هيڪاري وڏيڪ .

١- مان نازِ خوبان ڪان اڳيئي ، هوس مستان پر وري ؟
خمار جي چشمن ڪيو ، مخمُور هيڪاري وڏيڪ .

٢- بيمار فرقت جو ڪيو ، جيئن جيئن حڪيمن ٿي علاج ،
نونهن جو نيئن نيئن وڌيو ، ناسور هيڪاري وڏيڪ .

٣- مضطرب 'عارف' اڳيئي ، ملڪ ۾ مشهور هو ،
آه و زاريءَ ڪان ٿيو ، مشهور هيڪاري وڏيڪ .



## باب "ع"

* اڱڻ منهنجي طالب مِٺا يار – آهُ !
ڪري مِهر محبوب مُختار – آهُ !
سِڪان ساربان ۽ پوڪاريان پيو،
ڪيان روز دانهون، اي دلدار آهُ !

٢– مِٺا مهه لقا، محب ماهِ مُنير،
مُئل کي نه ماڻا ڪري مار – آهُ !

٣– ڇوي دل نديءَ جي ڪناري هلي،
وري ڳڻ گهمون سبز گلزار – آهُ !

٤– اوهان جي اچڻ لئه اکڙيون ٿيا آداس،
ٽڪا نيڻ روئي ته نروار – آهُ !

٥– نه زر مال، دولت جي خواهش اٿم،
فقط وصل جي آهه درڪار – آهُ !

٦– مان تنهنجي محبت جو آهيان گدا،
ڪپي مونکي تنهنجو ٿو ديدار– آهُ !

٧– نه هر روز توکي ٿو تڪليف ڏيان،
ڪڏهن ڪا گهڙي ڳڌجي گهار– آهُ !

٨– سليمان سُور ساراهيي سوڻي سندا،
ڪيان عرض احوال اظهار – آهُ !

* ١– ارجب ١٣٦٧ هجري

٩- اڪين ۾ اوطارا اوهان لئه عجيب ،
وڇايان ويهڻ واسطي وار ـ آهه !

١٠- اوهان لئه آڌايان ڪنياتا پيو ،
پڇان پانڌين کان پيو پار ـ آهه !

١١- ”تون، آءُ“ ٿيان ـ ”آءُ، تون“ ٿي وڃان،
هرگز چوان ڪونه پيهار ـ آهه !

١٢- ڏسي ڀل نه دشمن سڙن ساڙ ۾ ،
ملون پائي ڀاڪر ڀريا پيار ـ آهه !

١٣- نه ڪر دير جهٽ پنهنجي ’عارف‘ اڳي،
ڇڏي طالبا ! ترت تڪرار ـ آهه !



# سهرا

پڙهي توکي اَلحَمدُ سهرا پڙهن ٿا،
مٿئين مونهن رحمت سندا شها! وسن ٿا.

١- سِٽن ۾ سموندن مُکا موتي ميڙي،
مگر تاج تنهنجي منجهان تہ بہ گهٽن ٿا.

٢- ٽِڙيا سجُ ۽ چنڊ قربان توتان،
فلڪَ تان ستارا سلامي اچن ٿا.

٣- گِلي ۾ گُلن جا پُٺون هار پهڪن،
رُپي سون جا مينهن وَرنهہ وَسن ٿا.

٤- ڏسي حُسنُ حورون بہ حيران ٿيئڙيون،
پرين جي پسڻ لاءِ فِرشتا اچن ٿا.

٥- ڏسيو سُونهن سيّد جي دشمن سڙن ٿا،
مگر نوڙ مُحبّن سندا خوش ڪِلن ٿا.

٦- تون شاهہِ جهان، شاهہ مردان سونهارو،
سوين تنهنجي دَرَ تي سوالي پِرن ٿا.

٧- وڏا ڀاڳ تنهنجا ڪراچي! ٿيا جو،
منجهہ لال لاٿان لاڏون لهن ٿا.

٨- ملڻون ڀاڻ ۾ اڄ مُنتَزَہ جوانيون،
ملائڪ بہ صلواة دَم دَم پڙهن ٿا.

٩- چئو تنهنجو سهرو هي موليٰ جي 'عارف'،
ٻڌي جنهن کي ماڻهو، پکي پڻ نچن ٿا.

# سهرو

پڙهي الحمد تا سهڻي سڄڻ کي سڀ ڏين سهرا.
حورن پريون محبت مان ملڪ، ماڻهو پڙهن سهرا.

۱- گلستان دهر جي هر ڪلي مژده سڻائي ٿي،
پڙهن ٿا شوق مان بر ۽ بحر، دشت ۽ چمن سهرا.

۲- زري، زربفت، گوهر لعل ۽ موتين منجهان مڙهيل،
رخ دلدار تي ڪهڙا نه سهڻا ٿا لڳن سهرا.

۳- حورون حيرت ۾ پيئڙيون ۽ پرلون پيرا چمن آئيون،
پڙهن جڏهن جاني، گوهرن جا گلبدن سهرا.

۴- آيو ادب کان، چنڊ ۽ سورج سلامي ٿيو،
نه اڳ اهڙا ڏٺا هوندا ڪڏهن چرخ ڪهن سهرا.

۵- آهه سايو ساري دنيا تي، جو قبائي سروري
پلا پوءِ همنشين ڇو ڪين دامن کان وڏن سهرا.

۶- ڪٿي سبقت زمين، افلاڪ کان اڄ 'عارفا'! وٺي ڇو؟
اچيو ٿا ساڪنان عرش، سرور جا چمن سهرا.

# سهرو

پڙهي آلحمد تا سنهڻي کي ڀڏائن سهرا.
حورون پريون به خوشيءَ مان ٿيون ڳائين سهرا.

۱- پکي، ماڻهو مسرت مان نچن تا هر هر،
هڪ ٻئي کي ملائڪ به تا سڻائين سهرا.

۲- ساري دنيا جي گلستان جا گل آيا پر،
نه تا تم به ماهروءَ جي منهن تي جڳائن سهرا.

۳- هفت قلزم به نه پڇهم ڪري موتي سگهيا،
تنهنڪري رهجي آڌورا ويا آهن سهرا.

۴- پڇيو چنڊ، ڇو تا وڃن تارا گهٽبا؟
ڇيو سچ، شايد ڪنهن لئه تا بنائن سهرا.

۵- ڏسي شرمندو ٿيو شمس، رخ روشن کي،
مٿم انجم کي تا سرور جا لڄائن سهرا.

۶- ڏسي ڏوران تا ٿين سرها سڄڻ ۽ خوشتر،
پر تا دشمن جي جان جلائن سهرا.

۷- ميٺي منتار جو منهن پاڪ پگهر جي پيئڙو،
سيني سرور جي کي هر هر تا ڏکائن سهرا.

۸- صوفي سرمست ۽ شعراء و گويا گڏجي،
پڙهي سي پاڻ ۾ پلپل تا پڄائن سهرا.

۹- جڳ دنيا ۾ سخنور تا سڏائن 'عارف'،
سي نه هين ريت تا سهرن سان ملائن سهرا.

# مخمس

* ڳجهو آهي جو طوفان آهه هاريءَ جي پسيني ۾.

١- عجب حال آهه هاريءَ جو، هميشه هرّ هلائي ٿو،
وڃي جهنگ ۾ ڏئي ڦيريا، ڏڙا واريءَ جا ڍاهي ٿو،
ٽِڪي ۾ چا ٿڌيءَ ۾ هو، هلڪو هر وارڳاهي ٿو،
ڪٽي ڪاٽي هٽي ڪوڏر، سڄي کيتي سنڀاهي ٿو،
اکين کي اوجهرائيون ۾، رکي صد چاڪ سيني ۾،

ڳجهو آهي جو طوفان آهه هاري جي پسيني ۾.

٢- لتاڙي ٿو لنڊيون لوڙها، نه پيرن ۾ چڱل پادر،
ڪڇه پوکي جو دنيا ۾ اُگهاڙو سو رهي اڪثر،
لٽي آنڻ واڙي ڳاهي، مگر بُڪ ۾ آهو بدتر،
ڪري پل عيش پيو سيڪو، مگر هاري رُلي در در،
گذاري ڏينهن پڻ هڪ ڪون، ٿو سکيو مهيني ۾.

ڳجهو آهي جن طوفان آهه هاريءَ جي پسيني ۾.

٣- ٽڪل بازو، چڱل ڪپڙا بُکيو آ پيٽ هاريءَ جو،
پلي پيا موٽرون ماڻن، ته هنکي خرچ لاريءَ جو،
بتي تنهنکي مُيسر ناهه، روچ ريءَ رات ڪاريءَ جو،
اهو آهي فسانو آن جي، پُرغم عمر ساري جو،
سندس حسرت جو درياهُ، ٿو رهي بند آب گيني ۾.

ڳجهو آهي جو طوفان آهه هاريءَ جي پسيني ۾.

---

* طرح. ١٢-٥-١٩٤٧ع.

٤- هي شڪو ويا شڪايت ناهه، پر دل جي صدا آهي،
تہ "شاهوڪار ۽ هاريءَ سندو، هڪ ئي خدا آهي"،
مگر ڇو؟ حڪمران هڪڙو، ۽ ٻيو اُنجو گدا آهي؟
"ٻئي هڪ ٿي وڃن مولا!" سندم هي التجا آهي،
خدايا! آهه ڪا رحمت؟ سندءِ پنهان خزيني ۾،

ڳجهو آهُن جو طوفان آهه هاريءَ جي پسيني ۾.

٥- اُميدون 'عارفا' آهن، آهي پرور پڄائيندو،
اميرن ۽ غريبن کي ڪري يڪسان هلائيندو،
فلڪ پيما، در احمدؐ سندي چائنٺ چمائيندو،
رسول الله جو روضو، مونکي مولا پسائيندو،
محمد ﷺ مصطفيٰ مونکي گهرائيندو مديني ۾،
ڳجهو آهُن جو طوفان آهه هاريءَ جي پسيني ۾.

○

# مثنوي نوائي وقت

پيري پيار ساقي، کهڻو شراب.
ته آئيان زماني ۾ نئون انقلاب.

کڻي جام جم آڻ او جام ور،
پيئڻ سان جنهن جي کُلي پئي نظر.
پري پيار کو زندگي بخش جام،
حياتي سڄي تنهنجو هوندس غلام.
شراب محبت جو ساغر پيار،
لهي تا قيامت نه جنهنجو خمار.
سنده فيض جو غلغلو عام آهه،
سنده جام، کوثر سندو جام آهه.
پري پيار او ساقي! بيمثال،
طبيعت ۾ آيو اٿم نئون خيال.
ڏنم زندگي جا هزارين شراب،
وسارڻ گهران ٿو پراڻا خواب.
پيچن چاهيان ٿو مان چنگ و رباب،
نوان دل ۾ آهن اٿيا پيچ و تاب.
ڏسان ٿو سڀني جڳ جي پير و جوان،
آنهن کي آثارڻ جو آ امتحان.
ويا قوم جا فرد ٿي سرد تر،
آنهن کي آثاريان هٿي ٿو پٿر.
وکوڙي ويا غير منهنجو وطن،
اجڙ ٿي ويو هاء! سارو چمن.

پکي ديس وارا پيا رت روئن،
پسيو حال تن جو ٿا جيرا جلن.

ڪٿي مارئي ۽ ڪٿي آ ملير،
هلائون ڪري اڄ ٻـ ويٺو همير.

عمر جو ڪوٽ آڄ ڊاهڻو آٿم،
ملڪ تان قيد هـي لاهڻو اٿم.

خوديءَ جو چڙهي اڄ ويو آ خمار،
نہ خوفِ خزان آ نہ شوقِ بهار.

طبيعت ۾ آهہ عجب انتشار،
مٿان يار مون تي رکو ڪا ميار.

اٿو اي وطن جا جوانو اٿو،
ٽيو سر بڪف، پهلوانو! اٿو.

ڪٿا ڪاڄ ۽ عيش و عشرت ڪريو،
خـدارا اٿيو چُست همت ڪريو.

ڏسو پيا زماني سنڌو حال زار،
ڪٿي ٻيي نہ ڪنهن کي ملي ٿو قرار.

زنا ظلم چوري ۽ رشوت پريا،
هتلي عام ۽ جـام ٿو جا بجا.

وزيرن وڏيرن ڪيا ڪئين ڪلور،
اميرن ۽ پيرن ڏنا ڪئين سور.

مـلن مولوين ڪئين منجهائي ڇڏيا،
انهن کي آڇا مرد ناهن گڏيا.

ڇڏايو غريبن کي هن چار مان،
ڪيو اڄ اهو جهن کي آزار مان.

مزدور: ڏسو حال مزدور مجبور جو،
سڻو داستان تنهن ستدي سور جو.

ڪماڻي سڄو ڏينهن ۽ رات جو،
هڄي وقت سياري ڇا برسات جو.
ٻچي پر نہ پائي ٿي مسڪين ڪي،
اٽو ۽ لٽو ناهہ غمگين کي.
هاري: هاري ڏسو پيو هلائي ٿہ هر،
هي ٻي گهر پري پيو وڏيرن جو ٿہ گهر.
لتاڙي لنڊيون روز ڪوڏر هڻي،
ٻچن لاءِ مگر ڪونہ ٿو ”ڪڻ“ ڪڍي.
بدن تي نہ پورو اٽس ڪو لٽو،
ڪيٽرڻ لاءِ گهر ۾ نہ هوندس ڪو اٽو.
ڪتان ڪير ماني ملي پار لاءِ،
نہ جنهن کي آ پاڻي بيمار لاءِ.
ڊاڪٽر: پڙهي پُر اسان جا ٿيا ڊاڪٽر،
غريبن جي پر ڪين لهن سي خبر.
بنان ”في“ نہ ٻاهر ڪڍن ٿا قدم،
ڀلي ڪو ڏئي ڦٿڪي مسڪين دَم،
وڪيل: ڏسو هو هلن پيا سڳورا وڪيل،
هزارين پٽيان تن جي آهن اپيل.
سندن هر سُخن ۾ هزارين فريب،
ڪٽيندا رهن ڀاڙن جا تہ جيب.
واپاري: هُو واپار وارو ڏسو ”سودخور“،
ملاوت جو مٿن آهہ سوار سور.
”ڇڙن“ جيان ٿا ماڻهن جو رت پيئن،
ٽڪي جي شيءِ ڇٽين آني ڏين.
آفيسر: هُو آفيس وارن سندو حال ڏس،
وٽن قرب اخلاص جو ڪال ڏس.

عدالت جي ڪرسي تي ڏسي بي عدل،
آهي علم جي آڙ ۾ بوجهل،

وٺيو رشوتون تو رياڪار ٿئي،
زبون زندگي لئه گهنگار ٿئي،

فريادي ويچارو ويو جيل ۾،
ڏوهاري ڇٽو پيو وڃي ريل ۾،

ٿئي خون انصاف جو پيو ادا،
شرم و حيا آ نه خوف خدا،

ملان: هو ملان ڏسو محض ريش دراز،
بظاهر پڙهائي تو خطبه و نماز،

وٺيو پئسا فتوائون ڪوڙيون ڏئي،
حسيني ڪمايو يزيدي ٿئي،

دنيا ڪاڻ وڪڻي پيو دين کي،
پڙهي صرف ميت لاءِ ياسين کي،

سندس بانگ ۾ ناهه سوز بلال،
نه شوق شهادت نه جاه و جلال،

گهڻو ملڪ آهه منجهايو ملان،
تڏهن دربدر پاڻ پيا تا رلن،

صوفي: هو صوفي ڏسو ڇوڪرن سان گڏ،
ڪائي خوب ڪا نا مانين جو مڏ،

ڪري چانهن جون چار ڪٽليون تو چٽ،
پئي چرش چنڊو ۽ ڀنگڙيءَ جو مٽ،

مڙيئي ملڪ جنهن لئه منصور آ،
هجي ڪو لسو يا ڪسو نور آهه،

هڏي چير چمڪار تو مست ٿئي،
سبق طالبن کي سمجهه جو ڏئي،

پير : پريان پير صاحب مهري سوار ،
مريدن جا ڊوڙندا آچن ٿا هزار .
نہ ”الله اڪبر“ نہ ڪلمي تنوار ،
زبان تي آ پئسي سندي پچار .
ڪٿا ۽ ڪُڪڙ ڪاچ سڀئي ڪِينَ ،
غريبن جي دولت رنڍين کي ڏين .
خليفا ڪڙا خوب کايو کِلن ،
مريدن جا ٻچڙا بُک ۾ مرن .
رَنن کي ڏين فيض ٿا رات جو ،
نہ ڊپ تن کي محشر نہ سَڪرات جو .

ايڊيٽر : هو ايڊيٽر آهي اخبار جو ،
سڏائي ٿو صاحب خبرچار جو .
وٺيو چار پئسا ٺٺائون لکي ،
وڏيرن جون ڪوڙيون ڪٿائون لکي .
آئون هي وزيرن جو بي زر غلام ،
خلاف اُن جي هرگز نہ هوندس ڪلام .
اچي ويو ڪو مسڪين وٽس دادگر ،
بنا پئسي چوندس نہ هَل هل ٻاهر .

اديب : ڏسو هو اديب الوطنَ پيو وڃي ،
اوٻاسيون پيو ڏئي ۽ ڪرَ پيو پڇي .
ڪري ڪنهن جي تعريف ، ڪنهن جي گِلا ،
سچائيءَ سندس حوصلا ڪيا خطا .
نہ مُلڪ و ادب لئہ قلم کي ڪٽي ،
سچو ڏينهن ڊاڙون ٺاهيون پيو هٽي .
لکي چا لکان ملڪ جو حال مان ،
چوَنٿ ناهہ چارو آ گونگي زبان .

پيغان پاڪ پرور ڪان تو امن و امان،
طفيل شهنشاهہ ڪونؑ و مڪان.

اي ساقي! ڏيو سرڪ ڪاپر سرور،
ته جنهن سان حاصل حقانيِ حضور.

وڃي غير و غفلت ته دل صفا،
ته راضي الله ۽ مصطفيٰ.

هي مولي در 'عارف' جي آ التجا،
خطا درگذار و صوابم نما.

پڙهن نظم 'عارف' ته هر خاص عام،
ٿين قوم جا جان دل سان غلام.

# گيت

## مان توسان محبت ڪريان ٿو

او جانِ جهان! او نُورِ نظر! او شاه زمان سرتاج بشر،
مان توسان محبت ڪريان ٿو.

۱- تنهنجي حُسن ڪيا حيران لکين،
ڇا حُور و مَلَڪ انسان لکين،
ٿيا تابع تنهنجا شمس و قمر،
مان توسان محبت ڪريان ٿو.

۲- تو کي "ڪَوْنَ و مڪان" جو شاه چوان،
تو کي خاص حبيب الله چوان،
ڪيو عرشِ معليٰ جو تو سفر،
مان توسان محبت ڪريان ٿو.

۳- هي مال، مَڏيُون، گهر، ٻار ٻچا،
سِرُ، ساهه سڄو سڀ توتان فدا،
تنهنجي تار طلب آ شام سحر،
مان توسان محبت ڪريان ٿو.

۴- تون شاه! ڏڪارين، ڏارين جي،
تون پنهنجو ڪرين پارين جي،
ته ٻه ڪانه ڇڏيندس تنهنجي پڇر،
مان توسان محبت ڪريان ٿو.

۵- هڪ ٻار وري ديدار ڪپي،
جنت نه کپي پر يار کپي،
چشمان چاهه منجهان اچي دَرَ اُمهر،
مان توسان محبت ڪريان ٿو.

توﻥ محب وسين ٿو متديني ۾ ،

٦- سڪي ساهه ڏکي دل سيني ۾ ،
سڪان ساريان سنڌ سنڌ اندر ،
مان توسان محبت ڪريان ٿو .

سڻ 'عارف' جو هڪ سوال شها !

٧- ڪر پاڻ پنهنجي تي پال شها !
تنهنجي پيرانديءَ ٿئي شال قبر ،
مان توسان محبت ڪريان ٿو .

او جانِ جهان ! او نُور نظر !
او شاهِ زمان ! سرتاج بشر .



آهه سهڻا ! آهه سهڻا !
ڀٽي گنجي گهاريون يار !

١- تو بن منهنجا حال فقيري ،
عيش ، خوشيون ويا شوق اميري ،
هاءِ ! هجر ۾ ٿيڙي حقيري ،
دردن ڪان تي آ دلگيري ،
تنهنجي عشق ڏنو آزار، آهه سهڻا !.......

٢- عشق اوهان جي ۾ دل آڏي ،
گهورن منهنجي جان گنوائي ،
ڪانم لڳي تي درد دوائي ،
هئي هئي ! اکين ننڊ ڦٽائي ،
رت رُئان زارون زار ، آهه سهڻا !.......

٣- توکان جدا آهه هت ڪيئن گهاريان ،
ڏينهن سڄا ۽ راتيون ساريان ،
هجر ۾ هاءِ ! هنجهون ٿو هاريان ،

وس ناهي نہ تہ پاڻ کي ماريان،
ڪيئن گذاريان ڏار، آهہ سهڻا !.......

٤- تنهنجو ’عارف‘ عاشق آهي،
ٻانهون ٻڌيو ٿو ٻاڏائي،
جلد وٺو تنهن کي تہ گهرائي،
آب اکين مان ويٺو وهائي،
پرت منجهان ڪر پيار،
آهہ سهڻا ! ٻئي گڏجي گهاريون يار !
آهہ سهڻا ! آهہ سهڻا !



## اڄ ڇاڻ مسافر آيا!

* رات سونهاري، چوڏهين واري.
چنڊ چارا چمڪايا! اڄهي ڇاڻ مسافر آيا!

١- هو جي سفر سنباهي ويٺا، ٿر جي ٿاڪن تن پٿهہ پيٺا،
ڇپر ڇڏي گوندر ۾ گڏي ويا، ٻيراڳي گهر ٻر ۾ اڏي ويا،
پرين ڪانم ڪٿي پوڏواري، ڏاڍا ڏينهن لڳايا !
اڄهي ڇاڻ مسافر آيا !

٢- ٿڌڙي هير سيرير سيبائي، وصل وصال جي وير وڌائي،
تن، من تاسون، اکين آسون، جر ٿر ۾ مون ٻاسيون ٻاسون،
ڏيل ڏکن ڪان ٿيو ڏکياري، سڪڙا سور ڦٽايا !
اڄهي ڇاڻ مسافر آيا !

٣- چنڊ چوڏس جو چهم چمڪارو، سهڻو، من مٺڙو، دل پيارو،
ماڻ ميڙن ۾، جبل جهنگن ۾، پکين وڻن ۾، گهرن ٻرن ۾،
چپ چوڏاري، نند نر ناري، ٻر مون، نيڻ وهايا !
اڄهي ڇاڻ مسافر آيا !

* ١٩٤٦ع مهراڻ رسالي ۾ شايع ٿيل.

٤- منُ محبوبن لئہ تن تائي، الهہ عجيب اڳل شل آئي،
سهڻل ساريان، ڇڇڙون هاريان، تارا تڪيان، چنڊ نهاريان،
ڏينڊو دوست اچي دلداري، ورهہ ورت ورايا!
اڄهي چاڻ مسافر آيا!

٥- پيرَ پڇايان فالون پايان، 'عارف'! دلبر لئہ واجهايان،
دل ڦٽڪي ٿي اک ڦرڪي ٿي، هر هر هڏڪوئي بہ اچي ٿي،
پرهہ ڦٽي ٿي پياري پياري، سپ ٿيا سانگ سجايا!
اڄهي چاڻ مسافر آيا!



او چنڊ! او سِتارا! نہ ڪريو اشارا.
دل کي وڻن ٿا هي، رنگين نظارا.

١- ڪِلو ۾ ڪنڌو ٿا فلڪ تي لڏو ٿا،
ڪيو ٿا تبسّم اوهان کي نہ آ غم،
اسان کي خوشيون ۾ ڪاج ڪارا. او چنڊ!.......

٢- اوهان وٽ نہ رنج و الم جو گذر آ،
اسان وٽ ڏکن ۾ غمن جو گهر آ،
اوهين خوش رهو ٿا، اسين سُور سارا. او چنڊ!.......

٣- اوهان وٽ محبّت جو مذڪور ناهي،
اسان کي فراقن ڪيو چور آهي،
ڪيو نينهن ناسور، دل پارا پارا. او چنڊ!.......

٤- اوهان وٽ نہ حسن ۾ محبّت جون ڳالهيون،
چڪن چاڪ اکيون اسان جون تہ آليون.
حبيبن جي حُب ۾ وهن نيڻ نارا. او چنڊ!.......

اوھان سان ڪن ٿا ڪکر ليڪ لڪوٽي،

٥- اسان جي عجيبن ڀڏي اڄ آکوٽي،

ڪاھن ٿي قريبن ڪيا ڪوس ڪارا. او چنڊ!........

٦- جني کي آ ماڻهو سدائين سُکن جي،

اُنهن ڪهڙي ڪُل آ اسان جي ڏکن جي،

جلي جان ساري جگر آھ جارا. او چنڊ! ......

٧- ڪيَل قول پاريو نه ورنهه وساريو،

جڏي دل جياريو اچي منهن ڏيکاريو،

سوين ماھ ساڻوڻ پيا پوھ پارا. او چنڊ! ....

٨- محبّت کان آھيو اوھين غير واقف،

اسين عشق و الفت جا عاشق ۽ 'عارف'،

اوھين آھيو بي غم اسين درد وارا.

او چنڊ! او ستارا! نه ڪريو اشارا.

دل کي وڻن ٿا ھي، رنگين نظارا.



آئي رُت برسات، ساجن!

آئي رُت برسات.

١- ڪارا ڪارا بادل ڇانيا،

مڪنا ھاٿي ٿيلندا آيا،

ڪنوڻ ڪنوي چمڪات ڪري ٿي،

گوڙ گجي ڪڙڪات ڪري ٿي،

ٻوندون برسن، جھرمر جھنگن،

ٿون ٿوَن تاڙي تات. ساجن!....

ڪاريون ڪجليون ڪڪريون آيون،

-٢
نيليون، سونهري ۽ سائيون،
آهه ته پرين! ڳل پاڪر پايون،
هڪ ٻئي کي سِڪ، سور سٽايون،
مُرڪي مٺڙا محبت ملهايون،
سُهڻي ساوڻ رات. ساجن!....

-٣
ڪو، ڪو تارو اڪ ٽمڪائي،
ڪُنوار نئين جان، چنڊ واجهائي،
ڪٽيون ڪر موڙي ڪومائيون،
ٽيڙو پڻ لايون لاٽيون،
توکي سارينڌي او سهڻا!
پيرهه ڦٽي پرڀات. ساجن!....

-٤
مورَ چڪورَ، چٽون ۽ چيُها،
بلبل ڪوئل، ڪانهه، پپيها،
جهرمر جهرڪين لاتي جهو جهو،
لتون سياجهي لات. ساجن!....

-٥
چوڏس ٿي چانڊاڻ چمن ۾،
مونجهه گهٽيري منهنجي مَن ۾،
توکي ساريان، هنجهڙيون هاريان،
واٽ نهاريان، ڪانگ اڏاريان،
جي تون اچين 'عارف' گهر جاني،
هٽي وڇن حسرات!

آئي رُت برسات ساجن!
آئي رُت برسات.

# اڄ ڳايو مور ملهار *

ڪڻو ڪوئل جي سڻ ڪيفي، تاڙي ڪئي تنوار.

ادا! اڄ ڳايو مور ملار.

١- منڊ ميهن جي آئي موٽي،
جهر جهنگ ٿيو رڄنسار،
هير وڻي جي وري ٿڌڙي،
ٻر، ٿر ٿيا ٿڌڪار، ڳايو....

٢- ڪاريون ڪجليون ڪڪريون اڇريون،
نيلميون ٿيون نروار،
انڊران، ڏکڻان، اولهه، اوڀر،
ڪڙ ڪڙ ڪا رونبار. ڳايو....

٣- ڪڙ ڪڙ، ٽم ٽم، ڇم ڇم،
ڇوهن جا ڇمڪار،
گگ گگ، ڏڏ ڏڏ، ڏڏڪار لايا،
گوڙين جي گجگار. ڳايو....

٤- ساوا گاهه گسن تي ٽيڙا،
سونهن ڪئي سنسار،
ڳم ڳنڍيندر، ڳمولا ڳانا،
گولاڙن گلڪار. ڳايو....

٥- لاڙا، لتنب، للر، لاکيٽا،
لوهيڙا ۽ ليار،
ڦڙا ڦوهه ڏيئي ڦڙتي ۽ سان،
ڦڙ ڦڙ ڪن ڦڙڪار. ڳايو....

* ١٩٤٩ع "الهلال" ٽنڊي الهيار ۾ شايع ٿيل.

٦- مڪڙيون ، موٺ ، منگها ، مانڊاڻا ،
مِرت تيا موچار ؛
ڪيهه ، ڪيرولي ، ڪنيون ، سائون ،
سائينءَ ڪيا سڀنئي سڪار ، ڳايو ....

٧- خوش ٿـي مال چيهلا چوڙن ،
مهل مينءَ مهار ؛
ڪاريون ڪنڊيون ، پوريون ، پلون ،
ڇونريون ، ڏونريون ڏار ، ڳايو ....

٨- ڀهڳٽ ٻـاڙ هٽن ، ٻڪـڙ ٻـاڏن ،
ٻوريون ڪن ٻڪرار ؛
ٻاريون ، ڪاموريون ۽ ڪرڙيون ،
ڪاچيلن ڪڏ چـار ، ڳايو ....

٩- هڪ جيڏيون سرتيون ساهيڙيون ،
سهسين ڪن سينگار ؛
ڏونـرا ، ڏت ورائـن ، پـائين
ڀسين جا گل هـار ، ڳايو ........

١٠- گهڙا ڪٺي ڏس گهيڙ تي هليون ،
چوڙيليون چوڏار ؛
چنبا چنبن ۾ ڪلهو ڪلهي سان ،
ڪونجن جي تہ قطار ، ڳايو .....

١١- ڳڏ جي گيت خوشيءَ جا ڳائن ،
جـوان ، ٻـڍا ۽ ٻار ؛
ڏک ڏولاوا ، ڏور ڪيا سڀ ،
ڏيهہ ڏٺـيءَ ڏاتـار ، ڳايـو ........

١٢- عارف! احمد چام جي صدقي،
ڏيهڙا سنڌ سڪار،
شاهه نواز! پڙهو شڪرانا،
يارو گڏ يڪبار،
ادا! اڄ ڳايو مور ملهار.
ڪُو ڪُو ڪوئل جي سڻ ڪيفي،
تاڙي ڪئي تنوار.



* مان تو سان ڪيان ٿو پيار سهڻا!
محبت مٺا منٺار پيارا! ماڻن سان نہ مار سهڻا!!

١- تات سنڌ ڏينهن رات آ مون کي،
تنهنجي وائي وات آ مون کي،
ياد اوهانجيءَ ۾ او جاني!
سڀ وسريم ڪم ڪار. مان تو سان......

٢- جوڙ هجئي شل!! ننڍڙي جواني،
موهي ڪئي تو دل مستاني،
پنهنجي سهڻي سِرَ جي صدقي،
پِرت جو پيالو پيار. مان تو سان.......

٣- تون البيلي عشق نہ ڄاڻي،
اسان ڪيو سنگ تو سان سڄاڻي،
آءُ تہ پريم جي دنيا وسايون،
اڏري هلون هُن پار. مان تو سان......

٤- تون گُل ۽ مان بلبل آهيان،
پيار جا توکي راڳ سڻايان،
آءُ تہ ميلايون دل سان دل ڙي،
دم نہ مٺا ٿي ڌار. مان تو سان.......

* ڪراچي ذوالعقد ١٣٧٣ هجري.

٥- ديسُ ڇڏي پرديسي ٿيڙس ،
تنهنجي پناري ، پيارا پيڙس ،
ڳل ۾ ڪفني عشق جي 'عارف' !
پاڻي ٿيس ٻينار مان توسان ....
مان توسان ڪيان تو پيار سهڻا !
ماڻن مان نہ مار سهڻا !



## * اڄ عيد ڇا ملهايان !

ڏوڪان سواهہ او سهڻا ! اڄ عيد ڇا ملهايان !
ماڻهو ڏٺا ڪن خوشي پر، غم جا مان گيت ڳايان.

١- دردن ڪيو ديوانو ، خوشين جو ويو زمانو ،
لڙڪن جو هار ڳل ۾، غم جو بہ لب ترانو ،
بنجي صدائي ڪوئل ، بلبل جيان غزل مچايان .
اڄ عيد ڇا... !

٢- پانهون وجهيو گلي ۾، جوڙا پريان وجن ٿا ،
آڏو ڏسي انهن کي ، ڳوڙها ڳڙي پون ٿا ،
ياڪر مان ڪنهن کي پايان، ڪنهن کي گلي لڳايان.
اڄ عيد ڇا....!

٣- هر گل تي آهہ تبسم ، بلبل بہ اوج ۾ آ ،
ڪشتي لڳي ڪناري ، درياءُ بہ موج ۾ آ ،
هڪ آءٌ ويٺو ڏولڙو ، ورهن ۾ جرءَ وهايان .
اڄ عيد ڇا....!

* هالا 'بزم رفيق' ١٣٧٣ هجري .

٤- اڄ اڄ نه عيد ڪريون، گڏجي ٻيٺي او جاني!
توکان سواءِ اُجڙ ٿي، 'عارف' جي زندگاني،
ڪجھ نون سڏاءِ پنهنجي، ڪجھ سُور مان سڏايان.
توکان سواءِ او جاني!
اڄ عيد ڇا ملهايان!



انسان ٿيو، انسان ٿيو.
دنيا ۾ ڪو نيڪيءَ جو ڪريو اي ادا ڪم ڪار.

١- هن باغ ۾ سورج به ٿو اُڀري، نه ڪنهن غم،
شبنم به ٿي روڄي ڏسي گلزار کي پُرنم،
ڪجھ دير خوشي آهه نه ڪجھ دير آ ماتم،
ڇو ننڊ ۾ آهيو سُتا؟ غافل ٿيو بيدار. انسان ٿيو......

٢- ڪئين شاهه ڇڏي شاهي ٿيا راهه روانا،
رهجي ويا انهن جا نه زبانن تي فسانا،
وڃي ڏوڙ ۾ ڏريا، سي ڇڏي خان خزانا،
ڪو صبح جو آيو ڪو ويو شام ٿي هسوار. انسان ٿيو.....

٣- ڇو ظلم ڪيو ٿا ڇو غريبن کي ٿا ماريو،
ڪجھ رحم رکو روح ۾ ڪجھ ڏيان ڪو ڏاريو،
هڪ ڏينهن اٿوَ مرڻو، ٿي غافل نه گذاريو،
ڪجھ خوف خدا جو ڪيو قادر آهي قهار. انسان ٿيو.....

٤- غارت ۾ غضب کي ڇڏي ڪو قرب ڪمايو،
ڪُلفت کي ڇڏي گام ڪا الفت ڏي وڌايو،
غربا جو ڪيو قياس ڪو، تن کي نه ستايو،
الله جي يار گهڻي سخت آ سرڪار،
انسان ٿيو، انسان ٿيو.
دنيا ۾ نيڪيءَ جو ڪيو اي ادا! ڪم ڪار.

# ڏي ڙي بابا! مائي! انڌي کي

ڏي ڙي بابا! مائي! انڌيءَ کي،
سون لڪن جو سوالي ناهي، آنو، پئسو پائي.

١- اکيون نعمت آهن بابا! جن سان جڳ آ روشن،
تارا ڪتيون، چنڊ بهارون، پنهنجا پرايا پسن،
هاءِ! اکين ريءِ نعمت جڳ جي، آهي ڪل آجائي. ڏي ڙي!....

٢- اکين سان آبا! ڙي آهن، خوشيون، ڪاج خريدون،
هاءِ بکين ڪيل ڪهڙي ايندي؟ ڪهڙيون انڌن عيدون؟
سور ٻچن جا ساڙين بابا! پيڙا پيٽ نہ پائي. ڏي ڙي......

٣- ڏيندين تان ڏک ڪين تون ڏسندين، شال جوائي مائين،
"چانور خدا جي ڏوني" تو سان سيد هوندو سائين،
مولي تنهنجي مصيبت موڙي، ڪاٽي مرض اگهائي. ڏي ڙي!....

٤- انگ اُگهاڙو، پيٽ بکيو، هي انڌو! ڏو ايلائي،
انسان جي ابتر حالت کان، شيطان پيو شرمائي،
'عارف مولي' آهي اوهانکي، سچي ڳالهہ سڻائي.

ڏي ڙي بابا! مائيءَ انڌيءَ کي،
سون لڪن جو سوال ناهي، آنو، پئسو پائي.



* منڌ ملڪ جي آئي ماڳين،
آءُ مينا! تون موٽي.

١- ساونڻ جي رُت آئي ساجن! مينهن ڪيا ماندائا،
ساوا گاهہ گسن تي ٽيڙا، ٽوهر، ڦوڳ ڦلائا،
ڏاڙون ڏون تون تندتنواري، ڪوئل ڪُوڪون ڪيو پوڪاري،
وڄ چمڪي ٿي گوڙ گجي ٿي، ڪڪرن ڪئي آ چوٽي،
آءُ مينا! گهر موٽي.

* رسالي مهراڻ جنوري ١٩٥٤ع ۾ شايع ٿيل.

۲- ننڍيءَ وهيءَ کان نينهن اوهانجو، سنڌن منجهه سمايو،
ڏاجُ ڏکن جو مليو مهندان، سُورن سانگ بڻايو،
ڀونڊ ڀيچ ڀريمي ڀيٽڙا، ورهه جا ونگ وکوڙي ويٺڙا،
سڪ جي سٽي سان ساهه سبيو تو، عشق جي ڏيئي اوٽي.
آءُ مٺا! گهر موٽي.

۳- طعنا ٽُنڪا، لوڪ جون لوڙُون، مِٺڙا ۽ مهميزون،
مرڪُ اهو مشتاقن اصلاً، پرت ۾ ڇا پرهيزون،
لُڙڪ لڙي ڳل ڳوڙها آيا، ڏک جا دل تي بادل ڇانيا،
ٽولئه پورب پنڌ پڇايم، لال ڪڏي لانگو ٽي.
آءُ مٺا! گهر موٽي.

۴- ڇو ٽو مرڪين؟ ڇوٽم؟ ٿهين ٽو، نيڙي آءُ دل جاني،
قرب جا بند، ڪمند پيا، ڳل ڳوپ ڳنڍيون ڳٽ ڳاني،
نوڙي ٽڪارين در نه ڇڏيندس، محبت اوهان ڪان منهن نه مٽيندس،
درد وارن سان ڇڏ او دلبر! عذر گهڻا دل ڪوٽي،
آ مٺا! گهر موٽي!

۵- ساري رات سنڀاريو سهڻا! ڏسڪيو ڏينهن ڪيان ٽو،
تارا تارن سان اٽڪايو، نياپا چنڊ ڏيان ٽو،
هر هر ڏياٽيءَ جي وٽ سوريان، ٽيڙو ڪٽين سان ڏکاوريان،
'عارف' سان ڪر ڪيم عجيبا! نازڪ يار! نيڇوٽي.
منڌ ملڪ جي آئي ماڳهن،
آءُ مٺا! گهر موٽي.

آءُ تہ ھلئون ھئن پار ۔ او ساٿي !
آءُ تہ ھلئون ھئن پار ۔

١- ھن جڳ ۾ آ جانب جهيڙو ،
ناھہ محبت جو ڪيٿ ميڙو ،
پاءُ ، پاءَ سان ناھي پيڙو ،
پيءُ ، پٽ آھن ڏار - او ساٿي !....

٢- جور و جفا ھت آھي جاني ،
ناحق خون ٿئين انساني ،
ماڻھو ٿا ڪن ڪار حيواني ،
لٽ ، ڦر ، مارو مار - او ساٿي ! ...

٣- ھن جڳ ۾ آ ظلم ۽ زوري ،
ڪوڙ ، گيلا ، دولاب ۽ چوري ،
ناحق ، نافت آھہ نسوري ،
مسڪينن سان مار - او ساٿي !....

٤- ھت ٿا ھيڻن ڪي ايذائن ،
مزدورن جو ماس ٿا کائن ،
ھارين کي ھر حال ھيسائين ،
ظالم زميندار - او ساٿي !....

٥- روز روڪامي ٿي ھت عصمت ،
آھہ ضعيفن سان وڏ ذلت ،
ناھہ سلامت ڪنھنجي عزت ،
آھہ شرافت بنھہ بار - او ساٿي! ...

٦- ھن جڳ جي آ جوني ياري ،
ڪنھن بہ ڪنھين سان پرت نہ پاري ،
جوين جواني عمر اُڌاري ،
فاني سڀ سنسار - او ساٿي -..

٧- آءُ ! تہ هلي نئون ديس وسايون ،
قُربَ سندا کي ڪوٽ اڏايون ،
محبت وارا محل بنايون ،
ڪريون پرت پچار - او ساٿي ! ...

٨- ڪڙو رمني منهن مان نہ آلائج ،
نينهن جو ناتو يار - نڀائج ،
'عارف' جو هي عرض اگهائج ،
مُحب مٺا منٺار - او ساٿي !
آءُ تہ هلون هنَ پار - او ساٿي !
آءُ تہ هلون هن پار .



## "وسارج نہ هرگز"

محبت جي پر ڪيف دُنيا پيارا ،
فضا مست ، ساونڻ جا رنگين نظارا .
هو بجليءَ جو چمڪو ، ۽ ڪڪر ڪارا .
وسارج نہ هرگز !

١- ڪيون سين ڪنڌيءَ تي ويهي رَس رهاڻيون ،
سدا قرب واريون قريباً ! ڪهاڻيون ،
دلين جون صدائون ، اکين جا اشارا . وسارج نہ هرگز! ...

٢- ڪلفٽن جي رستي ، سمندر جون ڇوليون ،
پپيهي جي پي-پي ۽ ڪوئل جون لوليون ،
حبيبن جون ٽوليون ، ڪنڌيون ۽ ڪنارا . وسارج نہ هرگز! ...

٣- چمن ۾ هُٺي چانڊاڻ چوڏهين جي ڇم ڇم ،
مٿان بادلن جي بهاري ۽ رم جهم
تي ڪرڻ سان گڏ راند ڪيڏيا ستارا . وسارج نہ هرگز! ...

دنيا گذر گاه آهي او جاني !

٤- هي
گهڙي گڏ گذاريو وڏي مهرباني ،
هتان ڪٿين لڏي ويا، هلي حسن وارا. وسارج نه هرگز!....

٥- ٻڌي ٻاجهه ڪر يار ! ’عارف‘ جون آهون ،
عنايت ڪري اچ عجيبا ! اوراهون ،
پر تي ڏينهن گهاريون وري وصل وارا ،
محبت جي پر ڪيف دنيا پيارا .

وسارج نه هرگز !

هو بجليءَ جو چمڪو، ڪڪر ڪارا .



* منهنجو ڏج پيغام . صبا ! هي ؟
منهنجو منج پيغام . .......

١- محب کي منهنجو ڏج هي ڏوراپو ،
ڪونه مڪٿي ڪو يار ! نياپو ،
منهنجو منڙا تون آن جياپو ،
سهڻن سان ڇا سنگ سياپو ،
ڪهڙي آهه حياتي جانب ،
توريءَ جيئڻ حرام . صبا !.......

٢- ماڻهن مرڪي عيد ملهائي ،
گهر گهر خوشين جي واڌائي ،
قسمت مون سان ڪانه رهائي ،
لکيل هئي ڪا يار ! جدائي ،
ڪاج خوشيون سڀ ويڙا وسري ،
عيد ٿيم ماتام . صبا !.......

---

* ١٩٥٧ع

٣- روئندي يارُ جدا ٿي ويڙو ،
ڪنهن کي ڪياس تپاس نہ پيڙو ،
ليڪي ليڪي پاتائين ليڙو ،
جنلي جدائيءَ ڪان ٿو جيڙو ،
ويا وسري سڀ ڪم ڪاريون ،
ورد سنڌ جو آ نام . صبا !........

٤- رات سڄي ٿو تڪيان تارا ،
آءُ ، تہ ملئون او جيءَ جيارا !
اکين آب نڪيون ، نيسارا ،
آهون سرد وڏا سڏ ڪارا ،
نيڻ وهائي ڏينهن ڪيان ٿو ،
نيڻين ننڊ حرام . صبا !........

٥- جن تہ وڌو هي حزن وڇوڙو ،
تن تي شال ! چڙهي ڪو گهوڙو ،
مردودن ۾ پئي ڪو موڙو ،
مولي ڪندو هي جوڙو سجوڙو ،
حضرت پير حمايت ٿيندو ،
آهيون سيد جي سام . صبا !........

٦- نينهن جا آيا نيزا نيسري ،
ورد وظائف ويا سڀ وسري ،
طعنا ، ٽنڪا ، ماکي ، مصري ،
'عارف' نيت نيت ويڙو نجهري ،
دردمندي دل کي ويو پڄي ،
دلبر تنهنجو دام . صبا !........
صبا ! هي منهنجو نيچ پيغام .

تنهنجي ياد ستائي، ساجن !
تنهنجي ياد ستائي.

١- ڏور وڃي تو ڏينهن لڳائين،
ڪانءِ لڏيئم ڪنل سڀاڻين !
چنبي تمنا آس اجهائي،
ڦري اميدن تي ويو پاڻي،
ڪامل ! ڪر نه ڪنارا هاڻي،
بيحد برهه بڇائي، ساجن !....

٢- ساگر جي ڇاتي ڇولڪي ٿي،
رات جي راڻي ڏس جهلڪي ٿي،
اڇن اوڀاسيون، ڪتر تو موڙيان،
انگ ازل جو لکيو لوڙيان،
ساريون راتيون سڏڪيو گهاريان،
نيڻن نير وهائي، ساجن !....

٣- پيرن تي پتڙ ٽڪس باسي،
عمر گذاريم تنهنجي دلاسي،
سر نسريا ۽ ڏياري آئي،
تو نه ورائي وصل جي وائي،
ڏياتيءَ جي وٽ سوريان هر هر،
تنهنجي آس لڳائي، ساجن !....

٤- سارو سيارو رولهه ۾ گهاريم،
آس جو ديپڪ دل ۾ ٻاريم،
انب پوريا آئي بهاري،
پر تو ڪانءِ ڪئي پوڄواري،
توکي سارينديي ويو گذري،
ساوڻ مونهن وسائي، ساجن !....

'عارف' وٽ آچُ دلبر جاني،
هُجڻي نيهُه نينڍڙي جواني،
دنيا عقبيٰ صدقي ڪريان،
ڪَنڌُ ڪَٽي پيرن ۾ ڌريان،
هيڪر پنهنجي دلڙي ڏاريان،
توکي سور سٽائي. ساجن! ....
ساجن! تنهنجي ياد ستائي.



سُهڻو مُکڙو ساجن تنهنجو،
سورج کي شرمائي! چندر منهنڙو لڪائي.
ڪاريُون قاتل ڪيف ڪتاريون،
سهڻيون سرمي ريءَ سُونهاريون،
نازڪ دليون يار پيارل،
گهُورن سان ويو گهائي،
ڦٽيل کي ڦٽڪائي! چندر منهنڙو......

ڪارا ڪُنڍڙا زلف زوراور،
تيز تليهر، نانگ وسيهر،
لُوهون لامارا ڏيئي لَهريون،
ونگ وجهي ويا ورائي.
پيچ پريمي پائي! چندر منهنڙو....

ڏنڊ مبارڪ موتيءَ داڻا،
ساري عالم کي سيباڻا،
مُرڪڻ تنهنجو محبت منا! ٿو،
بجليءَ کي ڦٽڪائي،
نارن کي نڙپائي! چندر منهنڙو......

ٿورَ پـَـسي پيا مورَ مونجهاري ،
۴- هاڻين چـڙهـو هلڻ وسـاري ،
قـدم قـدم تـو تنهنجو جانب ،
هنجهن کي هرڪائي .
ٻيڻا ڪنڌ جهڪائي ! چنڊر منهنڙو .......

۵- پاڪ پيشاني ، نـور نـوراني ،
جوتِ جـوانـي ، حسن حقاني ،
عارفُ سهڻا ! تنهنجي درَ تي ،
پانهون ٿو پاڙائي ،
وڃ نونُ ديدَ پسائي !
سهڻو مـکڙو سـاجـن ! تنهنجو ،
سورج کي شرمائي !
چنڊر منهنڙو لڪائي .



## * اڄا هو نہ آيا

ويو صبح ۽ شام پاڇا ورايا ، اڄا هـو نہ آيا !
لٿو سج ۽ رات ڏيرا لڳايا ! اڄا هـو نہ آيا !

۱- ڪٿي ڪـرَ ڪٿي ، چنڊ چانڊوڻ چاري ،
معطـر هوا جي لنگهي وئي سـواري ،
ستارن محبـت سـنـدا گيت ڳـايـا !
اڄا هـو نہ آيا !

۲- ڪٿي ڪـوڪَ ڪوئل ۽ تاڙي تنواريو ،
ڪري رَعدَ گوڙون تي آڪاش ڏاريو ،
وري مينهن سانوڻ جا سائينءَ وسايا !
اڄـا هـو نہ آيا !

* ۱-٦-١٩٦٠ع.

٣- ويو سوز سڪ ۾ سهارو به سارو ،
نه هئي ننڊ نيڻين پيو خوب پارو ،
جهليو ڀور انهن، سيرهه گُل ڦلايا !
اچا هو نه آيا !

٤- وڏي ڦٽڪندي هاء فصلِ بهاران ،
اچي ڪئين آرام دلدار ڏاران ،
وڇوڙي اندر ۾ مگر مچ مچايا !
اچا هو نه آيا !

٥- اباڻون آڻي ڪانگ قربڻون آڏايم ،
مُڪم ميڙون، منتون ڪئين خط لکايم ،
صبا کي سيڻي سنڌڪي سڏايا !
اچا هو نه آيا !

٦- محبّت جا آهن وڏا ڪي معارفَ ،
اچي عمرَ جي تي پڇاڙي ته 'عارف'،
تيئين شال دلڙي جا لايا سجايا !
اچا هو نه آيا !



## * اجهي چاڻ آيا

نه ڪر دل چري، روج راڙا اجايا ! اجهي چاڻ آيا !
پرين پاڻ ڪانگل اسان ڏي اُڏايا ! اجهي چاڻ آيا !

١- ويا حسرت، رنج و غم جا زمانا ،
مسرّت جا بلبل پڙهي پيئي ترانا ،
نچي مورَ خوشين سندا گيچ گايا !
اجهي چاڻ آيا !

* ٥-١٠-١٩٦١ع.

-٢ خزان ختم ٿـي آئي سوٽي بهاري ،
ٻرهه جي ٻکايل جـي وئي بيقراري ،
ڏکن ڀاڄ آئـي سـکن سانگـ آيـا !
اڄهي هاڻ آيا !

-٣ رُنا نيڻ جنهن لئه ٿي، جانبُ سو آيو ،
سڪايل کي سهڻن اچـي ڳـل لڳايو ،
وڇوڙيل وري محبتّ، مـولـيٰ ملايا .
اڄهي هاڻ آيا !

-٤ پرديهه جي مان ’عارف‘! ڇچان هڪ نه ٿوري،
ڏيان گهوٽ تان مال، سِر، ساهه گهوري،
اڱڻ تـي اچـي پير پيارل گهمايـا !
اڄهي هـاڻ آيا !



توکي دلڙي ساري ، ساجن !
توکي دلڙي ساري .

-١ رات انـڌاريءَ ۾ تنهنجي ،
زلـفـن جـي کـاراڻ ڏسـي ،
مـنهـن مهتاب مبارڪ منجهه ،
شمس ، قـمـر چانداڻ ڏسـي ،
دنيا عـقـبيٰ کـي اورانگهـي ،
ويٺس پـاڻ وسـاري . سـاجـن !....

-٢ تنهنجي جدائيءَ ۾ او جـانـي !
ڏکيا ڏينهن گـذاريان ،
صبح سويرو کـانگـ اڏاريان ،
ور ڏيـو وات نهاريـان ،
وڻ ٽيڻ ۾ واجهايـو دلـڙي ،
کوئل جيئن کوکاري. ساجن !

ڦُرب جي ڪشتي لهرين لوڏي،
٣- ٻيڙي منجهه پاتار،
مڪڙي مُرڻي، وَنجهه وساڻان،
ميڙيا مَڇ هزار،
ٻاجهه منجهان هيءَ ٻهڪڻي! ٻيڙي،
وڃ تون پار اڪاري. ساجن!

٤- نِرمل! ناز منجهاران نڪري،
جڏهن هلي تو جاني،
جنّ و ملائڪ، انسان، پَريون،
حيوان ٿيا قرباني،
دو جڳ موهيا تنهنجي جانب!
ادنيٰ ايڪ اشاري. ساجن!

٥- ڪوجهو، ڪارو، اگلو گدلو،
'عارف' تنهنجو آهيان،
اکيون اوهان جي پار اڙايم،
ٻئي ڏي ڪين واجهايان،
ڪين چڏيندس محبت ميناَ،
جو تنهن جي پيس پناري،
ساجن! توکي دلڙي ساري.



گهورَ ڪيان سِر گهورَ الا! گهورَ ڪيان سِر گهور.

١- پنهنجي پياري پاڪ وطن تان،
منهنجي مُلڪ جا ماڻهو مِٺڙا،
سُهڻا سهڻا، سُنڌڙا سُنڌڙا،
مُنهن موچارا مور الا! گهور ڪيان .......

٢- منهنجي ديس جي منڙي ٻولي،
جنهن ۾ جيجل ڏنيم لولي،
آيم ننڊ اگهور الا! گهور ڪيان......

٣- وڻڙا ميٺهن، ملاريون ٿيڻڙيون،
ٻڙ، ٽڙ، باغ بهاريون ٿيڻڙيون،
آن ۾ گاهه آنور الا! گهور ڪيان.....

٤- وڻڙا ميٺهن ملير وطن تي،
ساوا ٿيڻڙا گاهه گسن تي،
ڏاوا ڏيٺ جا ڏور الا! گهور ڪيان......

٥- روز سهيلين ڪسي تي ساريان،
ماروئڙن لئه هنجهڙيون هاريان،
هنيڙي تن جا هور الا! گهور ڪيان......

٦- عمر ادا ڙي! محل ۾ ماڙيون،
تنهنجا طاق، طنبيلا، تاڙيون،
ڀيجي ڪيان سڀ ڀور الا! گهور ڪيان......

٧- 'عارف مولي' آس پڄائي،
منڙا مارو شال ملائي،
جيءَ ۾ جن جا جهور الا!
گهور ڪيان سر گهور الا!
گهور ڪيان سر گهور!

○

* سُکَ ڦٿائي ڏُکَ وهائي،
سورن جا سينگار ڪندو ڪو؟

١- چارڻ چنگ چونگاريو آهي،
ڏڙ سسيءَ کان ڏار ڪندو ڪو؟

٢- نيڻين نِيرُ وهائي نِت نِت،
اکڙيون ميگهه ملار ڪندو ڪو؟

٣- سَسُئي وانگر سِرُ سهسائي،
ڏونگر ۾ ڏهڪار ڪندو ڪو؟

٤- سُهڻي وانگر سِيرَ جي اندر
محبت سان مهار ڪندو ڪو؟

٥- مارئيءَ وانگر ڪوٽ ڪنبائي،
جهانگين جي جهونگار ڪندو ڪو؟

٦- سُکَ ڦٿائي سانگين خاطر،
پنهوارن سان پيار ڪندو ڪو؟

٧- مَوجُ مٿي مهراڻ ۾ آ موٽي،
ويرين سان وهنوار ڪندو ڪو؟

٨- عَيش و طرب، آرام ڦٿائي،
دردن کي دلدار ڪندو ڪو؟

٩- دارَ مٿي هسوار ٿي يارو!
دلبر جا ديدار ڪندو ڪو؟

١٠- ڪات هيٺان ڪَنڌُ ڪپائي،
اڏيءَ اچڻ جا آر ڪندو ڪو؟

* ١٢-٣-١٩٦٥ع.

١١- سِنڌُ صنڊوريءَ خاطر يارو!
سوريءَ سِرُ هموار ڪندو ڪو؟

١٢ منصوري ميدان ملهائي،
"اناالحق" اظهار ڪندو ڪو؟

١٣- دودي شير دلاور وانگر،
دشمن تي دهڪار ڪندو ڪو؟

١٤ "هوشو" وانگر حڪم هلائي،
نيزي سِرُ نروار ڪندو ڪو؟

١٥- هوش و خرد کان آجا آهيون،
مستن تي ٻه ميار ڪندو ڪو؟

١٦- ڪثرت وارا ڪوٽ ڪيرائي،
وحدت جا واپار ڪندو ڪو؟

١٧- عارف مولائي اچي آڌيءَ ني،
ڪنڌ ڪپائڻ ڪار ڪندو ڪو؟
سڪ ڦٿائي ڏک وهائي،
سورن جا سينگار ڪندو ڪو؟



## ڏسي ڪو

سنڌڙيءَ جا سينگار ڏسي ڪو،
جيجل جا جنسار ڏسي ڪو؟

١- سيوهڻ ۾ شهباز قلندر،
سنڌڙيءَ جي سرڪار ڏسي ڪو؟

٢- سرور، ساجن، پيچ پڃائي،
جهوڪ سنڌي جهلڪار ڏسي ڪو؟

٣- راڻي پور، ڀنڊو ۽ روهڙي،
معصومي مينار ڏسي ڪو؟

٤- مصري مهدي، بيدل، بيڪس،
سچل، سچ سچار ڏسي ڪو؟

٥- واڙ، شاخون، ڪڙيا، ڪسيون؛
هُرلا، موڪون، نار ڏسي ڪو؟

٦- ٻاجهر، ڪڻڪ، مڪائي ساڱون،
سارييون، وونڻ، جُوار ڏسي ڪو؟

٧- ساوڻ آيو ٿيون سرهائيون؛
بوندن جي ته بهار ڏسي ڪو؟

٨- ڪوئل ڪوڪي، مور نچي ٿو،
تاڙي جي ته تنوار ڏسي ڪو؟

٩- متوجَ متي مهراڻ چڙهي جي،
دهشت ۽ دڦڪار ڏسي ڪو؟

١٠- سهڻي سيرن ۾ ٿي سماڻي،
لهرين جي للڪار ڏسي ڪو؟

١١- سسئي سنگ ڪيو سورن سان،
ڪيچ ڏٺي ڪوهيار ڏسي ڪو؟

١٢- نيث ته ڍهندو ڪوٽ عمر جو!
مارئي تي ته ميار ڏسي ڪو؟

١٣- هڪ جيڏيون ڪن هَلّ هنگامان،
ڪونجن جي ته قطار ڏسي ڪو؟

١٤- ”مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون“،
”هوشوءَ“ جي هاڪار ڏسي ڪو؟

١٥- ويرين تي ڪيئن واجهن ٿيڙا،
دودي جا دهڪار ڏسي ڪو؟

١٦- هاري ناري، ڪڙمي ڪسبي،
آتن جا ته انبار ڏسي ڪو؟

١٧- سنڌڙيءَ جي ساراهه ۾ سائين!
'عارف' جا اشعار ڏسي ڪو؟
سنڌڙي جا سينگار ڏسي ڪو؟
جيجل جا جنسار ڏسي ڪو؟



* آءُ ته ڪهون ڪا روح رهاڻ،
ساهه سڪي ٿو تولئه سائين!

١- اسين اڇايل. آهيون آتستي،
رندَ، قلاش رهون منجهه مستي،
ساقي ساغر آڻ ڏي آڻ. سائين آءُ ته... ......

٢- اوپاريون لهواردون لتهريون،
آونهيون گوناگون ۽ گهريون،
مَوجَ متي آ منجهه مهراڻ. سائين! آءُ ته.......

٣- مست اسين پنهنجي مستي ۾،
ربرهَ بهادر جي بستي ۾،
ڪانه ڪيون ڪنهن ٻئي جي ڪاڻ. سائين! آءُ ته...

٥- پاپي دنيا پاپ نپائي،
نينهن وارن سان ڪين نڀائي،
پيار محبت ڪان اڻ ڄاڻ، سائين! آءُ ته...

٦- سورن جا سوداگرَ آهيون،
سڪڙا ڏيئي سور پرايون،
سور اسان سان هردم ساڻ. سائين! آءُ ته...

---

* مارچ ١٩٦٥ع.

چارَ گهڙيون کي گڏجي گهاريون،
٧- وِرهُ وڇوڙا ڀـارَ وساريـون،
آءُ، تہ ڏکن جا توڙيون ڏاڻ. سائين! آءُ تہ........

٨- روئـي روئـي مـُنُ^ ريجهايون،
آءُ تہ، پرين کـَل هک ٻئي لايون،
پرچون ٻـارل پاڻهي ڀـاڻ. سائين! آءُ تہ ... ...

٩- کنهن کي ڏيون ۽ ڪاڏي ڪريون،
سورن جون سِـرِ سٽيل پريون،
آهُ ڏکن جي اڻ کٽ کاڻ. سائين! آءُ تہ.......

١٠- عصر، عشا، چا آڏي مانجهي،
سانوڻ سياري صبح ۽ سانجهي،
’عارف‘ ڪـاهج ڪيچن ڪاڻ،
سائين! آءُ تہ کيون کا روح رهاڻ.



## ويـو ڪـو

* انحد ٻين وڄائي ويو ڪو؟
گهايل دلڙي گهائي ويو ڪو؟

١- ٻـاهہ برهہَ جـي پڙکا لايـا،
مـَنَ ۾ مـَچُ مچائي ويو ڪو؟

٢- ڪـُوري ڪامي هـي جند جيڏيون،
لالن لئون آ لائي ويو ڪو؟

٣- کنول کـُوماڻا ڪاک محل جا،
راڻل رُوحُ رنجائي ويو ڪو؟

* مارچ ١٩٥٦٦ع.

-٤ نوريءَ سان ڪيئن ڄام تماچي ،
پيچ پيارل پائي ويو ڪو ؟

-٥ ساهڙ، سهڻي ويچاريءَ کي ،
ٻيڙين منجهه لوڙهائي ويو ڪو ؟

-٦ هاءِ ! سسئي کي يار ڪوهيارل ،
روهن منجهه رُلائي ويو ڪو ؟

-٧ مارئي کي ڏس ڄام عمر ڪيئن ،
ڪوٽن منجهه ڪنهائي ويو ڪو ؟

-٨ آل نبي اولاد علي ، ڪيئن ،
ڪربل قرب ڪمائي ويو ڪو ؟

-٩ شمس الدين ڏسو تبريزي ،
کِلندي کَلَ ڪلائي ويو ڪو ؟

-١٠ ڪين مڙيو منصور مَرڻ کان ،
سوريءَ سر لٽڪائي ويو ڪو ؟

-١١ شاه عنايت صوفي سالم ،
نازڪ نينهن نڀائي ويو ڪو ؟

-١٢ ٻِبره ۾ يارو ! شاهه بلاول ،
گهاڻي پاڻ گهمائي ويو ڪو ؟

-١٣ سچل، سامي، بيدل ، بيڪس ،
روحل رنگ رچائي ويو ڪو ؟

-١٤ مصري شاهه ، حسن بخش هردم ،
مهدي مام ملائي ويو ڪو ؟

-١٥ "عارف متولي" عشق الاهي ،
محبت مينهن وسائي ويو ڪو ؟
انحد بين وڄائي ويو ڪو ؟
گهايل دلڙي گهائي ويو ڪو ؟

ڪيڏو حسن حقيقي آهي .
منهنجي يار جا ڳلڙا ڳل ڦل جيان ،

١- آهي نيڻ نيسنگر نوراني ، اهي ابرو تيغ ايراني ،
لڪ دليون گهنڊ سان گهائي . يار جا .....

٢- آهي ڪاڪل ڪنڊڙا ڪارا ، ڪن مشتاقن سان مارا ،
لک عاشق چڙهيا ڦاهي . يار جا .....

٣- ڏند ماڻڪ موتي مڙهيا ، منڊ محبت جا جن پڙهيا ،
ويا مرڪي منڙو منجهائي . يار جا .....

٤- سهڻي يار ڪيو سيلاني ، ڏيئي نيهن سندي نيشاني ،
ڳڻ 'عارف' هردم ڳائي .
منهنجي يار جا ڳلڙا ڳل ڦل جيان ،
ڪيڏو حسن حقيقي آهي .



* او .... آهه! پرين اوطاري .
توکي ساهه تو ساري .

١- ڏاڍا ڏينهن ڏني مون ڏينڙا ،
هي هي! رورهه وڪوڙي ويڙا ،
گنگهر دلڙي گهاري . او .... آهه!

٢- اوسيڙي ۾ اوجاڳن ۾ ،
روح نه راضي رنگ راڳن ۾ ،
ڳچ ڳڻتي تي ڳاري . او .... آهه!

٣- راهون روز نهاريان پيئي ،
الله اڳڻ تي شل اڏيئي ،
ڪيس ڪانگ اڏاري . او .... آهه!

* "طالب المولیٰ" لنڊن ١٩٦٩ع آسهيا، تن جي ياد ۾ .

٤- سترو رَ ! سُونهن سَڄڻ جي آهين ،
نازڪ نانءُ شالَ نڀائين ،
تنهنجي پيسُ پناري . او .... آءُ !

٥- ديسَ سڄي جون توسان دعائون ،
خير سان آءُ پرين تون ڀاڳُون ،
ويهج ڪيم وساري . او ... آءُ !

٦- عارفُ سان ميل محبت موچارا ،
جانب جاني جيءَ جيارا ،
ساري آهيان مونجهاري .
او .... آءُ ! پرين اوطاري .
توکي ساهُ ڏو ساري .



## پيار رسي ويو

* مون کان منهنجو پيار رُسي ويو .
نازڪ نازڪ نرمل ننڍڙو ، مٺڙو يار رُسي ويو .

١- تون جو رُٺين سڀ رنگ رُسي ويا ،
آس ، اميد ۽ امنگ رُسي ويا ،
نيت ناموس ۽ ننگ رُسي ويا ،
سُونهن سنڌم سينگار رُسي ويا .

٢- تون جو رُٺين سڀ راز رُسي ويا ،
سازَ يڪيا ، آواز رُسي ويا ،
نازڪ دل جا ناز رُسي ويا ،
جوڀن ۽ جنسار رُسي ويو .

* ننڍڙي لعل ڏني جي ياڏ ۾ .

٣- مُومَل کان جهڙن راڻو ويڙهو ،
ساهہ سُورن ۾ ساڙو ٿيڙو ،
ڪنهن لئہ ٻاريان هاڏي ڏيڙو ،
ڪامل اڄ قرار رُسي ويو .

٤- هَي ! هَي ! اديون منهنجي قسمت !
محبت رُسي ويو ڏيئي فُرقت ،
ڏاڍين سان هَلي ڇا حجّت ،
صَبر و سُڪون يڪبار رُسي ويو .

٥- ساوڻ سُورَ ڪٽي اڄ آيو ،
ٻُرهَن^ جو جنهن مونهن وسايو ،
ڪوئلَ ، مورن مرثيو ڳايو ،
مون کان مينگهہ ملار رُسي ويو .

٦- مُندون موتيون محبّب نہ آيا !
سُورن سرتيون ! سانگ رَچايا ،
'عارف' روئي نغما ڳايا ،
مُحب مٺو منٺار رُسي ويو .
مون کان منهنجو پيار رسي ويو .
نازڪ نازڪ نرمل نِنڍڙو، مٺڙو ٻار رسي ويو .



## ٻاڳہ رسي ويو

* مون کان منهنجو ٻاڳہ رُسي ويو .
تون جو رُسي وئين سهڻل سائين !

١- تون جو رُٺين برساتيون رُٺيون ،
ٿڌڙيون ٿڌڙيون راتيون رُٺيون ،
مورن مِٺيون لاتيون رُٺيون
روح رتل جو راڳہ رُسي ويو .

---

* نِنڍڙي لعل ڏني جي ياد ۾

٢- تون جو ھئين تان سڀڪجھه ھيڙو،
تون جو وڃين سڀ لڙجي ويڙو ،
ھيڻون حال ڏکن ۾ ٽيڙو ،
چنچل من جو چاڳ رُسي ويو .

٣- سجدا ڏيئي مان رب ريجھايان ،
پڙ ٽوکي مان ڪين پرچايان ،
سيس نوايان نير وھايان ،
محبت وارو ماڳ رُسي ويو .

٤- زيور ، زريون ، ھيرا هاريم ،
نٿ ، ٻولو ۽ بيسر ٻاريم ،
کُھنبي رتڙا ڪپڙا ڦاڙيم ،
لائن وارو لاڳ رُسي ويو .

٥- تون جو وڃين سُک ساڻ وئي وئين،
ڏاج ڏکن جو يار ڏيئي وئين ،
'عارف' منجھه آزار وجھي وئين ،
مون کان سونهن سهاڳ رُسي ويو .
مون کان منهنجو ڀاڳ رُسي ويو .
سهڻل سائين !



آھ ! اڱڻ ھڪ وار پڌارا .
محبت مٺا منٺار پيارا .

١- عشق جون ڦالم فوجون چڙھيون ،
دل ۾ دردن لاتيون ڏڙيون ،
سڙجي سُور ڦٿا سيني مان ،
لاٽي ٻرھ ٻھار پيارا ،

٢- وهوا! ورَ ورَ وار وڻن ٽا ،
ونگ وجهن ٽا ڏنگ هڻن ٿا ،
ڪُنڍڙا ڪُنڍڙا ، ڪارا ڪارا ،
مُوٺي مُسَلسلَ مار پيارا .

٣- پاڪَ پيشانيِ جوتِ جُواني ،
ڏيهُ سڄو آ تنهن جو ڏاني ،
شمس و قمر ، افلاڪَ ، زمينون ،
تنهنجا تابعدار پيارا ،

٤- نرگس نيڻ ، گلابي گهاٽن ،
پنبڻيون پيچَ ، پريمي ڀاڪن ،
قوس قزح ، ڪج ، ابرو قاتل ،
تير هڻن ، تلوار پيارا .

٥- چشم غزال ، حُور شمائل ،
گهورون ، ڪن ڪيئي گهائل ،
حورون پريون ، جنّ ، ملائڪ ،
ماڻهو ، ميرگهه هزار پيارا .

٦- ڏندَ مبارڪ ، موتي داڻا ،
نازڪ لبڙا ، ساهه سيباڻا ،
ڪُنڊڙو نڪُ ۽ تنگ دَهن آ ،
رنگ عجب رُخسار پيارا .

٧- ٻهگڻ ٻولَ عجائب ٻهه ٻهه ،
ڪنڌ ڪيان ۽ ٿهڪا ٿهه ٿهه ،
مٺڙا مٺڙا ، پيارا پيارا ،
شيرين شڪرَ گفتار پيارا .

٨- گوش هئي بي گوش بڻائن ،
هوشيارن جو هوش وڃائن ،
عاشق ، عشق جي مالها پائن ،
زاهد رچنو زُنار پيارا .

٩- خال کيا بي حال هزارين ،
مُرڪيو مشتاقن کي مارين ،
تنهنجا ڪبرَ موزُڻ او ڪامل !
آهن ڪيف ڪتار پيارا .

١٠- بازوُ بخمل ، دست حنائي ،
گردن صاف ، شفاف صراحي ،
چاهِ ذقن ۾ آبَ حياتي ،
سيني سرُخ انار پيارا .

١١- سنهڙي چيلهه ، صنع سبحاني ،
ننڍڙا پير ، پدم نيشاني ،
گنهير گام ڏسي ٿيا صدقي ،
رشڪ ڪبڪَ رفتار پيارا .

١٢- نازڪ ناف ، نهر نوراني ،
عقل منجهي ويو آت انساني ،
پيٽ پرينءَ جو پٽَ کان ڪنئرو ،
ريشم رُوح قرار پيارا .

١٣- حورون ، پريون ، ملڪ موچارا ،
توتان صدقي ڪئيون تارا ،
مور نه مٽ محبوبَ اوهانجا ،
سچ ۾ چندَ هزار پيارا .

١٤- نالائق سان ڪريو لائق،
رنج قدم فرمايو فائق،
اڪثرين ساڻ اوهان جا 'عارف'
پاڪ ڇماڻ پوزار پيارا.
آه! اڳ هڪ وار پيارا.



## ٽوڪي ساريان

* وردِ زبان آ تنهنجو نام.
ٽوڪي ساريان صُبح^ و شام.

١- تنهنجي نيهن نهوڙيو آ، تنهنجي ورهه وڪوڙيو آ،
زلف جا پيڇڙا دل ۾ دام. ٽوڪي ساريان ........

٢- توسان جانب جڙيو جيءُ، سيني لاءِ لڳي تو سيءُ،
سُهڻل آهيان تنهنجي سام. ٽوڪي ساريان ........

٣- اڪثرين ۾ دم آهه اڃان، ڪيئن ڇڏي ميخانو وڃان،
ڏي ته پري ڪو ساقي! جام. ٽوڪي ساريان ........

٤- دل ڦٽڪي ٿي ساهه سڙي، جانب! وٺين تون جيءُ جڙي،
لڙڪجي صبر ويو آرام. ٽوڪي ساريان ........

٥- دوشن ٿي ڪولي بادل ڪارا، قيد ڪيو تو مونکي پيارا،
غمزن ساڻ ڪيئي ته غلام. ٽوڪي ساريان ... ....

٦- 'عارف مولي' عشق عجيب، نينهن ٿئي شل! ڪنهنکي نصيب،
بِرهه جو بالاتر آ بام،
ٽوڪي ساريان صبح و شام.

---

* آگسٽ ١٩٧٦ع ساوڻ جي شام.

سائين ! سڻج سوال .
ڪيم ڪجانءِ محتاج ڪنهنجو ،

١- توکي معلوم مولي سائين ! آهه انسان جو حال .
٢- هرجا حاضر ناظر تنهنجو ، جلوو آهه جمال .
٣- رَبّ رحيم ، ڪريم تون قادر ، جامع جاهه و جلال .
٤- تون ته قدير ۽ قائم دائم ، قادر ! تون ته ڪمال .
٥- تون ئي اول آخر آهين ، ٻي سڀ شي کي زوال .
٦- ڪير ڪندون ، پٽ ، مال مرادون ، بخشين هوت حلال .
٧- گهوڙا ٻيڙا ، دولت ، عزت ، ٻاڏر هجن بحال .
٨- ميت مدايون مون سنديون ، ڪر تون پلارا پال .
٩- احمد چام جي اولي 'عارف' ڪلمون قمل مقال .

سائين ! سڻج سوال .
ڪيم ڪجانءِ محتاج ڪنهنجو ،



آءٌ تولاهه شعر چوان ٿو . ساجن !
تولئه شعر لکان ٿو .

١- منهنجي سپنن جي تون راڻي ،
جانب ! شال جواني ماڻي ،
سهڻي صورت ساهه سوڀاڻي ،
توکي هردم ياد ڪيان ٿو .

٢- آءٌ ته ماڻون او ! منڙا جاني !
مرڪي ڪاءُ اچي مهماني ،
ساوڻ جي رُت آهه سهاني ،
قاصد روز مڃان ٿو .

٤- لٻڙنَ سان لٻَ آهہ تہ ملايون ،
سيڻون سيڻي ساڻ لڳايون ،
گڏجي گيت خوشين جا ڳايون ،
سڪَ ۾ يار! سڪان ٿو .

هتي هتي ھي برسات جيئن راتيون،
ڪوئل جون سڻ مٺڙيون لاتيون ،
قرب تنهنجي جون ڪُهَن تيون ڪاتيون،
پرتَ ۾ محب پڇان ٿو .

٥- يار! عزيز! اڱڻ ڪر پيرو ،
ڏيل ۾ آهہ ڏکن جو ڏيرو ،
نڪريو نهاريان سنجهہ سويرو ،
پاپل پير پُڇان ٿو .

٦- عارف جا جاني! اچ تون اوري،
هڪ بہ تنهنجي پڇان نا توري ،
سئو وار سِر صدق ڪيان گهوري،
آس اها اميد رکان ٿو .
ساجن! توليءِ شعر لکان ٿو .



[راڳڻي ڪلياڻ. تار: ڪلواڙو]

آهي پاڻ الله.

احد بڻا ٿيو، ڪجهه ٻي ناهي.

١- احد منجهان ٿي احمد آيو، ابن عبدالله،
عبديت جو اولو آهي.

٢- پاڻ فتح ڏئي پاڻ شڪستون، پاڻ ٿي اسدالله،
پاڻ حسين ٿي ڪنڌ ڪپائي.

٣- ٿي منصور چڙهي سوليءَ تي، پائي ڪج ڪلاهه،
گيت ”اناالحق“ جو خود ڳائي.

٤- سوئي راهان رد ڪري، سوئي لائي راهه،
سوئي پير فقير سڏائي.

٥- شهه رڳ کان شهه ويجهو آهي، ”ونحن“ جي ويساهه،
ڪڪ پن ۾ رب پاڻ پسائي.

٦- ”الانسان سري و آناسره“ ڳجهه اندر جي ڳاهه،
ڳجهڙي ٻولي، ٿو ڳالهائي.

٧- گهوٽ آنهي تان گهور ڪيان، هي صدقو ساه پساهه،
بيرنگ آيو رنگ رچائي.

٨- سوئي ’عارف‘ سوئي طالب، سوئي عابد آهه،
سوئي عاشق، عشق ڪمائي.

[راڳڻي ڪلياڻ. تار: ڪلواڙو]

سڄي عالم جو سردار تون ئي آهين.
ٻن جڳن جو تون جنسار تون ئي آهين.

١- تنهنجو نُور خدا جو نُور ٿيو،
تنهنجو حُسن تجلّيءَ طُور ٿيو،
جنهن مڃيو سو مغفُور ٿيو،
تون ته اڙين جو آڌار ٿئين.

٢- تنهنجا تابع تارا، شمس و قمر،
مشتاق فرشتا، جنّ و بشر،
صلوات پڙهن سڀ شام و سحر،
مَوْليٰ جو به مختيار ٿئين.

٣- ڪيان ڪهڙي سنده تعريف ثنا!
خود آهه ثناگر تنهنجو خدا،
تنهنجو هر جاءِ هادي! فضل و عطا،
تون ته محشر جو مهندار ٿئين.

٤- جبريل سندهَ دربان ٿيو،
معراج مقدّس مانُ ٿيو،
تو تي نازل آ قرآن ٿيو،
"إنا احمد" جو اظهار ٿئين.

٥- "لَوْلاڪ لَما" جو توکي لقب،
ٻنان عينَ جي آئين شاهه عرب،
تنهنجا ٿيا سلامي شرق و غرب،
تون ته سڀڻن جو سينگار ٿئين.

٦- ڪر 'عارف' تي پنهنجو ته ڪرمُ،
يا "ختمُ الرسل" يا "شاهه اُمم"،
رکين هيٺ ۾ هٿ جو شال ڀرمُ،
غمگينن جو غمخوار ٿئين.

[ راڳڻي ڪلياڻ . تار : ڪلواڙو ]

منهنجو يار بہ تون، دلدار بہ تون.
منهنجي تن، مَنَ جو منٺار بہ تون.

١- منهنجو محب تون محبوب بہ تون،
منهنجو مطلب تون مطلوب بہ تون،
مَنَ منهنجي جو مرغوب بہ تون،
منهنجو مالڪ تون مهندار بہ تون.

٢- منهنجو قال بہ تون ۽ حال بہ تون،
منهنجي دولت، مقصد، مال بہ تون،
ڪندين مون تي پلاڙيون پال بہ تون،
منهنجو صاحب تون ستار بہ تون.

٣- منهنجو دين بہ تون ايمان بہ تون،
منهنجو ڪعبو ۽ قرآن بہ تون،
منهنجو سرور، سر سلطان بہ تون،
آهين آڙين جو آڌار بہ تون.

٤- تولئہ حُورون، ملڪَ حيران ڏٺم،
تنهنجا تابع جنّ و انسان ڏٺم،
تو سان روشن هيءَ تہ جهان ڏٺم،
آهين ملڪن جو مختار بہ تون.

٥- توکي تاج لقب لولاڪَ ڏٺم،
جنهن سان متي افلاڪ ڏٺم،
توتي عاشق خود حق پاڪ ڏٺم،
آهين صفتي علي سردار بہ تون.

٦- تنهنجو 'عارف' گولو آهہ گدا،
سَنّ شاهہ صدا تون نام خدا،
ڪر منهنجي در کان ڪينَم جدا،
ڪندو آهين، ٻڌر ٻهار بہ تون.

[ راڳڻي ڪلياڻ . تار : ڪلواڙو ]

ڪنهن سهڻل جو سينگار آهيان،
ڪنهن جانب جو جنسار آهيان .

١- ڪيو شيدا جنهنجي شوخ نظر،
ڪارا جنهن جي ڪلهن تي ڪيس ڪکر،
جنهن جا تابع تارا، شمس و قمر،
تنهن هاديءَ جو حبدار آهيان .

٢- ڪنهن جي نيڻن جو ته خمار آهيان،
ڪنهن جو ميڪش ۽ ميخوار آهيان،
ڪنهن جي آبرن جي تلوار آهيان،
ڪنهن مٺڙي جو منٺار آهيان .

٣- ڪنهن جي هجر ۾ جند جان جلي،
ڪئي بيوس آهيان وس نه هلي،
ڪنهن مون ڪي لاتو آهه گلي،
ڪنهن جي سيني جو مان هار آهيان .

٤- ڪنهن قابو ڪيو آ قربن سان،
دم دور نه آهيان مان تنهن ڪان،
ڏسي رخ روشن، دل ويئي هٿان،
ڪنهن جي برهه سندو بيمار آهيان .

٥- ڪنهن جي دردن جو درمان ٿيس،
ڪنهن جي نينهن سندو نيشان ٿيس،
ڪنهن جو ترڪش تير ڪمان ٿيس،
ڪنهن جي شوخ نگهه جو شڪار آهيان .

٦- فدا جنهن جي مٿان دل جان ڪيان،
مان تنهن لئه جيئان ٿو تنهن لئه مران،
ڳلي پانهون وجهي، هن سان قرب ڪيان،
ڪنهن پيارل يار جو پيار آهيان .

٧- ڪنهن جي زلفن جا ويا نانگ ڏنگي،
ڪنهن قابو ڪيو وارن سان ونگي،
ڪنهن ڪان 'عارف مولا' عشق منگي،
ڪنهن طالب جو تڪرار آهيان.

○

[راڳڻي ڪلياڻ. تار: ڪلواڙو]

سمايو سالڪن سيني، سراسر سِرّ سُبحاني.
سدا سرمست ڪن سردار، سولي سيج سلطاني.

١- شريعت جا پڙدي شملا، شهادت جا رهن شائق،
شجاعت جي شهر ۾ شيردل، ڪن شوق شاهاني.

٢- توڪل جا پڙدي ڏرها، طريقت ڏي تڪو تاڙن،
تندون تن جون تپائن، تون ئي تون جي ڏيئي تاباني.

٣- ڪري حق حال کي حاصل، حقيقت هُل هلائن تا،
هڻن "هُو، هُو"، جو دم هردم، نه هت حاجت حريفاني.

٤- 'مُوتوا قبل الموتوا' تي ماڻن، مري معرفت جو مزو مانجهي،
محبت جي ڪِين مرڪي، مُدامي مرد مهماني.

٥- 'وَهُو معکم' وسي ويجهو، وٺي وک وار جي ناهي،
وسي ورنهه وَٽيهن، وو ڙج ۾ وسيون واهه ويراني.

٦- اچن 'عارف' اڏيءَ تي، دم انا الحق جو هڻي عاشق،
الاهي عشق جي آسان، انهن جي لاءِ عرفاني.

○

[راڳڻي ڪلياڻ. تار: ڪلواڙو]

تنهنجيون ڳالهيون سچ آ ڳايان پيو.
روڻي پنهنجو روح ريجهايان پيو.

١- توکي سڏ ڪيو، سڏ ڪيو ساريان ٿو،
لک لڙڪ هنجهن مان هاريان ٿو،
تنهنجون راهون روز نهاريان ٿو،
ڳلّ ڳوڙهن ڳاٽَ وهايان پيو.

٢- سنجهي ساري، آڌيءَ جو آهون ڪيان،
اٿيو عصر جو درد مان دانهون ڪيان،
صبح تو ٿي ڪيچ ڏي ڪاهون ڪيان،
تو لاءِ وڻ وڻ ۾ واجهايان پيو.

٣- تنهنجي تار اندر ۾ ڏيار اٿم،
سَنڌَ سَنڌَ ۾ تنهنجي سار اٿم،
ڪنيو سِرّ تي ڀاري بار اٿم،
تنهنجو نازڪ نينهن نڀايان پيو.

٤- آچُ 'عارف' جي دلدار اگڻ،
منهنجا محبّ مٺا مٺار سڄڻ،
ويا وسري ڪاج، خوشيون ۽ رکيڻ،
تو لئه روز آءٌ ڪانگ اڏايان پيو.



[راڳڻي ڪلياڻ. ٻي لئي ڀيروي. تار: ڪلواڙو]

اکيون پوريم گهٽيئي، پر، نه نيڻن کي ننڊ آئي.

١- سنجهي ڏي سُور جي سرجيا،
اچي جيءَ ۾ ته جانب جا،
اٿيو آڌيءَ ڪيان آهون،
وَديلَ جي مٿن سٽي واڌي.

٢- لڳي ڦٽڪي عصر ڏيهڙو،
مگر آيو نه مَنَ گهريو،
اچي ڀريات ٿي پر،
وصل جي ٿي ڪانه واڌائي.

٣- اچي سُورن جو سيجّ اُپريو
کنيا مون پير پرين جا ،
ليکي لوڪان ، لڪين لوهُون ،
ڏنم ڪل ڪان، پئي ڪائي .

٤- لڙهيون لڙڪن سنديون لڙيون ،
پُسي پيا طُولَ ۽ تڪيا ،
جهڪورون جهُڙ سنديون جهم جهم ،
برهه برسات آ لائي .

٥- چڏي ويا جوء جي جوڳي ،
آنهن جي جيءَ اندر جهوري ،
اچي نندَ ڪيئن پلا ’عارف‘ !،
چڏيو وهمن اندر ڪائي .

○

[ راڳڻي ڪلياڻ. ٻي لئي پيروي، تار: ڪلواڙو ]

تون نہ ڏاڍا ڪرين ٿو ڏاڍايون، الا !
سهٽل ڇو ٿو يار ! ستائين .
ڪاڪُل ڪنڍڙا، ڦهري ڪارا ،
لوهُون لک لک ڏين لامارا ،
انهن ڏنگڙن ڪان تہ ڏنگايون الا !
وري پيچ پريم، پايو ٿو پائين .
نيڻ شرابي جام نرالا ،
تيغ پرن جا ٻچون پالا ،
اهي اعليٰ چشم آڏايون، الا !
گهورن سان لک دليون گهائين .
ٿور ڏسي مهہ مُور نچن ٿا ،
شاخ و شجر منجهہ رقص اچن ٿا ،
سج ، چنڊ وچن شرمايون، الا !
نازڪ نيڻ جڏهن تو چائين .

٤- محبت من ۾ سچ سچايا،
عشق جي ڪورن جنگ جلايا،
سا ڪيئن آگ اجهايون الا !
جا دلبر تون ٻاڻ دکائين .

٥- اگلي، گولي، ڪوجهي ڪاري،
تو در آيس ڏي دلداري،
منٺڙا ! ميٺ مدايون، الا !
'عارف' کي شل ڳلڙي لائين .



[راڳڻي ڪلياڻ، تار ڪلواڙو.]

ڪنهن سانولڙي جو ساز آهيان .
ڪنهن جي آهن جو آواز آهيان .

١- ڪنهنجي زلفن جو پيوند پيو،
ڀڄي عقل و خرد ۽ هوش ويو،
ڪنهنجي نازڪ نينهن نيهوڙي نيو،
ڪنهن نرمل جو مان ناز آهيان .

٢- ڪنهنجي آس، ٽيس، ارمان ٽيس،
ڪنهنجي سورن جو سامان ٽيس،
ڪنهن "مٺهڙو" جو مستان ٽيس،
ڪنهن دلبر جو دمساز آهيان .

٣- ڪنهن سهڻل جو ته سرور آهيان،
ڪنهن جي نيڻن جو مخمور آهيان،
ڪنهن جو سوز مان، ڪنهنجو سور آهيان،
ڪنهن جي روح سندو مان راز آهيان.

٤- ڪنهن بورنگ جو مان رنگ آهيان،
ڪنهن چارڻ جو مان چنگ آهيان ،
ڪنهن ماه لقا جو ملنگ آهيان ،
ڪنهن شاهه جي هٿ جو باز آهيان .

٥- ڪيٿ 'عارف مولائي' عشق سندو ،
ڪٿ بيخود بيوس برهه بندو ،
ڪنهن جو دارون ڪنهن جو درد مندو،
ڪيٿ شائق شاهه نواز آهيان .

○

[راڳڻي ڪلياڻ . تار تين تار .]

تو سان دلدار دل ڦاٿي .
پڇي سنگتي ، نه ڪو ساٿي.

١- جڏهن تون دور ٿيين دلبر ،
سڙي ڪامي ٿيس آجگر ،
ڏکن ۾ حال ٿيا آبتر ،
اندر ۾ عشق چڙ لاتي .

٢- نيڻن جا ناز ڏيکاري ،
روئين دلڙي تون ڏوتاري .
مٺا ! ڳڻتي سنده ڳاري ،
جلائي جوش جسماتي .

٣- ڏکي دل جون سڻي دانهون،
اچو اي يار ! اوراهون ،
باڏايان پڏي ٻئي پانهون ،
هيڏا ڏس حال هيڻهاتي .

٤- ورڻ جي يار! ڪر واڌي،
نہ ٿوريءَ واھہ ٿي ڪائي،
ڏسي ھي حال ھيڻائي،
پڇي سڀ ٿيا پري پاتي.

٥- اچو 'عارف' اڱڻ جاني،
ڪيان جند جان قرباني،
نماڻا نيڻ نذراني،
پڇان راھون ڏينھان راتي.



[راڳڻي ڪلياڻ. تار ڪلواڙو.]

ڏکن ۾ آ مزو ڏاڍو، سکن کي ڪين ساريان ٿو.
سکن کان سئو دفعا سرھيون گھڙيون گوندر ۾ گھاريان ٿو.

١- ھٺا سک سيج جا ساٿي،
۽ ڏک ڏونگر ۾ ڏي ٿيٽڙا،
ونڊر جي واٽ کي ووڙي،
پنھل سان پرت پاريان ٿو.

٢- آداسي دل عجيبن لئہ،
سدا آڻ تن آ جاري،
ڏيڻ اُتارڻ لئہ ٿھ پھہ،
ھنجھون ھينئڙي تي ھاريان ٿو.

٣- ڏنيون جي سوکڙيون سورن سنديون،
سھٽل ڪري سعيو،
سي سوغاتون سڄڻ جون،
ساھہ سيني ۾ سنڀاريان ٿو.

۴- اڄ ھي ايندا سڄڻ سائين،
ڏکيءَ تي اڄ ڪري تورو،
عجيب لئہ عمر آڌو،
اگڻ 'عارف' ٻُهاريان ٿو.



[راڳڻي ڀهاڳ. تار دادرو.]

ٻيو غلام آهيان، ٻردار عشق جو.
ساقي سرخ سروقد شرشار عشق جو.

۱- هڪ مان نہ آهيان عاشق، صدها مثل مون مجنون،
سڪندر، سليمان، يوسف، خريدار عشق جو.

۲- سنسار ۾ سُهاڻو، سردار جي ڪيو صورت،
جلوه نما ٿيو جڳ ۾، جنسار عشق جو.

۳- حور و قصور، غلمان، ملَڪ و فلڪ هي شجران،
شمس و قمر و نجمان، ايثار عشق جو.

۴- يعقوب، نوح، يونس، عيسيٰ، ايوب و سليمان،
ڳِلَ پاڻو آ ڳانو، زُنّار عشق جو.

۵- مجروح عشق جي لاھ، مفروح ناهہ معجون،
پر برهہ جي ٻخار لاھ، ديدار عشق جو.

۶- 'عاجز' جي انتظاري، سُڻ يا خدا تون ڀاوز،
پورو ٿئي پرت مان، اقرار عشق جو.



[راڳڻي يمن. تار ڏيڍو.]

ڪيلي سهڻيون اکيون مون ڏي ڪڻ نہ سهي.
مون کي ڏِو ني ڏي تون ڏسڻ نہ سهي.

١- رخ پاڪ تان پردو هٽاءِ ڪٿي ،
سهڻيون سهڻي سان ملاءِ ڪٿي ،
پانهون پنهنجي گلي ۾ پاءِ ڪٿي ،
مٺا! منهنجو ڏي تون چمڻ ته سهي .

٢- تنهنجا ڪارا ڪنڊڙا وار چمان ،
پرون پونر چمان ، رخسار چمان ،
تنهنجا نيڻ خماريل يار چمان ،
لب نازڪ ڏي چوسڻ ته سهي .

٣- پلي لوڪ سڙي تون ميل ته اچي ،
منهنجي اکڻ تي سهڻا ڏيل نه اچي ،
هٿ هٿ ۾ ڏيئي ڪيل ته اچي ،
منهنجو مچ يار چوڻ ته سهي .

٤- ٻه ڏي ڳالهيون يار پڌائيندس ،
توکي دل جا سور سڻائيندس ،
پائي ٻانهن ڳچيءَ پرچائيندس ،
گڏگوڏي ڏي تون ويهڻ ته سهي .

٥- تنهنجو سهڻا حسن سوايو آ ،
خدا توکي هٿن سان ناهيو آ ،
تنهنجو 'عارف' گيت هي ڳايو آ ،
ڏي پنهنجي اکيان سو پڙهڻ ته سهي .



[ راڳڻي ڀيروي، تار ڪلواڙو . ]

اي دلبر چئو ، ڪرين ماٺا تو پنهنجي در فقيرن سان .
عاجز ، مظلوم ، بيڪس ۽ بيراڳي بي نظيرن سان .

١- مٺا ! توکي آهي لائق ڪرڻ خوش دلي غريبن جي ،
نه دريائي آلم ۾ وجهه ٻڌي محڪم زنجيرن سان .

٢- ڏني سون دلربا دلڙي دلاسي وصل جي توکي،
مگر حجت نہ آهي حسن جي ڪا شاه ميرن سان.

٣- پڌو سون ڪين ڪي ڪڏهن ڪٽل کي ڪهڻ دوبارہ،
ڪيو ايجاد تو ڪاڏان ستم آهي اسيرن سان.

٤- هدف دل آهہ ’عارف‘ جي مٿا تنهنجي نظر اکيان،
پلي پوء صيد ڪر تنهن کي تفنگ تلوار تيرن سان.



* [ڪافي پيروي. تار ڪلواڙو.]

مون کي لاتي عشق اغار، لگڙا هينڙي هور هزار.
سورن ساهہ منهنجي مان، سرتيون ڪيڏيا ستو ستو ڏار.

١- ور نہ وڻي ويا ڏير واهيءَ جو، ڏونگر تي ڏوريان،
مال مڏيون سڀ محب مٿي تان گهور ۽ سير گهوريان،
واٽ وندر جي وٺيو ووڙيان پڇيو پنهل جا پار.

٢- ڏاج ڏکن جو ڏير ڏيئي ويا، گهايل دلڙي گهائي،
زوري زور ڪري ويا، ظالم آڏيءَ هوت رڻائي،
سڌ ڪيو ساجن کي تي ساريان، نيڻين وهائي نار.

٣- ڏينهن ڏکن جا ڏور ٿي ويندا، سرتيون! ايندا سک،
ڏول ڏيکيندو عيب اُگهاڙيون، دور ڪندو سڀ دک،
آري ڄام اگهڻ تي ايندو، سيد لهندو سنڀار.

٤- عشق اوپڙو ’عارف‘ بازي، سورن ڪيڙا سانگ،
لڏندا لهريون ڏيندا آيا، نيهن سندا ڪئين نانگ،
ڦٿيل ڪٽندا نيٺ، فراقن جا ڪي باري بار.

١٢ ڊسمبر ١٩٥٨ع، شهدادپور

[راڳڻي ڀيروي، تار ڪلواڙو.]

هڪ تنهنجو ڪپي ديدار، اسان کي ،
ٻيو نه ڪپي ڪم ڪار ۔ وو يار .......

١- دلڙي روز ڪري ٿي دانهون ،
جيئن وڇڙي ڪونج قطار وو يار .......

٢- لوڪ جون لوڀون جهيڙا طعنا ،
عشق وارن گل هار ۔ وو يار .......

٣- ونڌڙا مينهن ملارون ٽيڙيون ،
لاٿي برهه بهار ۔ وو يار .......

٤- آءٌ [illegible]، اڪيلي ڪريان آهون ،
ساجن لهج سنڀار ۔ وو يار .......

٥- ڏوهه گناهه ڪروڙين ڪيئڙم ،
بخشج بخشڻهار ۔ وو يار .......

٦- پنهنجو پاڻ سڃاڻج سپرين ،
مون ۾ عيب اپار ۔ وو يار .......

٧- وار وصل جون ورنهه وايون ،
ڇڏ 'عارف' سان انڪار ۔ وو يار .......

[راڳڻي ڀيروي، تار ڪلواڙو]

اچي محب مٺا مِل جاني ۔
ڪري عين پرين احساني

١- تنهنجي نينهن نهوڙي نيڻڙا ،
ويا جنگ جلائي جيڻڙا ،
سِڪي ساوڻ ، گذريا سيڻڙا ،
ڪيچ ڪاڪل قيدي ڪيڻڙا ؛
هيڻا حال فراق ۾ ٿيڻڙا ،
ونگي ورهه وڇوڙا ويڻڙا ،
ٻڪ ٻيچ ٻريهي ٻيڻڙا ،
ڳل ڳات ڳڻن جي ڳاني ۔

٢- تولئه دلڙي سِڪي دلدارا ،
منهنجا محب مٺا مٺارا ،
نيڻين نور وهن نيسارا ،
جلي آهه جگر ٿيو جارا ،
سُک سُور ٿيا سارا ،
تڪي راتيون گذرن تارا ،
اچ اڱڻ اسانجي پيارا ،
جند جان ڪيان قرباني ۔

٣- سڪان سڌ ڪيو سهڻل ساريان،
تولئه پلپل پرين پُوڪاريان ،
اکيون مهڻيو ڪانگ اڏاريان ،
وڃي واٽن وار وڇايان ،
تنهنجي اچڻ جي راهه نهاريان،
هنجون هجر ۾ هردم هاريان ،
گهڙيون سوز غمن ۾ گهاريان ،
دل درد ڪئي ديواني ۔

٤- تنهنجي 'عارف' عشق ستايو،
تنهنجي گهورن دل کي گهايو،
تنهنجي محبت مچ مچايو،
تنهنجي نازڪ نينهن نچايو،
پنهنجو گولو گهوٽ گهرايو،
نيت نرمل نور پسايو،
گهمان عشق جي ڪفني پايو،
اهـا نيهن وارن نيشانـي.



[راڳڻي ڀيروي، تار ڪلواڙو.]

لڳي بيدردن سان ياري.
ڪئي ڪانه پرين پوه واري.

١- ڏينهن ڏکن جا ڏسڪيو گهاريان، تارا تڪيو رات گذاريان،
مون رئندي عمر گذاري.

٢- راتيون رانول لاءِ رڙان ٿي، سڪ ۾ سهڻل لاءِ سڙان ٿي،
لائي آتش وڏڙو آري.

٣- عشق اويڙو اديون آيو، سير جو سانگو ورهه وڇايو،
بار ڪڻان ڪي باري.

٤- پرهه جو آئيو پير نهاريان، باسون باسيان ڪانگ اڏايان،
منجهان ورهه وسايان واري.

٥- 'عارف مولائي' عشق اڙانگو، محبت جو ملهه محض مهانگو،
ستت سر ته ڪا ٿئي ساري.

* [راڳڻي ڀيروي. تار ڪلواڙو.]

توسان چنڊن جي ياري اٿم .
سا نہ ساه ڪان سرس پياري اٿم.

١- تون ڏارين توڙي ڏڪارين جي ،
تون مارين توڙي جيارين جي ،
توڙي ياد ڪرين يا وسارين جي ،
ڳل ڳات ڳڻن جي ڳاري اٿم .

٢- توسان نازڪ نينهن نڀائيندس ،
ڳڻ ڳلين ڳلين ۾ ڳائيندس ،
تون رسنديءَن آءٌ پرچائيندس ،
توتان جانب ! جندڙي واري اٿم .

٣- مٿان ماڻهن جي چوڻ تي لڳين ،
مٿان ڀورل ڀيرو ڀار پڇين ،
توڙي مهڻا طعنا محب هڻين ،
نہ بہ تولئہ دل هي ڏاري اٿم .

٤- مان تنهنجو آهيان يار ! سڄڻ ،
پنهنجي 'عارف' کي نہ ڏڪار سڄڻ ،
ڪڏي نازڪ نينهن نهار سڄڻ ،
تنهنجي تات اندر ۾ طاري اٿم .



[ راڳڻي ڀيروي. تار ڪلواڙو. ]

تنهنجي نيہ نظر، ڪيو زخمي جگر .
دل گهايل آ .

١- ڇڏي يار ويو پتو ڪونہ پيو ،
هيٺو حال ٿيو، ڪهڙي واٽ ويو ،
وو ڙيان بـرّ و بحر، ڏک ڏاج ڏونگر. دل گهايل آ.

* ١٧ سيپٽمبر ١٩٧٧ع هالا .

٢- نيڻين نور وهن، هنجون هار ٿين،
لس لڙڪ لڙن، ڳل ڳوڙها ڳڙن،
مليا سور ثمر، جلي جان جگر. دل گهايل آ.

٣- بنا يار جيئڻ، آهي زهر پيئڻ،
پڇي پاهه ٿيڻ، کهڻا کاج ڪيڻ،
لکيو انگ اکر، تري ڪين مگر. دل گهايل آ.

٤- تو لاءِ قيد ٿيس، ڪلفن ۾ پيس،
دوجڳ ڪان ويس، تو ڪاڻ جيس،
سيئي ڏينهن سکر، جي مان بند اندر. دل گهايل آ.

٥- مولي ميل مٺل، پردين يار پنهل،
نه ته آڻ آجل، جيئڻ آهه جنجل،
آهيان بند اندر، ڪانهي ڪابه خبر. دل گهايل آ.

٦- ڪندو ميلو خدا، توسان محب مٺا،
’عارف‘ سندي صدا، سڀئي سيد سچا،
توتان شمس و قمر، فدا جن و بشر. دل گهايل آ.

○

[راڳڻي ڪاهاڻ. تار: ڪلواڙو.]

دوست ڪيهاسون دل ٺارڻ لئه، پر ويا درد ڏکائي،
ٿنڌ پکيڙي بند ڪياڻون، پوءِ ويا پاڻ ڇڏائي.

١- دردن، سُورن جو سمجھيو سون، دوست ڪندا درمان،
هاءِ! آڏورا دل ۾ سارا، رهجي ويا ارمان،
پاڻ ڏاڍن سان پيار ڪري، پوءِ ويٺاسون پُور پرائي.

٢- ساريون راتيون روئي روئي، ڏُسڪي ڪاٽيم ڏينهن،
مون تہ مٺيءَ جا محب نہ موٽيا، مولي آيا مينهن،
پنبڻيون، پاندُ پساءِ پنهنجا، نوڙين نيرَ وَهائي.

٣- ڇڻن ڏينهن جي يارو آهي، اڄ ڪالهہ جي ياراڻي،
بيوس ٿي آ بيحال ٿيٺون، نينهن ڪرڻ ناداني،
خلق جي خواري وٺي آهي، عزت مال لٽائي.

٤- جن، ملائڪ، حورون، پريون، ڪن تہ ادا ڙي! آهون،
ڪوئل، قمريون، مورَ ۽ بلبل، ڪُوڪون ڪن ۽ دانهون،
جنهن ڪان پڇيم، تنهن تہ ڪئي ٿي ’هائي! هائي‘!

٥- ’عارف مولائي‘! ازلي ناتو، موت سگهي ڪيئن توڙي،
جيءُ، جُسو تنهن جانب سان، مون آهہ رکيو جُٽ جوڙي،
دلڙي پنهنجي دلبر کي ڏنم، ڪيئن تہ وتان سا ورائي.

○

[ راڳڻي ڀيروي. تار: ڏيڍو ۽ ڪلواڙو.]

دور نہ آھيان دم دلبر کان،

پنھنجي پياري پرين پرورڪان.

"و نحن اقرب...." واري وادي، شوق شھادت، شاطر شادي،
ڳيان ڳڳن جي گوھر گادي، نرمل نازڪ، ناز نظرڪان.
سُرخ صراحي، ساغر ساقي، محتب پياري، مئي تي ملاقي،
جام ملي ڪا مون "ميثاقي"، ستگر جي سرگم ۽ سُرڪان.
پيچ پسڻ جو ھائي ڀورو، سُرت، رِدّت جو ساز سمورو،
ذات، صفت جو ذوق ظھورو، عشق الٰھي عين آڪرڪان.
شاھہ نواز، آتاز تي آڌو، 'عارف' جنھن کي عشق بنايو،
پير مغان جو ماڳ ملھايو، محب مدامي متہ مظھرڪان.



[راڳڻي ڀيروي. تار: ڪلواڙو.]

موٽي مان ملن، شال اچن،

پرديسي منھنجا ڀرين.

١- رويو راھون تڪيان، نيڻن رنير تمن.
٢- ڦٿيل تي تہ فراق جا، مُونجھن مونھن وسن.
٣- اديون آديسين جا، پاپل ڀور پتون.
٤- سورن ساڙيو ساھہ کي، دل تي دُود دکن.
٥- ھئي! ھئي! حبين جا، ھنڌڙي ھول ھُرن.
٦- جن کي عشق آجاريو، سي مورھن ڪين مرن.
٧- سِڏ ڪھو ساريو سڄڻن، ڳڻتي ڳيچ ڳرن.
٨- ھئين پرين ھوت لئہ، سسي پر سرڪن.

٩- واکا ڪريو وَرَ لئہ، ڪانئون هٿ ڪٿن .

١٠- هئي! هئي! هوت ٻنهل لئہ، پانهڻن ڇڪ هڻن .

١١ وَهڻن ويچاريڻن ڪي، ڳوڙها ڳاٽ ڳٽيٽن .

١٢- عارف مولئي عشق جا، مڻن ۾ مچ ٻرن .



[راڳڻي ڀيروي، تار: ڪلواڙو.]

ٻرهہ بهادر باز، ڪري پرواز،
آيو اظهار آذامي .

١- حضرت حسن ڪئي هسواري،
زخمن کاڻ دل چور ويچاري .
تڪو تيرانداز . ڪري پرواز آيو ........

٢- گهونگهٽ کولي دلبون گهائي .
مرد ميدان ۾ ماري مچائي،
شير ٻبر شهباز . ڪري پرواز آيو ........

٣- عشق عجائب جن تي آيو،
سولئي لئہ تن سِر سنباهيو،
"انا الحق" آواز . ڪري پرواز آيو ........

٤- نينهن نوابن کي نو نائي،
رائڻا، راجا راڄ رلائي،
آهہ ربّاني راز . ڪري پرواز آيو ........

٥- "وَنحن اقرب" ورق ورائي،
"وَفي انفسکم" رمز رلائي،
صورت جو سر ساز . ڪري پرواز آيو ........

٦- ڪاٽي طالب، طلب حقيقي،
عارف مولئي عشق عميقي،
شائق شاهہ نواز . ڪري پرواز آيو ........

[راڳڻي ڀيروي ، تار : ڪلواڙو ]

آءُ تہ سڄڻ تنهنجي نالي ،
پوءِ ڪوجهي آهيان توڙي ڪاري ،

عشق آ جنهنکي تنهنجو اندر ۾، سا تہ جدا ڪيئن جالي،
دل ڳڻتين آهي ڳاري ،

روح اندر ۾ رکم راڻل ! تنهنجا سور سنڀالي ،
آهي دردن دلڙي آجاري ،

وڏا ڪيا مون روره اندر ۾ ، ڀور اوهان جا پالي ،
ڏاڍي لاتي برهہ بهاري ،

مست ڪيو مخمور نيڻن جي ، ڀرڪش پاڪ پيالي ،
چڙهي خاص الخاص خماري ،

ڀرزا ڪيئنڙو يار پيارا ! پرڏن سندي هڪ پالي ،
لڳو ڪنڊڙو ڪانُ ڪاپاري ،

منڙو منهنجو موهيو تنهنجي ، چُست چلڻ جي چالي ،
لڳي قرب جي يار ڪٽاري ،

ڪاج خوشيون وت وِس وڃايا ، ڳهاڻ اندر جي آلي ،
ڪر پيارل ! ڪا پوئو واري ،

'عارف' پنهنجي هاڻ ڪي ڪيئڙو، حاڪم ! تنهنجي حوالي ،
ڪر سهڻا يار ! ستاري ،

○

[راڳڻي ڀيروي، تار: تين تاره]

دل ٻار لڳي ويو دڳ ۾.
لاڳي رمز ويو رڳ رڳ ۾.

پيرهڻ بهادر بانگ سڻائي، ٿيندو نواب نماز پڙهائي،
اڇي عشق ٿيو آ اڱ ۾.

يوسف يار جي مٺ چا ايندو، شمس، قمر، آت شرمي ٿيندو،
جهڙس ناهي جڳ ۾.

وڙنهه ويجهو 'وَنحن اقرب'، محب وسي ٿو مشرق، مغرب،
وحدت واري وڳ ۾.

'عارف' يار ڏٺوسون ڳولي، 'وَ في' آنفسڪم" واري اولي،
صورت واري سڳ ۾.



[راڳڻي ڀيروي. تار: ڪلواڙو]

ڀورين پنهنجو پاڻ وڃاءِ.
پوءِ ڳل ڪفني عشق جي پاءِ.

١- ترڪ ڪري دنيا ۽ عقبيٰ،
سير تي واري ور وساءِ.

٢- فڪر، فراق، فقيري ڪٿ تون،
درد جو دل ۾ دُود دُکاءِ.

٣- سير، سوليءَ تي سهڄئون چاڙهي،
ڳيت اناالحق جو پوءِ ڳاءِ.

٤- نفيءَ منجهان، اثباتي ڪر تون،
هُر دي "هُو"، "هُو" هونگ هلاءِ.

۵- شرڪ، شيطان، حسد ۽ هٺ ڪي،
پيرمانيءَ پاڻُ جلد پچاءِ.

۶- ڪوڙ، غلا ڪير، ڪپٽ، ڪينو،
سچ سڀ ڪنهن کي يار سڻاءِ.

۷- شاهه نواز! ٿي عشق جو 'عارف'
انهد مُرليءَ ڀُڻڻ وڄاءِ.



[راڳڻي ڀيروي. تار: ڪلواڙو.]

هي دنيا عبرت خانو آ.
هڪ ساعت جو افسانو آ.

ڪِٿ بلبل ۽ بستان ڪٿي، ڪِٿ محفل ۽ مئخان ڪٿي،
ڪِٿ ساقي ۽ پيمان ڪٿي، ڪِٿ شمع ڪٿي پروانو آ.

ڪٿ يار سندءِ دلدار ويا، ڪٿ دوست دلي غمخوار ويا،
ڇڏي مال مڏيون گهر ٻار ويا، تن تُربت منجهه ته ٽڪانو آ.

ڪٿ خانن جي خوش خاني آ، ڪٿ جوڀن جوت جواني آ،
ڪٿ شهزادي، ڪٿ ٻانهي آ، سڀ خاڪ اندر خسخانو آ.

ڪٿ تخت سليمان تاج ادا، ڪٿ حُسن يوسف ماهه لقا،
سڀ آهه فنا توڙي شاهه، گدا، تپ سور سندو ته بهانو آ.

ڪٿ نازڪ، ناز، غماز ويا، ڪٿ 'عارف' شاهه نواز ويا،
ڪٿ شاهه ڪٿي شهباز ويا، ادا! سڀڪو راهه روانو آ.



[راڳڻي ڀيروي، تار: ڪلواڙو.]

اڃا ننڍڙو ڀاڻ سڏائين ٿيو.
ڪري ڪيس آڇن کي لڪائين ٿيو.

١- هنڌ هيٺا ٿيا ڏکي ڪنڌ ٿيو،
ساڻو سستيءَ کان سنڌ سنڌ ٿيو،
مزو گهمڻ ڦرڻ جو ٻار ويو،
تہ بہ ٻوڙها! ڀاڻ ٻڌائين ٿيو.

٢- ڏند ڏاڙهون ڀڳا کي آلڙن پيا،
مزا رڪتين رپٽڻ جا جاڏي رويا،
وڃي نقلي وڃهايئي ڏند پيا،
ٺلهي چاڙهي چام ڍڪائين ٿيو.

٣- گهنج منهن ۾ پيا گهري ماس ويو،
گهٽ نيرت ٿي ۽ چمڙ لڙڪي پيو،
اڃي عمر جو آهہ اڃهاڙو ڏيو،
تہ بہ حرص ۽ هوس هلائين ٿيو.

٤- ڇڏي عمر گذاري آجائي تو،
سڀهي ساري حياتي وڃائي تو،
ڪهي ڪانہ چڱي تہ ڪمائي تو،
اڃان بہ موڳا! وقت وڃائين ٿيو.

٥- ڪو مامون، ڏاڏو، ناڻو ڇڏئي،
مڙهہ آهہ منجهي ڪل ڪانہ پئي،
لنگهي عمر نوي، ٿيو ڪانگ لٿي،
ڪانو قبر جو اڳ ٿي ڪڍائين ٿيو.

٦- آئي 'عارف'! ترت تياري ڪر،
سير، داور اڳيان ٿيڻي ڏر،
"مُوتواقبل از الموتو" مرڻا اڳ تون مر،
سدا سالڪ ڀول سڻائون پيو.



[ راڳڻي ڀيروي، تار: ڪلوا ڙو ]

سدا مُحب تنهنجون لکين مهربانيون.
ڪچيءَ ڳل ڳرهاتيون، پيا ڳوپ ڳانيون.

١- سدا سام سيني ۾، سهڻا تو سانديان،
هنيئي جي هٿن سان، ڪشي قرب ڪانيون.

٢- ڪين خان ڪين نان، تنهنجي نڌي تي،
هان هوت هر جاءِ، سنده سوڪ مائيون.

٣- هُجين شاد آباد هردم حبيبا!
سدا! شال ماڻي هي جوڀن جوانيون.

٤- سڪندر ۽ دارا ڪندا همسري ڇا؟
هان هر جڳهه تي، سنده حڪمرانيون.

٥- اکين تار! 'عارف' جا احسن عجيبا!
اچو، تا ڪيون، قرب جون ڪي ڪهانيون.



[ راڳڻي ڀيروي، تار: ڪلواڙو ]

منهنجي يار جو حُسن گلابي .
لَب نازڪ، رنگ عنابي .

ڪَجَ ڪيس ڪڪر ڪارا، ڏيو لُوهُون ڪن لامارا،
وڇون ونگ وانگن وارا، ڪن مشتاقن سان مارا،
رَنگ ڏنگ هيو ڪن ڏارا، وِيا وِڃي ڪيترن ويچارا،
سوين شاه، سڪندر، دارا، ٿيا بِرهه اندر بيتابي .

اهي ڪجليون اکيون ڪاريون، ڪَجَ ڪنديون، ڪات ڪٽاريون،
لئه ڏاڍي دلبر ڏاريون، لٽڪ دليون وجن ڏُوتاريون،
ڳَل ڳوپ وجهن ڳُٽ ڳاريون، ڪئين عاشق وتن اوساريون،
اهي خاص الخاص خُماريون، نيڻ نرگس، نيڻ شرابي .

ڀرون ڀَونر، ڏنگا ۽ ڏوڙا، جڻبي جانب آيا جوڙا،
رِڙا ڀورهه جانن واڍوڙا، پَسي مژگانن جا سوڙا،
ڪن عاشق گهوڙا اڳهوڙا !!، ڏڪ ڏيل ۾ تيئڙا ڏوڙا،
سڪي سائل ٿيا، سَتو سوڙا، لک عاشق ٿيڙا عتابي .

پَسي پرين جي پيشاني، ٿيا شمس و قمر شرماني،
ملي حورن کي حيراني، ٿيا ديو، پريون قرباني،
ميجي ملڪ و فلڪ فرماني، جبرئيل ڪئي درباني،
رکي ياور خود يزداني، پسي نرمل نُور نِجابي .

توکي سُهڻن جي سرداري، ملي فلڪن جي مهنداري،
ڪر سهڻا يار! ستاري، دلدار ڏي ڪا دلداري،
تنهنجي محبت دل ڙي ماري، ڳِل 'عارف' جي ڳٽ ڳاري .
مون ڏو لئه سوچ سينگاري، آچ شاه! ڪري ٿـ شتابي .

[ راڳڻي ڀيروي. ٺار: چنچل • ]

بيوفا دلدار ڪان ، دلڙي ڦرائي ٿو وڃان •
پرت جا پنهنجي ڳلي ۾ ، پيچ پائي ٿو وڃان •

١ــ هنجي هر ظلم و ستم تي ، آ سِرُ تسليم خم ،
نازنين سان نينهن جو ناتو ، نڀائي ٿو وڃان •

٢ــ هن ڪيا جبرُ و جفا ، پر مون ڪئي تنهن سان وفا ،
زندگي جو ساز و سامان ، سڀ لٽائي ٿو وڃان •

٣ــ 'عارف المؤلي' ان جي ، عشق جو آهي اسير ،
ڳڻ پرئي جي ڳڻن جا ، گيچ ڳائي ٿو وڃان •



[ راڳڻي ڀيروي • ٺار: ڪلواڙو• ]

اچي محبت مِٺا ميل جاني •
ڪري عين ٻرين احساني •

تنهنجي اچڻ جي راهه نهاريان، هنجون هجر ۾ هردم هاريان ،
گهڙيون سوز غمن ۾ گهاريان، دل درد ڪئي ديواني •
ونگيو ورهه ، وڇوڙا ويڙا، هيڻا حال فراق ۾ ٽيڙا ،
پڪ پيچ ، پريمي پيڙا ، ڳيل ڳات ڳڻن جي ڳاني •
تولئه دلڙي سِڪي دلدارا ، منهنجا محب مِٺا مٺارا ،
آچ اڱڻ اسان جي پيارا ، جند جان ڪيان قرباني •
تنهنجو 'عارف'، عشق ستايو ، تنهنجي گهورن دل کي گهايو ،
گهمان عشق جي ڪفني پايو، اها نينهن وارن نيشاني •

[راڳڻي ڀيروي، ٽار : تين تال.]

ٿلهه : مئي بن پئي مخمور اکيون، موهن مهميرن کي.

مخفي مامون ڏئي مهميزون، مارن ڪئين منصور اکيون.

متواليون، مخمور موچاريون، مانجهي کن مهجور اکيون.

ماريو ماريو مشتاقن کي، مڙن مگر نه، مور اکيون.

چوريچاڪ، چڳيريون چڙهيون، چيهو کن دل چور اکيون.

ڪجل بنا پڻ ڪاريون ڪيفي، کهٽيون کن ڪلور اکيون.

تاب تکا ڏئي تارن وارا، ترت جلائن طور اکيون.

نيڻ نهوڙن، نازڪ نرگس، ناز ڪريو، پر نور اکيون.

هڪ وجهيو هئي پاڻ هڻن ٿيون، ڀڪيليون ڀڪور اکيون.

اچو امالڪ 'عارف' سر تي، ساز ڪڙا کن سور اکيون.

شاهنواز شڪيلا شامل، دلريش دليون، کن دور اکيون.



[راڳڻي ڀيروي. ٽار: دادرو.]

همر ! ڪونه قاصد ابائن جو آيو.
جهڏين جي جدائي، سندم جيءُ جلايو.

١- پنوهارن جا پلپل، پون پور مون کي،
سنگهارن جي سڪ ۾، ٿمر سور مونکي،
ڏيان ڏوهه ڪنهنکي؟ قضا ايئنن ڪرايو.

٢- تنهنجا راءِ ! ريشم نه هرگز هنڊايان،
لوئي لوڙ لاکي، ليڱن ٽان نه لاهيان،
ڪٿي مٽ، نه پانهان، هي پٽ، مان پرايو.

٣- اباڻن لئه 'عارف'! اندر ٿيو آداسي ،
ملڪ لاءِ مارن جي مون ، بانس باسي ،
پنهنجي لاءِ پياسي اکين جو وهايو .



[راڳڻي ڀيروي. تار : چنچل.]

رات ساري روح راڄي ۾ گذاريندي رهيس .
چنڊ، تارا تڪيندي، نير وهارئيندي رهيس .

١- هت ڪٿي هڪلون ڪيم، واهر ٿيو ، مون ڏي وَرو ،
ڪونه ڪو وانگي وريو، آءٌ تي پوڪاريندي رهيس .

٢- اج اتر ڏي گهوڙ گجگي ۽ ڪئي تاڙي تنوار ،
مينهن مارن ڏي وُٺا، آهُ اوساريندي رهيس .

٣- قيد ڪوٽن ۾ هُيس، پر ڪين مون مارو مٽيا ،
نيهن نيرن سان اباڻن جو آجاريندي رهيس .

٤- رات جو روئي سُتيس ، سهڻو لڌم خوشتر خواب ،
ڪيت ڳڌ ڪاهڙ ۾، مارُن مال چاريندي رهيس .

٥- چيلڙا ، ڀاڻا ، اباڻا ، لُلر، لاٽا ، 'عارفا' ،
سرتين ، ساهيڙين، سانگيهين کي سنڀاريندي رهيس .



[راڳڻي ڀيروي. تار: ڪلواڙو.]

عمر ! ايندم اوري اباڻا .
منهنجا سانگيئڙا ته سياڻا .

تنهنجي ترت ڪمان ته مان ٿهري، نڪي چاشني، چنگالي چهري ،
ڀاتيان زردا ، فالودا زهري ، سي ته مئور نه ماهم سوباڻا .

سدا ساهه سنگهارن ساري ، ڳڻتي هاه! اندر ٿي ڳاري ،
منجهون هجر ۾ هردم هاري ، نسنگ نيڻ روئن ٿا نماڻا .
اڄ ويڙيچيون سپ ويڙيون ، مندون ياد ماڇر جون ميڙيون ،
چوي سنڌ سانگي ايندا ، وٺي نيڊر نماڻي نيندا ،
ڏکيا ڏينهن 'عارف' جا ويندا ، ڏسي ڏونڌيڙا ڏاڏاڻا .



[راڳڻي ڀيروي، تار: چڻچل.]

نالي مِٺا يا مصطفيٰ، ڏي تون لقا بهر خدا .

١- بي ثمر آهيان هٿين خالي ، گناهن ۾ غرق ،
ٻيو نه ڪو چارو سُجهي ، ورد زبان نام سدا .

٢- در ڇڏي تنهنجو وڃان ، ٻئي در ڪٿي داتهين مٺا! ،
در آسيدن جا ڀنڊل ٻيا ، در تنهنجي آهيان گدا .

٣- حشر ۾ اعمال ناامان ، ڪُل ڪٿي هاندا حمير ،
مون فقط معذور ڪي ، آ نام تنهنجي جي ندا .

٤- ڇا سڻايان حال توکي ، تون ٿو ڄاڻين راز ڪل ،
تنهنجي قدمن تان پدر ، مادر ڪريان تين فدا .

٥- تون آهن شافع جهان ، يا سيد هر دو سرا ،
لهج 'عاجز' جي خبر ، جيت انبيا نفسي ڪندا .

[راڳڻي پوروي. تار: چنچل.]

محبت ۾ سدا مخمور آهيان،
پينا مئي پيءَ جي مخمور آهيان.

١- ڪٿي اول ڪٿي آخر ٿي آيس،
ڪٿي ظاهر ڪٿي مستور آهيان.

٢- ڪٿي ارني چوان ڳجهي "لن تراني"،
ڪٿي موسيٰ ڪٿي طور آهيان.

٣- ڪٿي غافل ڪٿي همراز آهيان،
ڪٿي ظلمت ڪٿي پر نور آهيان.

٤- ڪٿي عابد ۽ زاهد ذوق وارو،
گناهن ۾ ڪٿي مجبور آهيان.

٥- ڪٿي پير مغان، پيءَ پير ڪٿين،
ڪٿي ملا ڪٿي منصور آهيان.

٦- ڪٿي دارون دوائي درد آهيان،
ڪٿي زخمن ڪان چڪنا چور آهيان.

٧- ڪٿي حاذق حلايان حڪمتون تو،
ڪٿي خود نينهن جو ناسور آهيان.

٨- ڪٿي خوشنود ۽ خوشحال آهيان،
ڪٿي سڙيل سچوڻي سور آهيان.

٩- ڪٿي خوشتر ڪلان تو تهڪ ڏيئي،
ڪٿي راڙهو، رڙي رنجور آهيان.

١٠- ڪٿي آهيان هٿين خالي گداگر،
ڪٿي محبت سان مگر پرپور آهيان.

١١- ڪٿي سلطان، صاحب سوڀ وارو،
ڪٿي موڳو، منتل مزدور آهيان.

١٢- ڪڏهن اوڏو عجيب ساڻ آهيان ،
ڪڏهن دَرَ يار جي ڪان دُور آهيان .

١٣- ڪـڏهـن گمنام گـوشـي نشيني ،
ڪڏهن ملڪن اندر مشهور آهيان .
ڪڏهن طالب، ڪڏهن موليٰ جو 'عارف'
ڪڏهن ناظر، ڪڏهن منظور آهيان .



[ راڳڻي ڀيروي، تار : چنچل. ]

الائي ڇو؟ نٿي اڄ اچي ننڊ نيڙي .
ڇڏي جان آهي اوجاڳن آليڙي .

١- سُهڻ جا سپني سنئا سـون وڏيڙا ،
پرين جا ادا ڙي ! پلڪ پُور پيڙا ،
ڏني ٻانگ مرغن، عـصـُر پـرڙ پکيڙي .

٢- هـَيٖ! هـَيٖ! چنڊ هوندي اکين کي انداري ،
ٻـلا جيئن ڏنگي ٿي وري رات ڪاري ،
سـتيـس سـور پنهنجا سپيئي سهيڙي .

٣- سـتيس، سيج تي سوڙهه سـورن جي پائي ،
ڇڏيم روئي هنڌ ۽ وهاڻا پُسائي ،
جلائي ڇڏي جان، جيءَ جي تہ جهيڙي .

٤- منهنجو محـب رانجهن، ملي شال موٽي ،
آهيان آن جي 'عارف' ڪري نوڙي ڪوٽي ،
لڳي ٻاهه شل ڪا انهيءَ خام ڪيڙي .
موليٰ شل پچائي ﷺ جي تہ ميڙي .

[ راڳڻي پيروي. ٽار : دادرو.]

ٿلهه : سڀ درد ڪان وڏو آ ناسور محبت .
لقمان ڀي آلا شڪ مجبور محبت .

١ - هڪ سوز جگر آه و الم درد بي پايان ،
پيو ناز حسن، شوخ سخن، گهور محبت .

٢ - ڪنهن دوست ڪي ته درد هي هرگز نه ڏئي ،
مگر دشمن بہ نا هجي شل رنجور محبت .

٣ - قاضي پڙهي ڪتاب، سڀ ڪار نه بڻجي ،
پڙهہ سوز محبت ۽ سٽ سور محبت .

٤ - سنت ڪري ڏي يار ڪي سر 'عارفا' نه پوء ،
تهدل ٿين تون، طالب منظور محبت .



[راڳڻي پيروي . ٽار : دادرو، ٻي لئي پيلو، ملهار ، ڪلواڙو.]

آيو عشق اڙينگ محڪم مدامي ،
ازل ڪان هيو سو اسان سان انجامي .

١ - فرشتن انهي بار ڪان منهن لڪايو ،
پهاڙن ڪي ڏهڪاء ان جي ڏڪايو،
ٿيو مرد، مردن سان مرڪي مقامي .

٢ - اسانکي نه گهرجي ڪا شاهي اميري ،
قبولي اسان پنجتن جي فقيري ،
مڃي سون مٺي مصطفيٰ جي غلامي .

٣ - بنا ال احمد، ڇٽڻ آهہ مشڪل ،
ڪيو جن تي قرآن الله نازل ،
ﷺ جو دشمن آ نطفو حرامي .

٤- ويو موسيٰ معراج پَلَ ۾ پيارو،
ويو ٻيهي جبرئيل پيءَ آت ويچارو،
خدا سان ٿيو مصطفيٰ همڪلامي.

٥- ٻيئي ٻيڙ پنهنجي جي 'عارف' پناري،
اڙين ڪي اچي پاڄهه سان جو آڪاري،
حقيقت سان حيدر اچي ٿيندو حامي.



[راڳڻي ڀيروي، تار: ڪلواڙو، ٻي ڏن، تلنگ.]

بيرنگ بازي ٻار بنائي.
"ڪن فيڪون" جي ڪل نه ڪائي.

١- "الست بربڪم" پاڻ چوائين،
"قالوا بليٰ" جو قول ڳڌائين،
سُڌ ٻُڌ انهيءَ سُور رچائي.

٢- هو ڏ هنئن هستي چڏ هاري،
وهم وجودي چڏ تون وساري،
خان! خوديءَ کي چڏ تون ڪائي.

٣- پُرڪش پيءُ، پُرڪي پياليون،
عشق ۾ اکيون رک تون آليون،
برهه بنان ڪُل بات اجائي.

٤- نحو، صرف سٽ، ڪنز قدوري،
وٽ ميخاني جي مخموري،
سرڪي پيءِ تہ ٿئي سرهائي.

٥- جز حقّ سارو غير تون چائج،
پنهنجي پاڻ ۾ پاڻ سڃاڻج،
وحدت واري وٺ تون وائي.

٦- 'عارف' ! موليٰ عشق آجاري ،
مرڻ جيئڻ جي مام سيکاري ،
مُوتو اقبلا الموتو موج مچائي ·



[ راڳڻي پيروي. تار: ڪلواڙو، داڏرو. ]

مٺڪو ڪونہ خط جانبن ڪو جوابي ·
وڏي ويڻي اندر ۾ برهہ جي بيتابي ·

١- مٺو محبؐ منهنجو مٺڙ نيان موچارو ،
سخي شاهہ سرورؐ سڪندن سهارو ،
پسائيندو پيارل ته چهرو گلابي ·

٢- سڪايل ڪي سڪ ۾ ٿيا سال سارا ،
لڇندي لنگهي ويا ڪئين پوهہ پارا ،
ڪٿي ڪو نہ آيو ڪتابت ڪتابي ·

٣- حبيبن سان حيلو هلي ڪانہ حجت ،
عجيبن اکيان ڪر ادا ! نياز نوڙت ،
هلي نينهن ۾ ڪانہ ڪنهنجي نوابي ·

٤- آئيو عجز سان روز ڪانگل آڏاريان ،
عجيبن اچڻ لئہ اڱڻ ٿي ٻهاريان ،
حسينن جي حاصل ٿئي باريابي ·

٥- اسين انجي الفت جا آهيون آجايل ،
سندس سهڻي صحبت ۾ سڪ جا سڪايل ،
ڪٿي مَن ! خماريل نظر نيم خوابي ·

٦- اٿم آس 'عارف' اگهہ يار ايندو ،
ڀري جام جانب هٿن سان ڏيندو ،
ڪڍهين جا ڪٿن بار ٿا ٻئو ترابي ·

[راڳڻي ڀيروي. تار: چنچل.]

ٿلهه: من سٽي مٺو سندم فرياد اچ ،
درد منهنجي جو ڪري شل داد اچ .

١- برت مان پيارا برين پيرا پري ،
خانهء دل کي ڪيو آباد اچ .

٢- هن غريب و بينوا مسڪين کي ،
دلربا دلبر اچي ڪر شاد اچ .

٣- موسم فصل چمن آهه اي صياد !،
جلد ڪر عندليب آزاد اچ .

٤- ٿيون اچن هي مونکي هڏڪيون مدام ،
آهه شايد ٻار ڪيڙو ياد اچ .

٥- شوق 'شاهنواز' کي شيرين تيو ،
ويو جسم سارو جلبي فرهاد اچ .



[راڳڻي ڀيروي ۽ ٽوڙي. تار: ڪلواڙو ۽ ڏيڍو.]

چايو عشق چمن ۾ جلد جٽهٽي .
لڳو نينهن نيسنگ سو ڪيئن هور هٽي .

١- ملهو ڏاج ڏکن موڪلايو سکن ،
پيا پور پڪن، دل ني دود دکن ،
جي ۾ جهور جڪن، ڪوراڪور ڪکن ،
ويو محبت مٺي ڪان منهڙو مٽي .

٢- ڏيٺي گهور گهٽي ، ٻيٺي پاڻ هٽي ،
ڪري پاهه پٽي ، ٿيون ڏار ڏٽي ،
هنيين هور لکين ، آة هڪڙي چٽي ،
ڪٺي چور فراقن دلڙي ڦٽي .

٣- لکيو لوح قلم، آيو بار مٿم،
سو ته سر تي کڻيم، ڪنهن کي ڪين چيم،
ڇڏي ڇپر ويم، پرو ڪونه پيم،
لکيو قسمت جو ويٺي قيد ڪٽي.

٤- سڀ نام خدا، سائل جي صدا،
مونکان محب مدعا، جيئري ٿي نه جدا،
پوءِ توکي اجازت آهه ميتا!،
ڀورين لوڙهه هٿن سان وچ ٿون لٿي.

٥- 'عارف' يار ايندو، وٺي نال نيندو،
ڪيرون ڏيهه ڏيندو، سٺڙ سانگ ٽيندو،
وچان ورهه ويندو، ڪيچي قرب ڪندو،
ٻنا محب مدايون اهو ڪير ميٽي.



[ راڳڻي ڀيروي، تار: دادرو ]

هن مرض محبت جي دوا ڪر اي مسيحا!
لبريز جام الفت ڀر، ڀر اي مسيحا!

١- هڪ وار مٺي پيار، جڏهن جيار دل ڪٺي،
رهان روز ٿو ڀر سوز، دربدر اي مسيحا!

٢- سندم نام هر مقام، صبح و شام ورد آهه،
تنهنجي تات، ڏينهان رات، آ هر هر اي مسيحا!

٣- سندم سوال، سٺي حال، ڪجان ڀال ڀلارا،
مٺا مير، شڪر شير، ڏي ساغر اي مسيحا.

٤- مٺي مدام، ڀري جام، ڏي 'عارف' کي عجبا!
ٿو بن ناهه، ڪا ٻي واهه، سگهو ور اي مسيحا!

[راڳڻي ڀيروي. تار: دادرو، چنچل.]

تنهنجي نازڪ نازنين ناز و ادا وسري نٿي،
تنهنجي هڪ هڪ ڳالهڙي مونکان ڪا وسري نٿي.

١- تنهنجي ٻانهن ۾ وکوڙي، پيار تو ڏاڍا ڪيا،
قرب واري ڪچهري جي رات سا وسري نٿي.

٢- تنهنجو ڪلڻ، تنهنجو ٽلڻ، تنهنجو رسڻ، ٻرچڻ پرين!،
تنهنجي دل جي دلبري، او دلربا! وسري نٿي.

٣- تنهنجي صورت، تنهنجي سيرت، يار! مونکي ياد آهه،
تنهنجي صحبت ۽ سنگت، صبح و مسا وسري نٿي.

٤- تنهنجي هر ظلم و ستم تي مون جهڪايو سرُ ڪٿي،
پر تنهنجي شوخي، بي رخي، جور و جفا وسري نٿي.

٥- هر خطائي، 'عارف المولي' کي تو بخشي ڇڏيو،
تنهنجو هي فضل و عنايت ۽ عطا وسري نٿي.



[راڳڻي ڀيروي. تار: تين تار ۽ ڪلواڙو.]

آوَس ساڏي ڪول رانجها! مارُو ميڏا ڍول رانجها.

١- درد غمان دي ماري دا-ڙي، روهان وچ نا رول- رانجها!
٢- لعل بدخشان، هيرا موتي، پر پر گهولان جهول- رانجها!
٣- ارض وفلڪ تي حور قصوران، ساهه صدق سِر گهول- رانجها!
٤- شير شڪر گفتار ڪياني، مٺيان ٻوليان ٻول- رانجها!
٥- يار بنان ويران ڏٺو سي، جنت جاهه رتول- رانجها!
٦- چاڪ سيني دي محب ماهي ڪون، خوب ويکاوان ڪول- رانجها!
٧- سهڻي خاطر طعني مهڻي، چائم سِر ٽول- رانجها!
٨- 'عارف مولي'! دل دي اندر، يار ڏٺو سي ڳول- رانجها!

[راڳڻي ڀيروي. تار: تين تار ۽ ڪلواڙو.]

ٻـني ساغر مـئي جنت دا . اي دنيا گهر عبرت دا .

١- ڪر حاصل سير وجودي، رک شرف لا مقصودي،
ٿـئن محض مڪه مسجودي، ٻڙهه ڪول قصه وحدت دا.

٢- ڪر ترڪ طمع طولاني، ست شـوق شتاب شهاني،
ڪر در دلبر دربـانـي، اهو عين سبب عزت دا.

٣- ٻڙهه باب برهه دا باري، چڙهه سولي ڪر هسواري،
گهن مهڏي مـت موچاري، ٻڙهه نيت بجا برڪت دا.

٤- ستت جهڳڙا ڪنز قدوري، رک ريت عجب منصوري،
ڪر حاصل حج حضوري، اهو رستا گهن رحمت دا.

٥- گهٽ مارين نفس نادانا، ڇوڙ حـرص هـوس حيوانا،
رهه روه صنم پـروانا، ست شوق شرر شهوت دا.



[راڳڻي ڀيروي. تار: ڪلواڙو.]

هـي هردم سانڍي نـال سهڻا. مـاهه لقا متوال سهڻا.

١- "وَفي اَنفُسِڪم" حاصل هوبا، وحدت دا ته وصال- سهڻا،
٢- "الانسان سِرّي وَ اَناسِرُه" عشق سڃ احوال- سهڻا،
٣- "قلبُ المُؤمن عرش اللهي" بيشڪ پيد بحال- سهڻا،
٤- "وَنَحنُ اَقرب" و سدا ويڙهي، وڃي نهين هڪ وال- سهڻا،
٥- "اوّل آخر ظـاهر بـاطن" محبوبي ته مثال- سهڻا،
٦- زهد، عبادة، ڪنون برتر، محبت دا مثقال- سهڻا،
٧- سهڻي يار "ذٺل" دي خاطر، گهوريم سر، گهر، مال- سهڻا،
٨- 'شاهنوازا' پـرهه شڪرانا، منجهب مايا مينهوال- سهڻا.

[راڳ مالڪوس. تار: تين تار.]

خوشي ويئي وري، ڪئي درد دري، ڳچ ڳڻتين ۾ پيادل جاڳري.

١- ڏک ويڙهاڙا ڏيئي، چُپ چوري چئي،
مونکي پلئه پئي سورن جي پري.

٢- سک صبر نيو، پتو ڪونه پيو،
هڻون حال ٿيو، ويا ورهه وري.

٣- قضا هٿ ۾ قلم، لکيا درد آلم،
مونکي محبت تبسم، ڏني ذوق ذري.

٤- پنهنجو پالُ ڪندا، وٺي نال نيندا،
’عارف‘ آهيان ادا، ڪوٺي توڙي ڪري.



[راڳڻي مالڪوس ۾ پيروي. تار: تين تار ۽ ڪلواڙو.]

هوش ادا ڪر ٿي هوشيار. دنيا فاني، ڏينهن ٻه چار.

١- محبت وارو مچ مچائج، پر تان تنهن ۾ پاڻ پچائج،
عشقي آڳ اندر ۾ ٻار.

٢- آهي هڪ عبرت خانو، ويرانو، ويران، ويرانو،
دنيا طلسم جو گهر ٻار.

٣- مال مڏيون، ڪٿ ملڪ سليمان، تخت سڪندر جوڏس ويران،
ورنه ويهي ڪر ويچار.

٤- يُوسُف ڪنعاني ڪاٿي، مصر سندي سلطاني ڪاٿي،
ذوق زليخا ڪرت زنهار.

٥- ڇا لئه آيين ڇا ٿئي ڪرڻو، درد انهيءَ ۾ دَمُ آ ڏرڻو،
غافل! غفلت کان تي ڏار.

٦- هاء! سڻتي تو عمر وڃائي، ڪانه ڪيئي ڪا ٻار ڪمائي،
حال سنده تي حيف هزار.

٧- قَولُ "الستي" ڪرنا ڪوڙو، وحدت جو هڪ ور وانگوڙو،
وڃن ويساهي ڪيم وسار.

٨- ياد ڪيو جيئن يار محمد، تون پڻ تيئن تنوار محمدؐ،
پاڇل پرين پرت پچار.

٩- شير خدا ڪيئن شوق وڌايو، پترو ٽنهنڪي پاڻ پسايو،
دست خدا دُلدُل هسوار.

١٠- شاهه حسن رضه پر پاڪ پيالو، زهر جو پيتو جام نرالو،
شاڪر ٿيئڙو شڪر گذار.

١١- خنجر شاهه حسين رضه سنا ٿي، مينهن محبت جا ته وٺا ٿي،
آب بنا ڏس ننڍڙا ٻار.

١٢- 'عارف' اصلئون آهيان عاصي، ماڙ محمدؐ! ڪج ڪا خاصي،
مسڪين آهيان ۽ بدڪار.

١٣- شاهنواز! آڇهو آ عربي، محمد ميز مرسل سربي،
اڇهو امت جو ۽ آڌار.



[ راڳڻي پهاڙي. نار: ڪلواڙو ]

جاٻون ڏسيو منهنجو جيءُ جلي ٿو، آديسون اوطارا- الا.

١- ويا لڏي لاهوتي لاشڪ، سنگ ڇڏي سڀ سارا- الا.

٢- هئي هئي هوت چڙهي ويا ڇپرين، ڪيچ ڏٺي ڪوهيارا- الا.

٣- جهورا، قهقر، ٻڪيون، ٻر ٻر ٿيا ٻارا- الا.

٤- جوڳي جهوءِ چڙهي اڄ ويئڙا، مَن کي ڏيئي مونجهارو- الا.

٥- 'عارف مولي' عشق جا، اندر آزارا- الا.

[راڳڻي پهاڙي ، سنڌي لئي . تار : ڪلواڙو . ]

جيءَ جيئندن جا ميلا . مونکان وڇڙيا محبوب آويلا .

١- دلڙي ڪسي دلدار هليو ويو ، منهڙو مٺي منٺار هليو ويو ،
هٿي هاڻ ۾ نيڻ شڪيلا .

٢- پرهه پنهل جا پور پچايم ، قسمت پيرين پنڌ ڪرايم ،
ووڙيم واهڻ پيلا .

٣- چمن ڏينهن جي ياري لائي ، محبوب ويو مجروح بنائي ،
اسين روئندا رهياسين اڪيلا .

٤- دلڙي ويچاري دردن ماري ، روئو ڪري نت زار و زاري ،
وڏا ورهه ، وڇوڙي ويلا .

٥- ساوڻ جي رت يار پراهون ، ڪوئل وانگر ڪري دل دانهون ،
وڏا وڏيل ڪيا واويلا .

٦- 'عارف مولي' يار ملائي ، محبوب بنان آرام ناهي ،
ڪيا سورن سانگ سويلا .



[راڳڻي پهاڙي . تار : ڪلواڙو . ]

اڄ رات نه وڃ ، رهه نام خدا .
توکي دل ٿي جهلي ، منهنجا محبوب مٺا .

ڏس ٻاهر ڪاري رات اٿوئي ، جهڙ ، بادل ۽ برسات اٿيئي ،
اڄ مٽجڻي منهنجي بات اٿوئي ، سڻ سائل جي سرڪار ! سدا .
سڄي عمر ڪاٽي مون سارينديءَ ، تنهنجي هجر ۾ ڳوڙها هارينديءَ ،
تولاءِ نار پرين ! پڪارينديءَ ، ويا سال لنگهي صبح و مسا .
سڪ سالن جي آهه ساهه اندر ، جلي جانب تولاءِ جان جگر ،
لئهه 'عارف' پنهنجي جي ڪا خبر ، سلطان سورمان ڪنهن سان توسوا .

[راڳڻي پهاڙي . تار : ڪلواڙو .]

مونکي محبّ ڪيئڙو، عطا درد فرقت .
ڪئي پاڻ پيارل ، شهائي هيءَ شفقت .

١- ڏکي دل ڏکايل ، صنم لئه سڪايل ،
هي اکيون آڇايل، سڪن لاء صحبت .

٢- ڪنهن سان حال اوريان، سيني ۾ سنڌوريان،
هي جند جان گهوريان، ڏسي سهڻي صورت .

٣- لڪان ڪيئن خطڙو، ڏکي هاء هينئڙو ،
پئسي پيو هي پنڙو، منجهان آب الفت .

٤- نيجان هي نياپو ، ڏکن جو ڏوراپو ،
جدائي رهاپو ، اڙانگو آ آفت .

٥- ڏيئي غم نشاني ، متو ماهه ثاني ،
ويو يار جاني ، وٺي راهه رخصت .

٦- 'عارف'! يار ساريان، غمن ۾ گذاريان ،
ٿو پلپل پڪاريان ، وڪوڙيو آ وحشت .



[راڳڻي پهاڙي. تار : ڪلواڙو .]

نئون نئون نسنگ نينهن، لائن ٿيون اکيون .
سنڌي عشق آتش ، مچائن ٿيون اکيون .

١- آئين ڪان زمين تي ڪيرائن ٿيون اکيون ،
زمين کان فلڪ تي رسائن ٿيون اکيون .

٢- ستون سورمن کي ستائن ٿيون اکيون ،
ڪري ناز نخرا نمائن ٿيون اکيون .

٣- وجهيو گهور، ڪئين گهوٽ گهائن ٿيون اکيون ،
ستل سور دل جا جاڳائن ٿيون اکيون .

٤- ڪئين راوَ، راجا رُلائن تيون اڪيون،
مسافر ۽ بيڪس بڻائن تيون اڪيون.

٥- شهنشاهي شوڪت ڇڏائن تيون اڪيون،
گداگر بڻائي پڻائن تيون اڪيون.

٦- جتي جاء پهچڻ، ڪُڇڻ جي نہ آهي،
اُتي وڃيو لئون لڳائن تيون اڪيون.

٧- محبت جي دنيا بڻائن تيون اڪيون،
ڦٽل ملڪ دل جو وسائن تيون اڪيون.

٨- سبق سُور وارا پڙهائن تيون اڪيون،
ڇُٽل چاق دل جا چڪائن تيون اڪيون.

٩- ڪريو گوڙ گجڪار، جُهڙ ميگهہ لايو،
مچي موج ساوڻ ملهائن تيون اڪيون.

١٠- مثل ابر بارش وسائن تيون اڪيون،
سدا واهہ وحدت وهائن تيون اڪيون.

١١- سندا درد دونهان دکائن تيون اڪيون،
جگر جان ساري جلائن تيون اڪيون.

١٢- اکين جا اشارا سڃائن تيون اڪيون،
عجيبن سان 'عارف' ملائن تيون اڪيون.

[راڳڻي پهاڙي. تار: ڪاواڙو.]

تون بورنگ، آءُ تنهنجو رنگ.
منهنجي نينهن جو تون ناموس ننگ.

١- تون حسنُ، سنده مان ناز آهيان،
تون رمزُ، آءٌ تنهنجو راز آهيان،
تون ساز مان تنهنجو آواز آهيان،
تون چارڻ، آءٌ تنهنجو چنگ.

٢- تون نرملُ، منهنجو نينهن ٿئين،
منهنجي ظلمت جو تون ڏينهن ٿئين،
آءٌ جُهڙ، تون محبت مينهن ٿئين،
منهنجي عشق جو تون آهين آرنگ.

٣- منهنجو دين، ڌرم، ايمان ٿئين،
آءٌ قاري تون قرآن ٿئين،
منهنجي مشڪل جو آسان ٿئين،
تون مولي، آءٌ تنهنجو ملنگ.

٤- تو جڏهن "الستي" بول چيو،
مون "قالوا بلي" جو قول ڪيو،
"رَبُ" آرڻي سارو هوش نيو،
تون شمع ازل، آءٌ تنهنجو پتنگ.

٥- آءٌ سسئي تون ڪوهيار ٿئين،
آءٌ سهڻي تون ميهار ٿئين،
مون مُومَلَ جو مهندار ٿئين،
وڏڙي وحدت وارو ورنتهہَ ونگ.

٦- منهنجي سورن جو تون ساڻ ڏٺين،
دل گهايل جو تون گهاءُ ڏٺين،
تون ته راتين جو ٻَرَ! راهُ ڏٺين،
منهنجو آهه الستي توسان انگ.

٧- منهنجو درد به تون درمان به تون،
منهنجو داتا منهنجو دان به تون،
آهين 'عارف' جو عرفان به تون،
منهنجي شوق تمنّا جو تون ڏنگ.

○

[راڳڻي پهاڙي. تار: ڪلواڙو.]

هيءَ دنيا آهي فاني، دل ٿي ديواني.
هتان ڪيئن هليا ويا ڇڏي خان خاني.

١- لڏي ويا ويچارا، سڪندر ۽ دارا،
بلخ ۽ بخارا، آ ورنه ويراني.

٢- ڪٿي نوح و طوفان، ڪٿي ماهِ ڪنعان،
لڏي ويو سليمان، ڇڏي حڪمراني.

٣- نه هي ناز نعمت، هلي ڪانہ حڪمت،
مڙيئي رنج و حسرت، جوڀن ۽ جواني.

٤- ڪٿي صبح الفت، ڪٿي شام فرقت،
جهان سارو عبرت، رهي نيشاني.

٥- نه قمري جي قهه قهه، نه چهن جي چهه چهه،
نه بلبل جي تهه تهه، نه نغمه فشاني.

٦- اي 'عارف' جا مولا، ڪرين ڪاج سولا،
لاهين پيڙ پولا، ڪري مهرباني.

[راڳڻي پهاڙي. ٺار: ڪلواڙو.]

رمزي چيز ڏاڍي مهانگي محبت ،
هي سودو نہ سولو، مهانگي نہ صحبت .

۱- پسي لاڏ ليلائي، مُحمّل نشين جو ،
ٿيو مست مجنون پريشان فرقت .

۲- سٺي سورَ ۾ سر، هلي صاف سهڻي ،
رمزي محب ميهار جي، موهي محبت .

۳- سسئي ڪيئن ويچاري، رلي روهہ رڻ ۾ ،
ڏنئين لاءِ ڏيرن سڪي ساهہ سنُت .

۴- ڪيو هيرڪي هجر حيران هئي هئي !!
ڇڏيو تخت رانجهن، هزارو ۽ هشمت .

۵- ٿيو دار تي سوار، منصور مُرڪي ،
"اناالحق" جو نعرو هڻي با صداقت .

۶- ادا ! عشق 'عارف`! اڙانگو ۽ اوکو ،
هلي حُسن جي شاه سان، ڪانہ حُجت .



[راڳڻي مانجهہ. ٺار: ڪلواڙو.]

آئي جانب جوڙ ، جانب جوڙ .
وو پنهنجو مٺن محبوب سان .

۱- وٺي واٽ وندر جي ، وَرَ، وَرَ ۾ وَرُ ووڙ ،
۲- هَلُ حقاني راهہ سان ، پياڏيءَ ڪي پوڙ .
۳- لاهہ لاڳاپا لوڪ جا ، ڇاڪاڻا سڀ ڇوڙ .
۴- محبتي مهراڻ ڪان ، مانجهي منهن نہ موڙ .
۵- جوڳي پنهنجي جسم ڪي، الف اِسم سان اوڙ .

٦- ڪاهي هل "قلبيءَ" مان، "خفي" خيمان ڪوڙ.
٧- 'نفي' مان "اثبات" ڪر، وحدت، رُوحُ ولوڙ.
٨- سُورهه ڏاهي سون ۾، ڪو، ڪو، منجهه، ڪروڙ.
٩- سُتي سرنديءَ ڪنڪي، آٿي پاڻ پتوڙ.
١٠- آئي دل ننڊ نياڳ جي، اکين مان ته اکوڙ.
١١- منڍي نفس نادان جي، مروڙي ته مروڙ.
١٢- لڳ لاڳاپا لوڪ جا، پڄي سڀ پروڙ.
١٣- 'عارف مولا' عشق جي، گهڙي آ گجگوڙ.



[راڳڻي مانجهه، تار: ڪلواڙو.]

ڪر نه ڪنهن سان، ڪامل ڪيس!
محبت! ملهائي ڇا؟ مٺن کي ماري.

نازڪ، ناز ڪري نيت نڪا، سيف سنگينن جا صد سڪا،
ڪر نه هلائون، حملا هيس، بحري باز، عقاب اڏاري.

شمس، قمر، افلاڪ، زمينون، سهڻل سان ساهين نه سينون،
راڻل سان نا ڪنهن رِيسَ، رمنڙا پيرَ، امرَ پناري.

تنهنجا تابع چنڊ، ستارا، سجدا ڏين ملائڪَ موچارا،
هو انڪار ڪيو ابليس، خاوند تنهنکي ڇڏيو ڪاري.

هيت ڪي ايندا ڪامل ڪاهي، وَهُمَ وجودي لاشڪ لاهي،
عشق ڇا ڇاڻن خام خبيس، پرت پريمي ڪو، ڪو پاري.

ڇنڇر، آچر، سومر ساريان، منگل، اربع وات نهاريان،
خاصو آ آج ڏينهن خميس، جانب واڳ جمعي من واري.

آهه اڳڻ هڪ وار پيارا! مال، مڏيون، گهر، گهوريان سارا،
ستو سو پيرا ناڻان سيس، 'عارف' جي اڄ پار! اوطاري.

[راڳڻي مانجهه. تار: ڪلواڙو.]

مهدي مير .
آهه سڳهو تون
اکيون روئن ٿيون زارو زارا .

هيڻان حال هجر ۾ ٿيڙا ،
پلپل پور پرين مون پيڙا ، جانب جيءَ منهنجي جا جمارا .

ور ! ولهيءَ جا وارث ويڙ ، ڪيم ورائج سوالي خالي ،
عرب، عجم جا ور نتهه والي ، دانهن دکن جي سڻ دلدارا !

دردن ڪيڙو آ دلگير ، پسڻ اوهانجي لاءِ پياسي ،
اچڻ تنهنجي لاءِ دلڙي آداسي ، درس ڏيو دلبر ديدارا .

فڪر فراقن ڪيڙو فقير ، مشتاقن جي ڪاءِ مهماني ،
ڪڏهن اڳڻ تون ايندين جاني ، گهور ڪيان گهر تن ڏن سارا .

پير پري اچ پارس پير ، نالائق سان ڪريو لائق ،
'شاهنواز' اوهان جو شائق ، چمان اکين سان پاڪ پيزارا .
اچو عشاقن اڳڻ امير ،

○

[راڳڻي مانجهه ۽ آسا. تار: ڪلواڙو.]

چٽ پٽ چشمن، ڪئي دل چور .
گهورون، گهوٽ، گهٽيو ٿيون گهائن .

ڪيڻن عجيبن جا البيلا ، سڙهڻ سوين مشتاق سويلا ،
مست رهن بي مد مخمور ، مت مڻين جي موهيو منجهائن .

نرگس نيڻ گلابي گهيرا ، ننڍيون پهريو ڏين ٿيون پهرا ،
حاضر، ناظر، شام، سحور ، محبت جا مچ من ۾ مچائن .

ڪنديون ڪڪور ڪجليون ڪاريون، پائين پيچ ڳچي ۾ ڳٽ ڳاريون،
دام وجهن ٿيون ڪنهن دستور، هيسڻ جا ڪئين هنر هلائن .

نيڻن جا نيت ناز نرالا ، پرت پريا پر ڪيف پيالا ،
تاب جلايا تن جي طور ، لاڏ هڪي سان لک ٿيون لاهن .

سيني ۽ اهي سهٽيون سٽڪن، ڦٽل ڪان ڪهن ھٿيليون ھٽڪن،
مارڻ ڪان نہ مڙن ٽيون مور، ڪنڌيو عاشق ڪنڌ ڪپائن.
’عارف‘! اکين سان جي اڙيا، سوز ۽ سي ويچارا سڙيا،
آيري ڪيڏيا عشق ازگور، ڇوربو دل جا چاڪ چڪائن.

O

[راڳڻي مانجهہ، تار: ڪلواڙو.]

موٽ مسافر يار، ڇو تہ وڃي تون ويٺين وساري؟
روز نهاريان تنهنجون راهون، دردمندي دل ڪري ٿي دانهون،
منٿ منٿ ۽ آ تنهنجي سار، گهچ اندر جا گهٽي ٿي گهاري.
تنهنجي بلبل آهہ بيچار، گونڌر ۽ دلڙي ٿي گهاري.
سوز اوهانجا ساهہ سهاڳا، مساڪي، مصري تنهنجا ماڻا،
برهہ جا بحري باز آڏايئي، گهورن سان دل سهٽل گهائيئي،
چاڪ اندر ۽ چڪن هزار، آءُ؟ تہ سٽائيين سوز سنياري.
تنهنجي اوسيئڙي ۽ آئون، ڪڪ، بن ڪان ڪريان پڇائون؟
پنهنجي برت پوارل پيار!، ’عارف‘ جي اچ محبّ اوطاري.

O

[راڳڻي مانجهہ، تار: چنچل.]

ڏک ڏاج مون ڏيرن ڏنا.
سرتيون ٿيم سختيون سهڻ.

١- ڇوري، ڇپر ويڙا ڇڏي، منجهہ گوندر دلڙي ڳڏي،
سڀ ساهڙن سگڙا ڇنا، ہر مون اچي هت ڪيئن ٽڪڻ.

٢- ورَ ڪيئن ڇڏي ويهي رهان، هي سور سختيون ڪيئن سهان،
ڪيئن جاليان جانب بنا، ٿيو موت ڏي واجب هاڻ.

٣- سِرِ شالَ شاديءَ جي اَنم، مينديءَ رتا هٿڙا سندم،
جي مشڪ مٿو پيهر پٺا، سي ڪيئن لڳا اڄ ڏي ڪُسڻ.

٤- 'عارف' عجيبن ڏي هلان، رَبَ جانبن هُئي هُتي جلان!
عاشق نه ڪنهن جي ڊپ ڊنا، توڙي لڳن پٻ ۾ پٿهڻ.



[ راڳڻي مانجهه ۽ آسا. تار: چنچل. ]

خوش ٿو رهين منهنجا مٺا!
عاشق تنهنجو آزار ۾.

١- بلبل پون ٿا پور ڪئين، سِڪ، سوز، سيني سور ڪئين،
سَوَ زخم ۽ ناسور ڪئين، آهن تَنَ بيمار ۾.

٢- ٿيا سور ڪئين سختيون سهڻ، خوشيون ويون، ڪانڌ پيئڻ،
شب خيزي ۽ تارا ڳڻڻ، آيا غم دلدار ۾.

٣- ڪئين ٿي زليخا پُر الم، سَسُئي رُني در دشت غم،
سهڻي سڪايل چشم نم، لُڙهندي ويئي تڪ تار ۾.

٤- ٿيو مست مجنون خسته تن، فرهاد ٿيئڙو ڪوه ڪن،
رانجهن ڇڏي پنهنجو وطن، آيو ٻرهه بازار ۾.

٥- ڪئي مرد سوليءَ تي مٿا، مَيُ پي محبت جي مٺا،
ڪئي رمز رندي ۾ رنا، مخمور يا ته خمار ۾.

٦- 'عارف' عجب ٿا عيد ڪن، پنهنجو پرين پيارو پسن،
«الله» جو نقشو ڏسن، چشمان پُر اسرار ۾.



[ راڳڻي تلنگ ، تار : ڪلواڙو. ]

رُنا يــار ڏاڍا ڏکيڙا ٿا پرچن .
ڪيان ساهُ صدقي، سڄڻ شال سرچن .

١- سُتَل سُورَ سهڻل جا ڳائي ويو جاني ،
ڏيئي ويو ڏکـن رجي نمائيءَ نيشاني ،
پلا يار ڪان ڏار ڪيئن ڏينهن گذرن .

٢- رولهيءَ کي ويا رولي رورتهہَ وساري ،
ٿکا نيڻ راهون اچڻ جون نيهاري ،
رهيا رُوحَ ۾ سي وساريان نہ وسرن .

٣- پائي پاند ڳچيءَ ۾ اگهن انجي ويندس ،
ٿي پورهيت پرينءَ جو نہ پائي پريندس ،
ڪڏي نيڻ خوش ٿي مٺا مانَ مُرڪن .

٤- چوي دل ٿي 'عارف' اگهن يار ايندا ،
اچي هن عيسائي سندو ڏکُ ڏکيندا ،
لنوي ڪانگ ٿو اڄ، اکيون پڻ ٿيون ڦڙڪن .

○

[ راڳڻي تلنگ. تار : ڪلواڙو. ]

غضب تنهنجا غمزا ، اجل تنهنجون اکيون .
ڪُهَڻ لاءِ پائن ، ڪَجل تنهنجون اکيون .

١- نمائيون نمائيون ، نشيليون شرابي ،
سدا سونهن پريون سي ڳهيريون گلابي ،
ڪوريل ڪٽاريون، ڪنول تنهنجون اکيون

٢- هڻن هانءَ ۾ قُربَ جا ڪانَ قهري ،
ڦندي ۾ ڦاسائن بنجي باز بحري ،
عشاقن جي رَت سان، رتل تنهجون اکيون.

٣- اِنهن ۾ يڪتائي جـون ڪافيون ۽ وايون،
منجهن رمز روحي، عمر جون رباعيون،
۽ حافظ جا آهن، غزل تنهنجون اکيون.

٤- منجهن نُور، نوري، تماچي، جو آهي،
اگيان تن جـي مومل ۽ راڻو تـہ چاهي؟
منجهن رمز رانجهن، پنهل تنهنجون اکيون.

٥- اهـي 'عـارفـا'، عـيـن آرڏا اڙانگـا،
ستمگر، سڪايل سدا ڪـن نـہ ساڻگا،
ڪڏهن تي نہ ڪن ڪا، ڪهل تنهنجون اکيون.



[ راڳڻي تلنگ، تار: تين تال ۽ ڪلواڙو. ]

امان عشق ڪيو اُستاد، سڀئي پيا سپ بيڪ بهانا.

برهہ جو باري بارُ ڪنيو سين، لکي نہ، پر اظهار ڪنيوسين،
آهيون دردن ۾ دلشاد، ترڪ ڪياسين شوق شاهانا.

حضرت حُسن ڏني حيراني، "خَلَقَ الاَّ آدم..." مليو جاني،
برهہ جو هي بُنياد، هر شي ۾ ٿيا نينهن نيشانا.

در دلبر جي ڪريون غلامي، مُحبت ملي جي مڃي اِمامي،
اهو عشق ڪيو اِرشاد، مڃي مڃايا سون مستانا.

غرض گناهہ ثواب جو ناهي، حضرت عشق اڳيان ٿيو آهي،
دو جڳ ڪان ٿي دل آزاد، ستو ستو حمد، لکين شڪرانا.

'عارف مولي' عشق عجائب، وِردَ وظيفا ٿيا سڀ غائب،
ٿيا علم و عقل بربـاد، پرت پياريا پُر پتيمانا.

٥٠.

[راڳڻي تلنگ. تار : چنچل.]

تون سندم آهين امام.
مان تہ تنهنجو منگتو سڏايان.

١- حُسن تنهنجي جا حبيبا! هر طرف هُل هنگام،
تنهنجي درشن لاءِ ديوانا ڦرن، هر خاص و عام،
ڪيترن جا نالا ٻُڌايان.

٢- وارَ، وَرَ، وَرَ چوڌاري چلڪن، دل ڪئي قابو بدام،
مست ڪيو مخمور تنهنجي، مُحِب مژگانن مدام،
نيڻن جو ناتو نڀايان.

٣- پرت تنهنجي جا پرين پيارا! پڪا پيوند پيام،
دل سڪي ساري سدائين، ساهہ سهنا صبح و شام،
عشق مان ڪينئاتا اڏايان.

٤- ڪيئي سڪندر ۽ سليمان، در اوهانجي جا غلام،
تا ملائڪ، جن وبشر، حورون، پريون سڀ ڪن سلام،
مان بہ هڪ چاڪر چوايان.

٥- تاج سِرِ، لولاڪ جو سونهي، مَتڻن سيّد سندام،
خود خدا تنهنجو ثناگر، سرور عالي مقام،
آءٌ تہ هڪ ناچيز آهيان.

٦- تون تہ منهنجو آهين داتا، منگتو آءٌ سُدام،
ڏي پري ساقي سواليءَ کي، سگهو ڪوثر جو جام،
آگ هيءَ جنهن سان اجهايان.

٧- جي اچين مون وٽ مٺا! گهر، مال سڀ صدقي ڪيام،
جانِ، دل ۽ نيڻ پنهنجا، هوند نذرانو ڏنام،
ساهہ، سِرُ سڀ ڪجهہ لٽايان.

٨- عشق مان ’عارف‘ پڙهيو، هي قرب مان تولش ڪلام،
ڏيو پرين! پڌار ڪي، اعليٰ عنايت جو انعام،
ڳل سندهہ هر حال ڳايان.

[راڳڻي تلنگ. تار: دادرو.]

مون نينهن جو نيابو ناتو، نياز سان ؛
جند جان ڀئي جڙجي ويا، صورت جي ساز سان.

١- سا ڪيئن وڃان وسارئي، دل يار کان گهرائي،
جيڪا ڪٽي ويو جاني! غمزه غماز سان.

٢- سر، ساهه ڀئي صدقي، ساقيءَ مٿان ڪيا مون،
نروار نينهن لڳڙو، نيڻن واري ناز سان.

٣- سجدو ڪيم صنم جي، محراب ابرن ۾،
منهنجو غرض نه، مسجد، روزي، نماز سان.

٤- 'عارف'! آ عشق اڻجهل، اُت ڪا، هلي نه اٽڪل،
چڙيون ٿين مقابل، بحري نه باز سان.



[راڳڻي تلنگ ۽ پهاڙي. تار: چنچل.]

درد دل جي لاءِ بن، دلبر نه ٻيو دارون علاج.

١- عشق جو آهي اڙانگو، پُر خطر پنڌ پيچرو،
سوز سيڪ مان سيج سوليءَ، تي چڙهيو، ڏس ڪيئن حلاج.

٢- نينهن جو ناتو نڀائڻ، سخت دشوار آهه،
عشق و الفت گهٽ ٿيا، باقي رهيو رسم و رواج.

٣- عشق و عرفان جي حقيقت، عاشقن تي ٿي عيان،
مئي پرستيءَ جو مزو، چاڻي نه ڪي زاهد مزاج.

٤- مرد موليٰ جا مذڪر، دين و دنيا کان پري،
عشق وارن کي نه، "جنات عدن" جو احتياج.

٥- پاڻ کي مٽ "پاڻ" ۾ 'عارف'، تہ محشر کان ڇٽين،
دشت ويران کان نه ڪنهن، حاڪم ورتو ڪڏهن خراج.

[ راڳڻي تلنگ. تار: چنچل. ]

برهه تنهنجي جي بهار، عاشقن وٽ يار آئي.

١- حُسنُ تنهنجي هُلُ مچايو، هر طرف هُڪار هار،
ڪن غريبن جيان غلامي، ڪئين ڏونگر تاجدار،
سالڪن سڪڙي پرائي.

٢- زلف زنگي، ڪس ڪارا، وَرَ وجهن سئو وارو وار،
دام سان دليون وڪوڙي، بند ڪن ٿا بيشمار،
مون به تن کان دل ڪسائي.

٣- تيز نيڻن جا تڪا، ڪن ڪوڏ مان ڪوڙين شڪار،
ڀڃي ڀون ڀڳڻ ڀڪين، ڏولهه دسي ڪن زلفگار،
مت مڙين جي تن منجهائي.

٤- آسمان، بار آمانت کان ڏجي ٿيو بيقرار،
مُور ملڪن منهن نه لاتي، عشق جي آفت آپار،
سا اسان چشمن سان چائي.

٥- مون مثل، مسڪين ڪي، مڙا نه ماڻن سان مار،
جي مري ويس ته ماڻهو، محب، توڏيندا ميار،
ڪر نه بيحد بيوفائي.

٦- خسته دل 'عارف' سندي، سهڻا اچي لهه ڪا سنڀار،
پس اچي هي حال هيڻا، آڄ ڀڙي پڳدار يار،
ڪر نه جيڙي تون جدائي.

[راڳڻي تلنگ ۽ راڳو. تار: دادرو.]

آج عيد ڪٿي اسان جي، اڱڻ يار آئيا.
اڱڻ يار آئيا، ته قدم گهر گهمائيا.

١- ٽِلڻ ٽور، مثل مور، ناز مال، گهور هر گهڙي،
رچي ريچ، وصل ويچ، پريم پيچ پائيا.

٢- ڏسي يار جو ديدار، دل بهار ٿي ويئي،
سردار جي سينگار، جهڙ ملار لائيا.

٣- نازڪ، ناز جي غماز، جا انداز پُر عجب،
چيئن چوٽ، اکين اوٽ، گهورن گهوٽ گهائيا.

٤- نيڻهن نماز، 'شهنواز'، نيئي نياز سان نمي،
سجدا ساب بالصواب، تنها سڀ سجائيا.



[راڳڻي تلنگ. تار: ڪلواڙو.] *

برهم بن باطل، بات اجائي.
نحوَ، صرف، ڪجهه ڪم نه آئي.

١- مول فرق نا من وچ هويا، پڙهنديين پڙهنديين عمر گنوائي،
٢- عشق نه مذهب مشرب رکدا، رکدا خيال خدائي.
٣- عشق دي گهايل گهوٽ هزاران، گل ڪفني، هٿ جهني چائي.
٤- تاج ترڪ، سٽ شان شهانا، در در ڪردي وتن گدائي.
٥- ميگهه منڊل، ماندا محبت، بوند اکيان برسات وسائي.
٦- عشق الاهي رکدي 'عارف'، اوج فلڪ پرواز همائي.

* ٢٣ رمضان ١٣٦٣ هه

[راڳڻي لوڙائو ۽ ٽلنگ. تار: ڪاوائون.]

سانول سهڻا، يار سياڻا.
مُحبّ، مٿن سان ڪر نه ماڻا.

- ننڊڙي ڪان لڱون تو لاتي، دلبر دلڙي توسان ڦاٽي،
سور بنا ٻيو ڪونهن ساٿي، روز روئڻ ڏا نيڻ نماڻا.
- آءٌ نه اوهانجي گولي آهيان، ڳڻ، ڳوڻن، ڳلين ۾ ڳاڍان،
پانڌ ڳچيءَ پائي پر چايان، دور نه ڪر تون دلبر پاڻا.
- تات اوهانجي وات وائي، سڪ سيني ۾ يار سوائي،
لالڻ لڱون تو ازلان لائي، سورن سنڌ ڪيا سڀ ساڻا.
- اکيون توسان يار اڙايم، درد، مصيبت، سوز پرايم،
روئي روئي حال وڃايم، دل جي لڳي آءٌ ٻه نه چاڻا!
- ’عارف‘ ڏي او جاب جاني! اڇڻ سنڌي ڪريو احساني،
پنهنجي پسايو پاڪ پيشاني، رو رهه اندر ۾ ڪيا وٿاڻا.

○

[راڳڻي لوڙائو. تار: ڏيڍو.]

تنهنجي عشق ڏنا آزار ميڻا!
رُئندو روز وتان لاچار ميڻا!

تنهنجي حُسن جي تاب بيتاب ڪيو،
پُڇي جگر شتاب ڪباب ڪيو،
جاري آب اکين مان شراب ٿيو،
جنهن خوب ڪيو آ خمار ميڻا!

تنهنجي هجر جي هير، سڌير سڌر،
جنهن اُڪير آسير ڪيو اظهر،
ڀانيان هر دوجهانن کان بهتر،
تنهنجا نه ڪي نسنگ نروار ميڻا!

٣- ڏکڻ روز ڏکايل جا تہ ڏکن،
ساري صورت تنهنجي نيڻ ٽيمن،
جيرا، ڦڦڙ، ٻڪون منجهہ جوش جلن،
رڳان ياد ڪيو رخسار مٺا!

٤- سڪي ساهہ سدائين شام، سحر،
ڇا بر و بحر ڇا شهر سفر،
سڪَ سهڻ وڇاڙو، ڪيئن زهر،
دل ڏانهون ڪري هر بار مٺا!

٥- تنهنجي دردن ڪئي دل ديواني،
مجروح مُدامي مستاني،
اڳي هوس حڪيم آءٌ يوناني،
اڄ برهہَ ڪيس بيمار مٺا!

٦- ’شاهنواز‘ اوهانجو آهہ گدا،
تنهن جي خبر وٺو اوهين نامِ خُدا،
زر مال جي آهہ ڳُهرج نہ ڪا،
بس ديد جي آ درڪار مٺا!



[ راڳڻي لوڙائو، تار: ڪلواڙو ]

ميٺڙا دوست دلاور دلدا — تهن سانول خوش ٿي ڪلدا.

١- سهڻي صورت هي سروردي، مهندار مٺي مظهردي،
نهين حاجت شمس و قمردي، مٺ مشڪ نهين هڪ ٽِلدا.

٢- رُخ روشن نور نوراني، ڪڄ آبرو قوس ڪماني،
وٽ ڪار ڪجل دي ڪاني، تڪا تاب سيهہ ڪاڪُل دا.

٣- لب لال سُرخ لاثاني، ٻولي ٻهڳڻ شڪر زباني،
وچ غبغت؛ چاهہ ڪنعاني، اندا عقل آتان عاقل دا.

قد قامت سرو سڌايا، خوش چال چلت چل آيا،
رم رفتاران رنگ لايا، ٿيهه ٿور عجائب ٿل دا.

شتهه 'شاهنواز' شتابي، رنگ چهره سرخ گلابي،
ڪر ٿاب شتاب ڪتابي، ٻا مشتاقان هي ميل دا.



[راڳڻي ڪونسيو. تار: ڪلواڙو.]

آيو يار اسان وٽ ڪري رم رم رم.
جهڙ بادل جان ڪري جهم جهم جهم.

اِها برق تجليدار چوان،
اهي عين عجب اسرار چوان،
نيتر نيڻ نسنگ نروار چوان،
چهَم چشمن لاٿي چم چم چم.

اِهي وَرَ ورونگڙا وارَ عجب،
وهه ڪيس ڪڪر جي ڪار عجب،
اِهي اعليٰ آبر بهار عجب،
دُودَ، ڏڪن لاٿي ڏَمَ ڏَمَ ڏَمَ.

پاڏي پيشوازا پوشاڪي،
عجب اسان سان ٿيو ته ملاقي،
سهڻي ساغر وارو ساقي،
ڇوهي ڇير وڇائي ڇم ڇم ڇم.

ڪري گوڙ گگن گفتار سندي،
مڪب ميگهه منڊل ملهار سندي،
رم طائوسي رفتار سندي،
ٿلي ٿورَ عجائب ٿيم ٿيم ٿيم.

٥- اکيون بوند بهاري جيان برسن،
پرين پاڪ پسن پنا پرت پڙهن،
سک 'شاهنواز' سندي سڄڻن،
نيڻن ۾ لائي نيم نيم نيم.



[راڳڻي پيلو، تار: ڪلواڙو.]

ڏسڪي ڏسڪي ڪاٽيم ڏينهن.
راتيون روئي روئي گذاريم.

سور ڪٽي اڄ ساڏرڻ آيو، نيڻن نت نت نير وهايو،
مونجهاري جا وڄڙا مينهن، سارنگ سڏڪن سان سينگاريم.
نازڪ، نينهن نڪيڙي ويڙهو، ڪونه پتو پيارل جو پيڙهو،
ڪوهيارل ري^ ڪنديس ڪيئن، پترپر پهڳڻ لئه پاڪاريم.
جهنگ، جبل ۾ پاتم جهاتيون، ڏنگ هڻن ڏاڍي جيان راتيون،
شوق جا آيم ڪاڏي شينهن، ڳتي لالڻ جي ڳچ ڳاريم.
سورن سرتيون سانگ مچايا، سڪ ويڙا ڏک اوڏا آيا،
نيت نت نسريا ناگهه نينهن، 'عارف مولائي' عشق اڄاريم.



[راڳڻي پيلو. تار: ڪلواڙو يي لئه راڳڻي پيروي تار دادرو.]

عجب عشق جو نادُ وهوا وڳوڙي.
عشاقن کي ازحد ورهه ويو وڪوڙي.

١- ڪري قيد ڪاڪل جي ڪاري قفس ۾،
ڪري محب، بيوس ڪي پنهنجي تہ وس ۾،
هنيا هاڻ پهڳڻ پئي پور ڪوڙي.

هٿن ڏنگ ڏنهن ڏنهن اهي نانگ ڪارا،
سيهه فام سنبل منجهائن مٿارا،
ڪاهن تي قريبن ڇڏيا ڇيڪ ڇوڙي.

ڪئي سون قريبن سان وعده وفائي،
سچن ساک پنهنجي آ پاڻهين پڄائي،
محبت کان منڪر ٿي منهن ڪير موڙي.

انهدر ’عارفا‘! مَچ محبت مچايا،
گهڻا گهوٽ گهورن سان دلدار گهايا،
ڪيا نينهن نانگا نگاهن نيهوڙي.



[راڳڻي پيلو ۽ ڀيروي. تار: چنچل ۽ ڪلواڙو.]

بي وفا سان دل لڳائي مون وڏي همت ڪئي.
نازنين سان نينهن لائي، مون وڏي همت ڪئي.
زلف جي زندان ۾ قيد ۽ قابو ٿيس،
پرت جا پيوند پائي مون وڏي همت ڪئي.
دو گهڙي سهڻي ستايو، سور سختيون ڏيئي،
تنهن ستمگر کي ستائي مون وڏي همت ڪئي.
پنهنجي پيارل کي ته مون آ پيار سان پنهنجو ڪيو،
دل رقيبن جي جلائي، مون وڏي همت ڪئي.
ڪيئن ڪجي توبهه، ڀلا دلبر جي دل آزاري ڏسي،
نينهن جو نانو نڀائي، مون وڏي همت ڪئي.
’عارف المولي‘ خوشامد، چاپلوسي کان ڪئي،
شاعرن کي سچ سڻائي، مون وڏي همت ڪئي.

[راڳڻي پيلو ۽ ملهار. تار: ڪلوڙو.]

ڪهڙا ڪيڏا عشق ڪلور.
ڪئين مشتاق چڙهيائين ماراڻي.

١- شمس و قمر قرباني تيڏا، ارض و سماء سڀ ٻيرين ٻيڙا،
جن و ملائڪ ۽ حور و قصور، حسن اڳيان ويڙا هاراڻي.

٢- ٻرهم بهادر لاڻي بازي، گوءِ ڪٽڻ کي گوهر غازي،
دام وجهي تو ڪنهن دستور، ڪوندر ڪند ويا ڪپراڻي.

٣- نيزي بازي نينهن جي آهي، هت ڪنهنجي ڪا حجت ناهي،
مرد مهيسي ڪئين منصور، سوريءَ ويڙا سر منبراڻي.

٤- آنجهد مرلي عشق سڻائي، وسري ويئي ٻي سڀ واڻي،
مجنن مست ڪيو مخمور، گيت اناالحق جا ڳاراڻي.

٥- 'عارف'! عشق اويڙو آهي، سردارن جا سيس نواڻي،
متاڪن لاڻو نا منهن مور، سو پرينءَ پاڻ چڙهيو پهراڻي.



[راڳڻي ملهار. تار: ڪلواڙو.]

نندا ڪيون نندا ڪيون، نماڻيون نماڻيون.
آچن ٻاز وانگر، آڏاڻيون آڏاڻيون.

١- ڪئوريون ڪتاريون ۽ ڪاريون ڪنواريون،
سي مدهوش مي نوش سهڻيون سونهاريون،
رسيليون رسيلوون — سدا راڄ راڻيون.

٢- تيڪا تير نخچير ڪن مير ماري،
نه طاقت آ ڪنهن کي جو تن ڏي نهاري،
وجهن گهور هڪ سان گهڻن منجهه گهاڻيون.

٣- اهي نينهن اڙٻنگ الماس آهن،
ٻي خوف ٻي ترس ٻي قياس آهن،
چڪائون چٽ پٽ نه پيڙون پراڻيون.

٤- اڇي جيڪو اڳيان انهيءَ ويل ڳهائن،
ڪٿين نات، نانگا ڪيو ٽيون نچائن،
ٻڪٿي شينهن وانگر وتن ٿيون براٽيون.

٥- وڏا وارَ، وارَ وارَ وجهن ونگ ووڙي،
ڪلهن تي قرين چڏيا چيڪَ چوڙي،
سنهين سينڌ اڳيان لڏن لال ڏاٽيون.

٦- اهي ڏند هيرا ۽ مرجان موتي،
ستارن سان مڙهيل، مٿي پاڪ پوتي،
وتن حورون، پريون، اڳيان تن وڪاٽيون.

٧- اهي نيڻ نرگس ۽ لبڙا گلابي،
اهي ڳوڙهيون ڳهريل شرابي شرابي،
وجهو ونگ ونگيون، وڃن انگ واٽيون.

٨- انهن سان ادا ڙي! متان دل اڙائين،
اڙائين ته پنهنجي مَ پوه پيرُ پائين،
انهن کهڙا اگهه، جيڪي آهن چڪاٽيون.

٩- اڪيون ڪن اکين جي ته 'عارف' غلامي،
سڪندر ۽ دارا سوين در سلامي،
وڏا ڀاڳ جن سان رچي ڪن رهاٽيون.



[راڳڻي ملهار، تار: ڪلواڙو.]

ٽيو جام خالي ته ساقي ڀريندو.
ڪري ڀاڄه، ڀڳڻ، ڏکيءَ ڏاج ڏيندو.

١- ڪندو قرب ڏولهو، ڏڪيندو ڏلايون،
خطائون ڪندو معاف، بخشي ٻرايون،
ڪري قياس ڪامل اڳڻ يار ايندو.

٢- ٻنان تو نڪا واهه، وارث نه والي،
اڱڻ تنهنجي آيس هٿين ٻار خالي،
ڀلا ڪير جهولي ٻنا تو ڀريندو.

٣- هٿون هيڏو سهاڄهو ۽ ستار آهي،
سڄي جڳ کي جيڪو تو پالي نپائي،
ڀلا ڪيئن ڇوري، هو ڇپر ۾ ڇڏيندو.

٤- اٿم آس 'عارف' اڄهو ٻار آيو،
ڪندم شال ڪلتار لائو سجايو،
اڇي ڏيول اوڏا نه ڀڪڙا اڏيندو.



[راڳڻي ملهار. تار: ڪلواڙو.]

محبت مٺي جي سونهن سوڀاري.
چيٽ، ڦڳڻ جي منڊ قلهاري.

١- مُوءِ مسلسل سوسن سنبل، ڪارا ڪنڍڙا چلڙا چاچل،
ڀيرا ڀونئر ڏسن ۾ بلبل، مشڪ معطر خوب خماري.

٢- پاڪ پيشاني، نور نوراني، چنڊ چوڏس جي جوت جواني،
ڪج ابرو جيئن تيغ ايراني، قرب وارن لئه ڪيف ڪٽاري.

٣- نرگس نيڻ گلابي گهرا، موتيو، مگرو، چنبل چهرا،
سوسن سندس جا سر سهرا، مڙگانن جي ميگهه ملاري.

٤- رُخ رنگين عجائب انور، سورج، ماهه، ستارا سنُبر،
نيلو فر نادان غضنفر، گل ڦل گلشن ۾ گلزاري.

٥- ڪن ڪنڍڙا، مکڙين جي مالها، لب لالن، عقيق ۽ لالا،
گردن صاف بلورين بالا، تنگ دهن دندان اناري.

٦- قد قامت جيئن سروَ سڏايو، ڏور ڏيلي گهر 'عارف' آيو،
شاهن، شڪر خدا جو ڪيايو، بر، ٿر ٽهڪڙي باغ بهاري.

[ راڳڻي ملهار. تار: ڪلواڙو. ]

اندر ۾ چڙدي عشق آتش لڳائي.
بنا محب جي تنهن کي ڪير اُجهائي.
ويو دل ۾ ٻارڻ ٻرين ٻاڻ ٻاري،
بنا يار هي نا، ٻيو ڪير اُجهائي،
فراقن جون ڦوڪون ڏيو مَچُ مچائي.
ڪيو قيد ڪامل، وجهي ڪيس ڪارا،
سڪايل جا ويڙا چڪي سپ سهارا،
هڻي پڻو نتر ٻالا، ويو زخمي بڻائي.
هتي حسرت و درد ارمان ايندا،
مڙي لوڪ مهڻا ۽ طعنا ٻه ڏيندا،
ڪونيهي، اهي سور سڙ تي سهائي.
ويا ننڊ آرام اصلئون اُڏامي،
حڪيمن چڙدي هاڻ همت ۽ حامي،
ويا ويچ ڦڪيون وري سڀ ورائي.
اهو 'عارفا'! عشق آهي اڙانگو،
مڻي تي ملامت جو ڪٽڻو آ دانگو،
انهيءَ پڙ ۾ ڪو مرد تي پير پائي.

○

[ راڳڻي ملهار. تار: ڪلواڙو. ]

موت مٺا منٺار يار. آيا ڏينهن ملڻ جا.
ڦوڳڻ ڦلاريا باغ بهاريا، ساوا ٿيا گلزار،
هڪ جيڏيون ڪن هَل هنگامان، نايو ڏونرن ڏار،
هٺ هڻن ۾، ماٺ مٺن تي، نڪري ٿيون نروار،
وڄڙيون چمڪن، بادل آيا ٿيڙا مينگهه ملار.

٢- مور مچايو شور، ملڻ لئه، ديل ڏڏلي جهٽ آئي،
پوندن واس گلن جو ورتو، پوپٽ ٿي سرهائي،
پاڻ پتنگ جلائڻ آيا ٻريا ديپ هزار.

٣- نالا، نديون، واهه، وهيا، سڀ موج ڪئي مهراڻ،
مرڪي مڇين واريون ڪن ٿيون ڏيجهي روح رهاڻ،
چنگ چڙا ٻيلن ۾ ٻرڪن، واسيا ڪُل وڻاڻ،
برهه سان پهرائين پڻ تي 'عارف'! ڏڻ ڏنار.

○

[ راڳڻي پيلو ۽ ملهار. تار: چنچل ۽ ڪلواڙو. ]

تنهنجي ٻرهم جي بيقراري لڳي.
اڪين ڪي سنده انتظاري لڳي.

١- خوشين جو زمانو ويو موڪلائي،
سجڻ جي ڪو نه سڌ سائي سڻائي،
آهه اڻ ڏڻ، عطش آهه زاري لڳي.

٢- نه ڪا سار سهڻي لڌي يار جاني،
وڃڻ ويل ڏيئي ويو ڏکن جي نشاني،
وڃي بيوفا سان يـاري لڳي.

٣- رڙا وڏ وڇوڙي، وڏي ورهه ويو،
ڏکن ڏيل ڏاريو اندر آڏ ٿيو،
قتيل دل ۾ ڪاري ڪٽاڙي لڳي.

٤- محبت منجهان ڇـا مليو سڻ ادا!
سکڻ سور ۽ پور، آهه ۽ ٻڪا،
ڪيڏي عاشقن جي خواري لڳي.

٥- ڪڍيا عشق انگور سيني منان سرڪي،
ملڙيا لڙڪ نيڻن مان جام جهرڪي،
برهه جي ته 'عارف' بهاري لڳي.

[راڳڻي لاڙي ڪٽ، پيلو ملهار، تار: ڪلواڙو.]

ڪٿي تو گذاريان وڇوڙي جون راتيون .
اکيون تنهنجي آهن ڏسڻ لاءِ آتيون .

١- فرق عشق ۾ ناهه شاهه و گدا جو ،
پڇن پرت وارا نه پاڙا ۽ ذاتيون .

٢- گهڙن عشق جي گهيڙ ۾ گهوٽ ڪي ڪي ،
ڇنن ڇوهه چوليون، ڇڳيرن جون ڇاتيون .

٣- فراقن جي قنديل ڪي گلشن سان ڇاهي ؟
وٺن ڪين ڪوئل ۽ بلبل جون لاتيون .

٤- هي ۽ هڪ سر ته ڏينديءَ لڄي يار ٿيان تو ،
حبيبن تسان صدقي هزارين حياتيون .

٥- آهي ڪيئن چنايان عجيبن ڪان عارف !
ڳنڍيون پرت جون، جي پرين پاڻ پاتيون .

⊙

[راڳڻي ملهار ۽ پيلو. تار: ڪلواڙو.]

وقت تو گذريو نوجيئي ، ڇو سُتين اي بي خبر !
اُت اِللهي عشق جي وٺ ڪا ادا خاصي خبر .

١- ڇو مذهبن ۾ مُنتدين، شيخي ، مشاخي ، ڇڏ مڪر ،
موهه مونجهارا ڇڏي، جو هڪ احديت اثبات ڪر .

٢- ورهه جو وينجهار ٿي ، وٺ وحدتي ورنهه وکر ،
اِن برهه جي بازار مان، سودو سٽائج ڪو سُکر .

٣- وڃ مري مرڻان اڳي ، مردود ٿي مُضطر نه مر ،
”موتوا قبل الانت موتوا“ جو پي ساغر سير ڪر .

٧٦

٤- شاهنواز! ٿيندين شرف جو تڏهن تون شجر،
ڪات سان ڪُهندين جڏهن پاڪاري پيائي جو پڪر.

٥- چو پَنا پڙهيو ڪتابن جا ڪٿي ڪنڌ تي ڦهر،
عشق موليٰ جو ٿئي ’عارف‘ ”الف“ جو پڙهه تو اکر.



[راڳڻي ملهار پيلو. تار: ڪلواڙو.]

تو کي کهڙي ڪَل وو يار!
تہ ڪيئن مون ڪٽي رات گذاري.

١- سانجهيءَ ٽاڻي، دلڙي ٽاڻي،
دل جون مونجهون دل تي ڇاڻي،
روئي زار و زار قطار،
ايندي ويندي واٽ نهاري.

٢- سهسين سُور سنجهي سماڻا،
ڏُکي تاريم ڪيئي ٽاڻا،
ناهي دل کي چيُن قرار،
لُڇُ پُڇُ لئون لئون ۾ لاچاري.

٣- آڏي آٿيو تڪيان تارا،
ڏيل اندر ڌم ڌم ڌڪارا،
هينئڙي آهن هُول هزار،
اوسيڙي جندڙي آزاري.

٤- عَصَر جو آٿيو ڪريان دانهون،
آهَ عجيب! اڱڻ اوراهون،
سر ڙو واريان سو وار،
توڪان وڌ جند ناهي پياري.

٥- پرهه ڦٽي پـر! يار نه آيو،
پيچ پڇـي ٿو پيار پڇايـو،
برهه جـا ٻـرـر ٻـاري بار،
ڪيئن سهي هڪ دل ويچاري.

٦- ڪاري رات ڏنگي جيئن ڏائڻ،
هاءِ! اچي ٿي هـر هـر ڪائڻ،
ناڻگي نڪريو ٿئي نـرواڙ،
سـورن تنهن سان جنگ سوڪاري.

٧- سُڏڪي رات سڄي مون ڪاٽي،
سُـورن ڪـان سهنو پيو ڦاٽي،
جـاڙ ڦـڙ اکيون مينگهه ملار،
نيڻن جـي آهي ريت نياري.

٨- رجيءَ ۾ جانب جو جهوراڙو،
سٽيل سٽيل سُـورن ڪان آهه ساڙو،
سهڻا ساجن! لٿهه ڪا سار،
’عارف‘ جي ڪر ڪا پوڏو واري.



[راڳڻي ملهار پهاوه تار: ڪاواڙو]

چڙي شهر تنهنجو مٺا! ڪيئن وڃان مان،
هتي ٿي جيان مان هتي ٿي مران مان.

١- تنهنجي ئي شهر سان موکي پيار آهي،
تنهنجي عشق جو دل ۾ آزار آهي،
مٺا تنهنجي قدمن ۾ هردم رهان مان.

٢- حياتيءَ جو توسان اٿم يار ناتو،
محبت جو پيارل تو آ پيچ پاتو،
هميشه اوهانجي ٿيو چاڪنٽ چمان مان.

٥- برهه ڦٽي ٻـر! يار نه آيو،
پيچ پـئـيءَ بيمار بڻايـو،
برهه جـا ٻرـر ٻـاري بار،
ڪهڙن سهي هڪ دل ويچاري.

٦- ڪاري رات ڊڄڻي جهڙن ڏاڍن،
هاءِ! اچي ٿي هـر هـر ڪاڙن،
نانگڻ ٿڪريـو ٿئي نـروار،
سـورن تنهن سان جنگ سوڪاري.

٧- سنڌڪي رات سڄي مون ڪاٽي،
سـورن ڪـان سينو پيو ڦاٽي،
جهڙ ڦڙ اکيون مينگهه ملار،
توهان جـي آهي ريت نياري.

٨- رحيءَ ۾ جانب جو جهوراٽو،
سنڌ سنڌ سـورن ڪان آهه ساٽو،
سهڻا ساجن! لهه ڪـا سار،
'عارف' جي ڪر ڪا ڀوئو واري.

○

[راڳڻي ملهار ڀاو، تار: ڪلواڙو.]

ڇڏي شهر تنهنجو مٺا! ڪهڙن وڃان مان.
هتي ڏي جيان مـان هتي ڏي مران مان.

١- تنهنجي ڏي شهر سان مونکي پيار آهي،
تنهنجي عشق جو دل ۾ آزار آهي،
مٺا تنهنجي قدمن ۾ هردم رهان مان.

٢- حياتيءَ جـو توسان انهه يـار ناتو،
محبت جو نهارل تو آ امچ ڀاتو،
هميشه اوهانجي ٻوو چانئنث چمان مان.

۳- مان تنهنجي ٿي نالي، ٿيئس ناز وارا!
قربا! ڪٿي ڪان نه ڪر تون ڪنارا،
سنڌ شهر جي شل! گهٽين ۾ گهمان مان.

۴- ڏڪارين جي ڏارين، هتان ڪونه ويندس،
سڄو تنهنجي اڳيان سڪي ساهه ڏيندس
پٽي تنهنجي پيرن جي سرمون ڪيان مان،

۵- مان تنهنجو ٿي 'عارف'، ٿيس تنهنجي نالي،
ڪيم هاڻ پيارا! اوهانجي حوالي،
ڪرين حڪم جيئن تون، ٿيئن حاڪم! هلان مان.



[راڳڻي ملهار ۽ پيلو. تار: ڪلواڙو.]

آنهي جي اچي ٿي ٿڌي هير ٿر ڪان.
جيئان هت ٿي جهڏيون! آنهي جي اٿر ڪان.

۱- ڪٿي ڪوهه ٿان، ڊوهه ڏيئي تو آندي،
ڪيئي ڪوٽ ۾ هت اچي بند باندي،
ڇڏي آئون ڇوري ويچاري وڳر ڪان.

۲- تنهنجا پٽ پٿر، پٽيان ڪين پايان،
لڳن تان لاڪيٽي لوئي ڪين لاهيان،
وڃي مال، چاريان نڳي شل نيٺر ڪان.

۳- تنهنجا طعام تازا نه مان ڪاڄ ڪاوان،
ڏڪن ۽ بکن جا مٺا ڳوچ ڳاوان،
سنڌ قورمان گهٽ، لسي ۽ لئار ڪان.

۴- ڪيو بند قسمت هلي ڪونه حيلو،
ڪونهي قيد ۾ ڪو ويچاريءَ وسيلو،
بچائين تون باري! ڏنگائي ڏمر ڪان.

٥- اباڻن ڏي 'عارف' اتم قلب ڪاڍيو،
عمر! هوش ڪر آهه الله ڏاڍو،
ميان! ٻرج خدا پاڪ جي تون قهرڪان.



[راڳڻي ملهاري ۽ پيلو. تار: ڪلواڙو]

ٿلهه: ايندو اڄ اسان وٽ ته محبوب منور.
ڏسڻ سان جنهنجي ٿئي روح خوشتر.

١- ايندو يار باقي صنم سرخ ساقي،
ڀري جام ڏيندو منجهان آب احمر.

٢- سون مئي پياريو ڪري مست مد ڪي،
محمد مدامي ٻنا مير مظهر.

٣- وهڻ لاءِ وڇايان واري وار پنبڻيون،
اکين ۾ اوطارا عاليشان اطهر.

٤- قدم تان مان قربان سر ساهه صدقو،
نجيبن ڪي ڏيندس نذر نيڻ نستر.

٥- اچي يار جڏهين پايان عيد تڏهين،
ٻنا محب، برپا اهي روز محشر.

٦- 'شاهنواز' جا سڀ درد دور ٿيندا،
پسي پاڪ پيارو پريمي ته پرور.



[راڳڻي ملهار ۽ ڀيروي. تار: چنچل.]

پنهنجي پنهل لاءِ جان منهنجي هاءِ! جهوريءَ ۾ جُهري
ٿي روز شب دانهي عجيبن لاءِ ڪوڪارون ڪري.

١- هتي هي! منجهون تي هاريان، ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙيان،
تنهن ڀرين لاءِ پوڪاريان، جي ڪيچ ويٺا دانهي ڀري.

٢- ڏک سور ڏيئي ڏاج ۾، ڇڪي وئي ساجن ويو،
هن بره جي بيمار جي، ساعت نه هڪ ٿي رهي ۽ سري.

٣- هي هي! ويس پنهنجي وسان، ڪيئن ڪيچ ڏي ڪاهي رسان،
دک، درد، غم، سورن ستان، ۽ دور پنڌ منزل پري.

٤- 'عارف المولي' اٿي هل، يار ڏي دل، جان سان،
جي سڪن ته ٻه گهوريين، انجام شل ڀورو ڀري.

○

[راڳڻي پرڀاتي. تار: ڪلواڙو.]

ٿلهه: اڄهليون عريان اکيون، مارن مشتاقن کي،
ٻن سرمي سينگاريل سهڻيون، سونهن ڀريون سبحان اکيون.
سيف سنگينن ساڻ سٺن ٿيون، صوبا ڪئين سلطان اکيون.
ناز غماز ڪريو نت نائين، نينهن ڀريون نيشان اکيون.
نرگس نيڻ نماڻا نازڪ، نوراني نازان اکيون.
ڀرڪش پاڪ پريمي پيالا، پرت ڀريا پيمان اکيون.
مست مکڻن مخمور ملاريل، موهيو ڪن مستان اکيون.
گگن محل گلزار گلابي، گياني گلستان اکيون.
شمس، قمر ٿئي ٿيا شرمنده، ترت ڏسي تابان اکيون.
اڄيو اوشاقن تي البيلون، 'عارف' ڪن احسان اکيون.

[راڳڻي پرڀاتي ۽ تار: ڪلواڙو.]

ٿلهه: نوان ڪري نت ناز اکيون، موهن مشتاقن کي.

١- پاپل پيچ ڀريمي ڀانيو، پرتان ڪن پرواز اکيون.

٢- بکيون ڏين بوليون بي حد، ڪري باشا باز اکيون.

٣- ريهن روح لکين رمزن سان، رس پريون ڀر راز اکيون.

٤- گهائن گهوٽ گهٽي گهورن سان، غمزده ڪن غماز اکيون.

٥- سڪ وارن جي سيني اندر، سوز ڪڙا ڪن ساز اکيون.

٦- تاب هڪي سان ڪن ڪئين تالان، تکيون تير انداز اکيون.

٧- آن آن وَن، ڪن من اندر، انحد جا آواز اکيون.

٨- 'عارف' اڻجهل اچن اُمالڪ، عشق ڪريو آغاز اکيون.

٩- جيئن ڪُهن تيئن وڻن وصالي، شائق 'شاهنوار' اکيون.



[راڳڻي آسا ۽ پرڀاتي. تار: ڪلواڙو.]

اُٿي جاڳ جاني! سڳهو ٿي سجاڳ.
ننڊوري گهڻي ننڊ آهي نڀاڳ.

سڀهئي عاشقن کي جڳائي ٿئو، سچن سالڪن کي سڻائي ٿئو،
وڃايو سڀهي ڏس ته سڀئي سهاڳ.

پکي پيره جو مٺيون لاتيون لونءَ، رُنو رات ساري وڻن ۽ ڳنان،
ماڻهو ماڪَ پائن مگر هي تياڳ.

هي تارا، ڪتيون ۽ زمين و زمان، سڀهن ڪين سج، چنڊ ۽ آسمان،
پڙهن پر سدا، رَبّ پنهنجي جو راڳ.

شرم آهي يارو سڀهي ڪين ربّ، سڀهون پاڻ راتيون سڄيون بي ادب،
جڏهن حق ٿو جاڳي، ته تون ڀي ته جاڳ.

اجائي حياتي سمهي نا وڃاءِ، آئي رب پنهنجي کي روئي ريجهاءِ،
سهڻ مان پرايو نه ڪنهن آ سهاڳ.
هتان آ هلڻو ادا! اڄ صبحاڻ، پره کان اڳي پنڌ ۾ تون پلاڻ،
هتان نيٺ هلبو ڇڏي ملڪ ماڳ.
آئي اور 'عارف' تون الله سان، سنڀالي سڄڻ سوز رک ساهه سان،
ڇڏي ننڊ وٺ پوره وحدت جي واڳ.



[راڳڻي آسا. تار: ڪلواڙو.]

صورت جو سلطان، پلي ڪري آيو، پلي ڪري آيو!
ناز نقاب، حجاب هٽائي، سيف سنگينون سونهي ساهي،
ڪشي ڪان ڪمان، پلي ڪري آيو، پلي ڪري آيو!
گهوڙون پائي دليون گهائي، وحدت وارو راڳ سڻائي،
محب ڪرڻ مستان، پلي ڪري آيو، پلي ڪري آيو!
ڀهڳڻ پاڻ هٿي پاڙ وڏا، دلبر دسيا ڪوڙين دودا،
خون ڪري ڪئين خان، پلي ڪري آيو، پلي ڪري آيو!
جانب جام صراحي چائي، انحد مرلي بون وڄائي،
پيارڻ پڙ پيمان، پلي ڪري آيو، پلي ڪري آيو!
نور تلي مور ماري، هاڻي هيسي، هنجهه اڏاري،
صاحب سرت سبحان، پلي ڪري آيو، پلي ڪري آيو!
گيڙو ويس گلابي چهرو، سر سنسار سڄي جو سهرو،
برڪت جو باران، پلي ڪري آيو، پلي ڪري آيو!
'عارف المولي' لک شڪرانا، فرض ادا ٿيا نقل دوگانا،
سڄڻ ٿيو مهمان، پلي ڪري آيو، پلي ڪري آيو!

[ راڳڻي آسا. تار : ڪلواڙو. ]

تو مونسان ٻه ٽي هئا ٻول ٻڌا ،
ڪجهه ياد اٿئي يا وسري ويئي ؟
ڏنا وعدا هئي پنهنجي وصل سندا ،
ڪجهه ياد اٿيئي يا ............. ؟

١- پنهنجي وارن ۾ مونکي ويڙهيئي ٿي ،
پنهنجي سيني ساڻ سهيڙيئي ٿي ،
اکيئي ٻوڙها ڳان تان سئو سئو دفعا !
ڪجهه ياد اٿيئي يا ............. ؟

٢- ڏنئي ڏک ويئين تون خوشيون ڪٺي ،
ڪيئي زخم سيني ۾ تيرَ هٺي ،
چيو هو تو ڪنڊس مان پاڻيهي دوا !
ڪجهه ياد اٿيئي يا ............. ؟

٣- ٻڌڙين پيار ڏيئي وئين قيد ڪري ،
هنيئي "هانءَ" برابر ڪان پري ،
سٺا سر تي 'عارف' جورَ جفا !
ڪجهه ياد اٿيئي يا ............. ؟



[راڳڻي ٻرياني ۽ آسا. تار: ڪلواڙو.]

اسان عشق آفت ڪنهو سر سهائي ،
پلي ڪو اسانکي اچي آزمائي .

١- ڏني عشق آزار غم جي امانت ،
خوشي سان ڪنئيسين مٿي تي ملامت ،
هي ناتو آ نازڪ، ڪو نيهي نڀائي .

٢- نچي نه نازنين سان اسان نيهن لاتو،
ڏنو سون لکي ساهه سر جو ته ڪاتو،
هلون تيئن ٿا جيئن تو حاڪم هلائي.

٣- ازل کان آڇايل اکيون عشق واريون،
ڪٿيو نيڻ، راهون سڄڻ جون نهاريون،
ويو ڪهڙو سان ڏسار گهايل بڻائي.

٤- بنان عشق آهي حياتي اجائي،
هي سڀ مال دولت آ يارو! پرائي،
هتان ڪيئي ويا رهبر وارا وڃائي.

٥- حُسن تي هو عشق اظهار آڏو،
نسنگ نيڻهن نروار هو جنهن نڀايو،
بنان برهه جي ڪيرُ ڪوندر ڪهائي.

٦- ڪيو عشق منصور کي دار پيڙو،
لڳو سوز سرمد کي ازحد آويڙو،
ويو شمس تبريز ڪيئن کل ڪلائي.

٧- ٿيءُ مولوي جو 'عارف' ته عرفاني مائين،
صحيح حق جي صورت اي سالڪ سڃاڻين،
پرين پاڻ ۾ پَس دوئي کي مٽائي.



[راڳڻي آسا. ٺار: ڪلواڙو.]

پرينءَ پسايو پاڻ، الف اسم جي اولي اولي.

١- هر جاءِ هادي حاظر ناظر، اوّل آخر باطن ظاهر،
صورت صاف سڃاڻ.

٢- "وَنحنُ اقرب" ويجهو واحد، "وفي انفسڪم" آيت شاهد،
رُونشه وبر وٿاڻ.

[ راڳڻي ملهار، تار: ڪلواڙو.]

اندر ۾ ڇـڏي عشق آتـش اڳائي .
ٻنا محب جي تنهن کي ڪير اُجهائي .

١- ويـو دل ۾ ٻـارڻ ٻـريـن پـاڻ ٻاري ،
ٻنا يـار هـي نا، ٻيو ڪير اُجهائي ،
فراڱن جـون ڦوڪون ڏيـو مـچ مچائي .

٢- ڪيو قيد ڪامل، وجهي ڪيس ڪارا ،
سڪايل جـا ويـڙا ڇڪي سپ سهارا ،
هڻي پٽـو نيٽر پـالا، ويـو زخمي بنائي .

٣- هتي حـسرت و درد ارمـان ايندا ،
مڙي لـوڪ مهڻا ۽ طعنا به ڏيندا ،
ڪونيهي، اِهـي سُور سِـر تي سهائي .

٤- ويـا ننـد آرام اصليـون اُڏامـي ،
حڪيمن ڇـڏي هٿاڻ همت ۽ حـامـي ،
ويـا ويـچ ڦـڪيون وڙي سـپ ورائـي .

٥- اهـو ’عـارفـا‘ ! عشق آهـي اڙانگو ،
مٿي تـي مـلامـت جـو ڪٽٽو آ دانگو ،
انهيءَ ٻيڙ ۾ ڪـو مرد تـي پير پائي .

○

[ راڳڻي ملهار، تار: ڪلواڙو.]

موٽ متا منٺار يار. آيا ڏينهن ملڻ جا .

١- ڦـوڳـب ڦـلاريـا ٻـاغ ٻهاريا ، سـاوا ٿيا گلزار ،
هڪ جيڏيون ڪن هـُل هنگامان، نايو ڏونرن ڏار ،
همت هٿن ۾، مات مٿن تي، نڪري ٿيون نروار ،
وچڙيون چمڪن ، بادل آيـا ٿيئڙا مينگهه مـلار .

٢ - مور مچايو شور، ملهه لڳا، ڏيل ڏٺلي جهٽ آئي،
پونرن واس، گلن جو ورتو، پوپٽ ٿي سرهائي ۽،
پاڻ پتنگ جلائڻ آيا ٻريا ديپ هزار.

٣ - نالا، ندیون، واهه وهيا، سڀ موج ڪئي مهراڻ،
مرڪي مچين واريون ڪن ٿيون ريجهي روح رهاڻ،
چنگ چڙا پيلن ۾ ٻرڪن، واسيا ڪل وٿاڻ،
برهه سان ڀرائين پٺن تي 'عارف'! ڏڻ ڏنار.



[راڳڻي پيلو ۽ ملهار. تار: چنچل ۽ ڪلواڙو.]

تنهنجي برهه جي بيقراري لڳي.
اکين کي سنده اِنتظاري لڳي.

١ - خوشين جو زمانو ويو موڪلائي،
سڄڻ جي ته ڪو سڌ ساٿي سٺائي،
آهه آڻ ٿڻ، عطش آهه زاري لڳي.

٢ - نه ڪا سار سهڻي لڌي يار جاني،
وڇڻ ويل ڏيئي ويو ڏکن جي نشاني،
وڃي بيوفا سان يـاري لڳي.

٣ - رڙا وڏ وڇوڙي، وڏي ورهه ويو،
ڏکن ڏيل ڏاريو اندر آڏ ٿيو،
ڦٽيل دل ۾ ڪاري ڪٽاري لڳي.

٤ - محبت منجهان ڇا مليو سٺ ادا!
سڪڻ سور ۽ پور، آهه و ٻڪا،
ڪندي عاشقن جي خـواري لڳي.

٥ - ڪيا عشق انگور سيني مان سرڪي،
لڙيا لڙڪ نيڻن مان جام جهرڪي،
برهه جي ته 'عارف' بهاري لڳي -

[ راڳڻي لاڙي ڪٽ. پيلو ملهار. تار: ڪلواڙو.]

ڪٿن ٿو گذاريان وڇوڙي جون راتيون .
اڪيون تنهنجي آهن ڏسڻ لاءِ آتيون .

١- فرق عشق ۾ ناهه شاهه و گدا جو ،
پڇن پرت وارا نه پاڙا ۽ ذاتيون .

٢- گهڙن عشق جي گهيڙ ۾ گهوٽ ڪي ڪي ،
ڇڏن ڇوهه ڇوليون، ڇڳيرن جون ڇاتيون .

٣- فراقن جي ڦتيل ڪي گلشن سان چاهي ؟
وٺن ڪهن ڪوئل ۽ بلبل جون لاتيون .

٤- هي ءُ هڪ سر تہ ڏيندي، لڄي يار ٿيان ٿو ،
حبيبن تـان صدقي هزارين حياتيون .

٥- اهي ڪيئن چنايان عجيبن ڪان 'عارف' !
ڳنڍيون پرت جون، جي ٻرين پاڻ پاتيون .



[راڳڻي ملهار ۽ پيلو. تار: ڪلواڙو.]

وقت ٿو گذريو وڃيئي ، ڇـو سُتين اي بـي خبر !
آتَ اِللهي عشق جي وٽ ڪا ادا خاصي خبر .

١- ڇو مذهبن ۾ مُنڍين، شيخي، مشائخي، ڇڏ مڪر ،
موهه مونجهارا ڇڏي، جـو هڪ احديّت اثبات ڪر .

٢- ورهه جو وينجهار ٿي ، وٺ وحدتي ورنٿهه وَڪر ،
اِن برهه جـي بـازار مان، سـودو سڻائج ڪو سُڪر .

٣- وڃ مري مرڻان اڳـي ، مردود ٿـي مُضطر نه مر ،
"موتوا قبل الانت موتوا" جو پي ساغر سير ڪر .

٤- شاهنواز! ٽيندين شرف جو ڏڏهن ٽون شجر،
ڪات سان ڪُهندين جڏهن ٻاڪاري پياڻي جو ٻڪر.

٥- چو ٻنا پڙهيو ڪتابن جا ڪٿي ڪنڌ تي ٿهر،
عشق مولي جو ٿئي ’عارف‘ ”الف“ جو پڙهه تو اکر.



[راڳڻي ملهار پيلو. تار: ڪلواڙو.]

توکي کهڙي ڪَلَ وو يار!
تہ ڪيئن مون ڦٿڪي رات گذاري.

١- سانجهيءَ ٽاڏي، دلڙي ٽاڏي،
دل جون مونجهون دل تي چاڙي،
روئي زارو زار قطار،
ايندي ويندي وات نهاري.

٢- سهسين سُور سنجهي ساماڻا،
ڏُکي تاريم ڪيئي ٽاڙا،
ناهي دل کي چيڻُ قرار،
لُڇ پُڇ، لئون لئون ۾ لاچاري.

٣- آذي اٿيو تڪيان تارا،
ڏيل اندر ڏهہ ڏهہ ڏهڪارا،
هينئڙي آهن هَول هزار،
اوسيڙي جندڙي آزاري.

٤- عَصَر جو اٿيو ڪريان دانهون،
آهَ عجيب! اڱڻ اوراهون،
سر ڙو واريان سَو وار،
توکان وڌ جند ناهي پياري.

٥- ڀرهه ڦٽي ٻر! يار نه آيو،
پيچ پنهنجي بيمار بڻايو،
ڀرهه جا بترسر ٻاري بار،
ڪيئن سهي هڪ دل ويچاري.

٦- ڪاري رات ڏنگي جيئن ڏائڻ،
هاءِ! اچي ٿي هر هر ڪائڻ،
نانگڻ نڪريو ٿئي نروار،
سڄڻن تنهن سان جنگ سڪاري.

٧- سنڌڪي رات سڄي مون ڪاٽي،
سڄڻن کان سڻيو پيو ڦاٽي،
جهڙ ڦڙ اکيون مينگهه ملار،
نينهن جي آهي ريت نياري.

٨- ڄجيءَ ۾ جانب جو جهورالو،
سنڌ سنڌ سڄڻن کان آهه ساڙو،
سهڻا ساجن! ڏٺهه ڪيا سار،
’عارف‘ جي ڪر ڪا پوئو واري.

○

[راڳڻي ملهار پهلو، ٽار: ڪلواڙو.]

ڇڏي شهر تنهنجو مٺا! ڪيئن وڃان مان.
هتي ڏي جيان مان هتي ڏي مران مان.

١- تنهنجي ڏي شهر سان مونکي پيار آهي،
تنهنجي عشق جو دل ۾ آزار آهي،
مٺا تنهنجي قدمن ۾ هردم رهان مان.

٢- حياتيءَ جو توسان اٿم يار ناتو،
محبت جو پيارل تو آ پيچ پاتو،
هميشه اوهانجي پيو چانئٺ چمان مان.

٣- مان تنهنجي ڏي نالي، ٿيس ناز وارا!
قريبا! ڪٿل ڪان نه ڪر تون ڪنارا،
سنڌ شهر جي شل! گهٽين ۾ گهمان مان.

٤- ڏڪارين جي ڏارين، هتان ڪونه ويندس،
سچو تنهنجي اکيان سڪي ساهه ڏيندس
پٽي تنهنجي پيرن جي سرمون ڪيان مان،

٥- مان تنهنجو ڏي 'عارف'، ٿيس تنهنجي نالي،
ڪيم ڀاڻ پيارا! اوهانجي حوالي،
ڪرين حڪم جيئن تون، ٿيئن حاڪم! هلان مان.



[راڳڻي ملهار ۽ پيلو. ٺار: ڪلواڙو.]

آئي جي اچي ٿي ٿڌي هير ٺر ڪان.
جيئان هيت ٿي جهڏيون! آئهي جي اٿر ڪان.

١- ڪٿي ڪوهه ٿان، ڊوهه ڏيئي تو آندي،
ڪيئي ڪوٽ ۾ هيت اچي بند باندي،
ڇيني آيون چوري ويچاري وڳر ڪان.

٢- تنهنجا پٽ پٿيهر، پٽيان ڪين پايان،
ليڱن تان لاڪيٽي لوئي ڪين لاهيان،
وڃي مال چاريان نيگي شڪل نيئر ڪان.

٣- تنهنجا طعام تازا نه مان ڪاڄ کاوان،
ڏڪن ۽ ٻڪن جا مِٺا گيچ ڳاوان،
سنڌ قورمان گهٽ، لسي ۽ لئڙ ڪان.

٤- ڪيو بند قسمت هلي ڪونه هيلو،
ڪونهي قيد ۾ ڪو ويچاري ۽ وسيلو،
ٻچائون تون باري! ڏنگائي ڏمر ڪان.

٥- اباڻن ڏي 'عارف' اٿم قلب ڪاڍو،
عمر! هوش ڪر آهه الله ڏاڍو،
ميان! ٻڌج خدا پاڪ جي تون ڦهرڪان.



[راڳڻي ملهاري ۾ پيلو. ٽار: ڪلواڙو.]

ٿلهه: ايندو اڄ اسان وٽ ته محبوب منور.
ڏسڻ سان جنهنجي ٿئي روح خوشتر.

١- ايندو يار باقي صنم سرخ ساقي،
ڀري جام ڏيندو منجهان آب احمر.

٢- سون مئي پياريو ڪري مست مد ڪي،
محمد مدامي بنا ميم مظهر.

٣- وهڻ لاءِ وڇايان واري وار پنبڻيون،
اکين ۾ اوطارا عاليشان اطهر.

٤- قدم تان مان قربان سر ساهه صدقو،
نجيبن کي ڏيندس نذر نيڻ نستر.

٥- اڄي يار جڏهين پايان عيد تڏهين،
بنا محب برپا اهي روز محشر.

٦- 'شاهنواز' جا سڀ درد دور ٿيندا،
پسي پاڪ پيارو پريمي ته پرور.



[راڳڻي ملهار ۽ ڀيروي. تار: چنچل.]

پنهنجي پنهل لاءِ جان منهنجي هاءِ! جهوريءَ ۾ جهري
ٿي روز شب دلڙي عجيب لاءِ ڪوڪارون ڪري.

۱- هي هي! هنجهون ٿي هاريان، ڳوڙها ڳاڙيان تان ڳاڙيان،
تن ٻرين لاءِ پوڪاريان، جي ڪيچ ويڙا دلڙي ڦري.

۲- ڏک سور ڏيئي ڏاج ۾، ڪڪڙ وٺي ساجن ويو،
هن برهه جي بيمار جي، ساعت نه هڪ ٿي رئيءَ سري.

۳- هي هي! ويس پنهنجي وسان، ڪيئن ڪيچ ڏي ڪاهي رسان،
دک، درد، غم، سورن ستان، ۽ دور پنڌ منزل پري.

۴- 'عارف المولي' آٿي هل، يار ڏي دل جان سان،
جي مڻين نه ٻه گهوريين، انجام شل ڀورو پري.

○

[راڳڻي پرڀاتي. تار: ڪلواڙو.]

ٿلهه: اڄهليون عريان اکيون، مارن مشتاقن کي،
بن سرمي سينگاريل سهڻيون، سونهن پريون سبحان اکيون،
سيف سنگين ساڻ سڻن ٿيون، صوبا ڪئين سلطان اکيون،
ناز غماز ڪريو نت نائين، نينهن ڀريون نيشان اکيون،
نرگس نيڻ نماڻا نازڪ، نوراني نازان اکيون،
ڀرڪش پاڪ پريمي پيالا، ڀرت پريا پيمان اکيون،
مست مکهن مخمور ملاريل، موهيو ڪن مستان اکيون،
گگن محل گلزار گلابي، گياني گلستان اکيون،
شمس، قمر پڻ ٿيا شرمنده، ترت ڏسي تابان اکيون،
اچيو اوشاقن تي البيليون، 'عارف' ڪن احسان اکيون،

[ راڳڻي پرڀاتي ۔ تار : ڪلواڙو۔ ]

ٽليھ : ڏوان ڪري نت ناز اکيون ، موھن مشتاقن کي ۔

١- پلپل پيچ ۾ ريمي پايو ، پرتان ڪن پرواز اکيون ۔

٢- ٻکيون ڏين بولڻون بي حد ، ڪري باشا باز اکيون ۔

٣- ريئن روح لکيون رمزن سان ، رس پريون پُر راز اکيون ۔

٤- گھائن گھوٽ گھتي گھورن سان ، غمزه ڪن غماز اکيون ۔

٥- سڪ وارن جي سيني اندر ، سوز ڪڙا ڪن ساز اکيون ۔

٦- تاب ڪي سان ڪن ڪئين تالان ، تکيون تير انداز اکيون ۔

٧- آن آن وَن ، ڪن من اندر ، انحد جا آواز اکيون ۔

٨- 'عارف' اڄھل اچن اُمالڪ ، عشق ڪريو آغاز اکيون ۔

٩- جيئن ڪھن تيئن وڏن وصالي ، شائق 'شاھنواز' اکيون ۔

○

[ راڳڻي آسا ۾ پرڀاتي ۔ تار : ڪلواڙو۔ ]

اٿي جاڳ جاني ! سڳھو ٿي سجاڳ ۔
ننڊوري گھٽي ننڊ آھي نڀاڳ ۔

سڀھئي عاشقن کي جڳائي ٿو ، سچن سالڪن کي سڀھائي ٿو ،
وڃايو سڀھي ڏس تہ سستي سڀاڳ ۔

پکي پيرو جو مٺيون لاتيون لون ، رنو رات ساري وڏن ۾ گلن ،
ماڻھو ماڪ ۾ پائن مگر ھي تياڳ ۔

ھي تارا ڪتيون ۾ زمين و زمان ، سڀھن ڪين سج ، چنڊ ۾ آسمان ،
پڙھن پيو سدا ، رب پنھنجي جو راڳ ۔

شرم آھي يارو سڀھي ڪين رب ، سڀھون پاڻ راتيون سڄيون بي ادب ،
جڏھن حق تو جاڳي ، تہ تون پڻ تہ جاڳ ۔

اجائي حياتي سڀهي نا وڃاءِ، آئي رب پنهنجي کي روئي ريجهاءِ،
سڀهڻ مان پرايو نه ڪنهن آ سڀاڳ.
هتان آ هلڻو ادا! اڄ صبحاڻ، پره ڪان اڳي پنڌ پر تون پلاڻ،
هتان نيٺ هلبو ڇڏي ملڪ ماڳ.
آئي اور 'عارف' تون الله سان، سنڀالي سڪڻ سوز رک ساهه سان،
ڇڏي ننڊ وٺ ورهه وحدت جي واڳ.



[راڳڻي آسا. تاره ڪلواڙو.]

صورت جو سلطان، يلي ڪري آيو، يلي ڪري آيو!
ناز نقاب، حجاب هٽائي، سيف سنگينون سونهي ساهي،
ڪشي ڪان ڪمان، يلي ڪري آيو، يلي ڪري آيو!
گهوڙون پائي دليون گهائي، وحدت وارو راڳ سڻائي،
محب ڪرڻ مستان، يلي ڪري آيو، يلي ڪري آيو!
ڀهڳڻ پاڻ هٽي پاڙ وڏا، دلبر دسيا ڪوڙين دودا،
خون ڪري ڪئين خان، يلي ڪري آيو، يلي ڪري آيو!
جانب جام صراحي چائي، انحد مرلي بين وڄائي،
پيارڻ پر پيمان، يلي ڪري آيو، يلي ڪري آيو!
نور تلي مور ماري، هاتي هيسي، هنجهه اڏاري،
صاحب شرت سبحان، يلي ڪري آيو، يلي ڪري آيو!
گيڙو ويس گلابي چهرو، سر سنسار سڄي جو سهرو،
برڪت جو باران، يلي ڪري آيو، يلي ڪري آيو!
'عارف المولي' لک شڪرانا، فرض ادا ٿيا نقل دوگانا،
مشتحب ٿيو مهمان، يلي ڪري آيو، يلي ڪري آيو!

[ راڳڻي آسا. تار: ڪلواڙو. ]

تو مونسان ته ڪي هئا ٻول ٻڌا،
ڪجهه ياد اٿئي يا وسري ويئي؟
ڏنا وعدا هئي پنهنجي وصل سندا،
ڪجهه ياد اٿيئي يا ............... ؟

١- پنهنجي وارن ۾ مونکي ويڙهيئي ٿي،
پنهنجي سُونهن سانُ سهيڙيئي ٿي،
اُگهيئي ڳوڙها ڳلن تان سئو سئو دفعا!
ڪجهه ياد اٿيئي يا ............... ؟

٢- ڏيئي ڏک وئين تون خوشيون ڪٺي،
ڪيئي زخم سيني ۾ تير هڻي،
ڇيو هو تو ڪندس مان پاڻيهي دوا!
ڪجهه ياد اٿيئي يا ............... ؟

٣- ڦهرين پيار ڏيئي وئين قيد ڪري،
هئيئي "هانءَ" برابر ڪان پري،
سڀا سر تي 'عارف' جوروَ جفا!
ڪجهه ياد اٿيئي يا ............... ؟

O

[راڳڻي پرڀاتي ۽ آسا. تار: ڪلواڙو.]

اسان عشق آفت ڪنيو سر سهائي،
پلي ڪو اسانکي اچي آزمائي.

١- ڏني عشق آزار غم جي امانت،
خوشي سان ڪنهيسين مٿي تي ملامت،
هي ناتو آ نازڪ، ڪو نيهي نڀائي.

٢- نچي نازنين سان اسان نيهن لاتو ،
ڏنو سين لکي ساهہ سر جو تہ ڪاتو ،
هلئون تيئن ٿا جيئن تو حاڪم هلائي .

٣- ازل کان آچايل اکيون عشق واريون ،
ڪٿيو نيهہ راهون سڄڻ جون نهاريون ،
ويو گهور سان يار گهايل بنائي .

٤- بنان عشق آهي حياتي اجائي ،
هي سڀ مال دولت آ يارو ! پرائي ،
هشان ڪيئي ويا رو ير وارا وڃائي .

٥- حسينن تي هو عشق اظهار آيو ،
نسنگ نينهن نروار هو جنهن نڀايو ،
بنان برهہ جي ڪير ڪوندر ڪهائي .

٦- ڪيو عشق منصور کي دار پيڙو ،
لڳو سوز سرمد کي ازحد آويڙو ،
ويو شمس تبريز ڪيئن کل ڪلائي .

٧- ٿيءُ مولوي جو 'عارف' تہ عرفاني مائين ،
صحيح حق جي صورت اي سالڪ سڃاڻين ،
پرين پاڻ ۾ پٽس دوئي کي مٽائي .

O

[ راڳڻي آسا ، تار : ڪاواڙو ]

پرين ۾ پسايو پاڻ ، الف اسم جي اولي اولي ،
ظاهر ، باطن آخر ، اوّل ، ناظر حاظر هادي

١- هر جاءِ صورت صاف سڃاڻ .
آيت شاهد ، "وفي انفسڪم" واحد ، وجهو "اقرب"

٢- "ونحن" وڌ ، ور وڻان .

٣- ”اَلاِنسان“ عجب آڳاهي، ”قلب المؤمن“ عرش اِلاهي،
رڳ رڳ منجهه رهاڻ.

٤- هئي هند ڪيم ڳهلا ڳولج، پرٿون پنهنجي پاڻ کي ڦولج،
سڄڻ گڏ تو ساڻ.

٥- شاهنواز! مسجد، مندر، ميخاني، ويراني اندر،
هادي هڪ هڪان.

٦- بيرنگ هي آ رنگ رچايو، ”خلق الآدم...“ خرقو پايو،
’عارف‘ اِن آهچاڻ، الف اسم جي اولي اولي.



[راڳڻي آسا. تار: ڪلواڙو ۽ تين تار.]

اسان عشق کيو استاد، سڀئي ٿيا سڀ بيڪ بهانا.
برهه جو باري بار کنيوسين، لڪي نه، پر اظهار ڪنهوسين،
آهون دردن ۾ دلشاد، ترڪ ڪياسين شوق شهانا.
حضرت حسن ڏني حيراني، ”خلق الآدم...“ ملهو جاني،
برهه کيو آهي بنياد، هر شئي ۾ ٿيا نينهن نيشانا.
دَر دلبر جي ڪريون غلامي، مُحب مٺي جي مچي اِمامي،
اهو عشق کيو ارشاد، مچي مچايا سون ميخانا.
غرض گناهه، ثواب جو ناهي، حضرت عشق اڳيان ٿيو آهي،
دو جڳ کان ٿي آزاد، ستو ستو حمد لکين شڪرانا.
’عارف مولائي‘ عشق عجائب، ورد وظائف ٿيا سڀ غائب،
ٿيا علم و عقل برباد، پرت پيارن پر پيمانا.

[راڳڻي ڪلنگڙو . تار : ڏيڍو .]

تنهنجي ياد ستائي ٿي يار مونکي ،
اچي مٺڙا منهن ڏيکار مونکي .

١- چنڊ چوڏهينءَ جي چانڊاڻ ڏسي ،
رُخ روشن تنهنجو پيو ياد اچي ،
وڃي پورَن ۾ دل جان پچي ،
ڪري دوُر مٺا! نہ تون مار مونکي .

٢- جيئن لؤن تو سان آهي لاني مون ،
تيئن عشق جي آلفي پاتي مون ،
وڏي ورهہ ۾ جُودان جهاتي مون ،
ڪيو برهہ تنهنجي بيمار مونکي .

٣- تڪي تارا رات گذاريان ٿو ،
هنجهون هجر ۾ هردم هاريان ٿو ،
پرين پلپل تولئہ پڪاريان ٿو ،
مليو عشق تنهنجي جو آزار مونکي .

٤- بنا تنهنجي عيد، قيام ڏنم ،
سُک چينُ نہ ، صبر و آرام ڏنم ،
ڏک ، درد ، وڇوڙا جام ڏنم ،
مليو قسمت ۾ نہ قرار مونکي .

٥- بنان تنهنجي سڀ ويران ڏٺم ،
خَسَ خارَ چمن بوستان ڏٺم ،
سڄُ ڪارو ، چنڊ حيران ڏٺم ،
وڻيا ميئهن نہ باغ و بهار مونکي .

٦- وَڄُ آبُرُ لهي، ڳَڄُ ڪيم ادا !
تنهنجي آئي، وڏَن ٿا سور سدا،
نن کهڙي خوشي جن جو يار جدا،
وٺي مـور نه ميگهه ملار مونکي.

٧- آهون سرد ڀريان، سڏَ سڏ ڪيو ڪريان،
ويٺو ڪانگ ڀريان، لنوي ڀت ڀريان،
آڄُ اگڻ، اکيون نذرانو ڌريان،
آهي درشن جي درڪار مونکي.

٨- تنهنجي 'عارف' کي نه ٻيو مال کپي،
تنهنجو ورهه کپي ۽ وصال کپي،
تنهنجو لطف و ڪرم ۽ ڀال کپي،
ڀري وصل جو جام پيار مونکي.



[راڳڻي ڌناسري، تار: ڪلواڙو.]

آهين دنيا ۾ ڏينهن چار آلا !
ڇو نه سمجهيو ٿو وقت وڃائين ؟

تنهنجا سنهري ويا سڀ ساٿي، ڇا ڪان ٿو هٿ لڏ آ لائي،
غافل ٿي ۾ گذار، آلا ! ڇو نه لنگها ٿو ٻاڻ لڄائين ؟
اڳيان آهي سخت سڃاڻو، ساڻ ڪٽي هـَل لنهن جو ناڻو،
ڪونه ڏينهن ڪو آڌار، الا! سوئي ملندو جو هٿ ڪمائين.

سِڪ ٿيڻ ڪڻ گهلا ساري، جڏ ويهڻ جا وقت وساري،
وحدت ڪر واپار، الا! لالڻ سان لوُن ڇو نه لڳائين؟
لڳ لاڳاپا لوڪ جا لاهي، قرب منجهان هلُ ڪيچ ڏي ڪاهي،
ڪامل پس ڪوهيار، الا! وات ونڊر جي ووڙ ورائين.
ڏُرت توڪل جو پڌُ ترهو، ساهه فدا ڪر تان ٿئين سُرهو،
محبت ۾ منُ مار، الا! ڇو نه پتنگ ٿي پاڻ پچائين؟
تو ۾ دلبر جو آ ديرو، پاڻ ۾ ڳول پنُهل جو پيرو،
ذرڙئون ڪر نه نهار، الا! ساڄن توسان آهه سدائين.
ڪونه ٿيندو ڪو سورن ڀائي، سوئي پٺيندو جنهن سِر آئي،
نير ڳجهو نت هار، الا! سورن جي سُڌ ڪنهن نه سڻائين.
ياد آئي ڪر 'عارف مولاي'، پُل پٺڪڻ جا پيچ پوُ پولا،
"نون" "نون" تند تنوار، الا! آخر ملندو يارُ اِتائين.



[راڳڻي راڻو. تار: ڪلواڙو.]

نوريءَ طول وهاڻا ــ راڻا!
ٿا رِڪڻ اچــن ڪاڻا.

١ــ نوريءَ ڪاڪ ڪنڌين جا، ڪنول ڪوماڻا. او راڻا!
٢ــ تنهنجي سڪ ۾ ســوڍل سائين! وڻ ٽڻ ويڳاڻا. او راڻا!
٣ــ ســو ريندي وٽ ولــها، ديپڪ اُجهاڻا. او راڻا!
٤ــ آئيو آڏيءَ رات روئن، هي جي لڙڪ نماڻا. او راڻا!
٥ــ ســائيــن لــڳــــ سوڍڙا! ڇڏ مومل سان ماڻا. او راڻا!
٦ــ 'عارف مــولــيٰ' عشق ۾، سنتد سنتد ٿيا ساڻا. او راڻا!

[راڳڻي توڙي، تار: ڏيڍو.]

* توسان ساڄن! سلڻا سور اٿم،
پاليا پيٽ وَرن ۾ جي پوُر اٿم.

١- لڳيون جن کي نوڪون نينهن سنديون،
آهي ڪوڪون ڪيهون ڪنهن نه ڪنديون؟
تنهنجي برهه جون ٻهوس ڪيئن ته ٻنديون،
سنڌَ چاڪن ڪيڙا چوُر اٿم.

٢- پهرين پيار ڏيئي پوءِ ٿيئين تون جدا،
سڪ ناهي سڄڻ! هڪ ڄالي خدا،
تولاءِ مست ڦرن ڪيئن شاهه و گدا،
ڏاڍا رئندا ڪيئن رنجور اٿم.

٣- تنهنجي يار! وڇوڙي وَڍيا روڏا،
لڳا نير فراق جا سيني سيڌا،
ڪيو نينهن نماڻيءَ سان نيڌا،
ڪيا عشق اندر ۾ عاشور اٿم.

٤- ڏک ڏيئي وئين سڪ يار چيني،
روئان روز آئون مان پيچ پني،
چڏ ڪين چني هيءَ ڪوجهي ڪيني،
ماڻا طعنا سڀ منظور اٿم.

٥- ٽوڪي سارا سور مٽائيندس،
پاڻي پاند ڳچيءَ ۾ پرچائيندس،
لڪي لوڪان درد پڌائيندس،
جهڪي نينهن ڪيا ناسور اٿم.

* ٤ آڪٽوبر ١٩٧٦ع

٦- تنهنجو 'عارف' مست مدام ٿيو،
جنهن کي زلفن جو آ دام پيو،
سک صبر و قرار آرام ويو،
ڪيو گهايل تنهنجي گهورَ اٿم.



[ راڳڻي ٽوڙي. تار ؛ ڏيڍو .]

تنهنجي عشق جا آهيون فقير مِٺا !
لڳا حُسن جا تکڙا تير مِٺا !

تنهنجي محبت مَچ مچايو آ، ڪري نانگو نينهن نچايو آ،
ڏو تہ پيچ پيارل پايو آ، ڪيو زلف جي بند اسير مٺا !
مٺا منهنڙو مٺي منٺار وٺين، دلزار ڪنان ڇو ڏار ٿئين ؟
توکي لائق ناهي يار اٺين، ڪهڙي منهنجي ڏٺئہ تقصير مٺا !
اڄ موٽي مٺا مهندار پرين، تون تہ سهڻا سڄڻ سردار پرين!
اڄ پهر پري هڪ وار پرين، وري وار وصال جي هير مٺا !
ٿئي 'عارف مولا' جي عيد تڏهن، اچين اڱڻ مٺا محبوب جڏهن؟
پلا ايندين پرين پڳدار ڪڏهن؟ اها آهہ اندر جي آکير مٺا!
تنهنجي ياد اٿم بيتاب ڪيو، خوش خواب سڄڻ بي خواب ڪيو،
بي آب اکين جي آب ڪيو؟ نيڻين هردم هاريان نير[8] مٺا!



[ راڳڻي توڙي ۔ تار : ڏيڍو]

تنهنجا نيڻ نشيلا نازڪ تر،
ڪن حملا هلائون هَر هَر ۔

اها ظالم فوج حبش آئي ، ويو عقل ۽ هوش کي غش آئي ،
ظلمات اندر عش عش آئي ، ڏسي ظالم زنگي زور زبر ۔
مهتاب ڏسي رُخ منهن موڙيو، بيٺو شمس ادب سان هٿ جوڙيو،
سجدي لاءِ سارو جڳ ڊوڙيو، تي ٻانڌي بيٺا بحر و بَر ۔
ديدن جون دوناليون ڏاڍا هڻن، ڏسي دارا، سڪندر ڏُور ڏکن ،
شل ڪنهن نه پنيان بي پير پون، ڪن ختم گهڙيءَ ۾ ڪئين لشڪر ۔
اهي مژگان جا تير هڻي ، لک لشڪر ڪن پاهه پٽي ،
گهٽي گهوٽ لک، اها ڪ جي آئي، تکي تير ڪمان، تيغ و تبر،
لب لعل سُرخ لاٽان سنده ، تيا دُرّ عدن دندان سنده ،
سڄي عالم تي احسان سنده ، ڪلي مُرڪي، ڪر تون نيڪ نظر،
سهڻا! شاهن جو تون شاهه ٿئين، تون تارن ۾ چنڊ ماهه ٿئين ،
ساري دنيا جو تون شاهه ٿئين، تيا تابع جن ، ملڪ و بشر ۔
آيو ابر ڪرم فردوس بہ ڪف، لولاڪ جو ملبو جنهنکي شرف،
مولي ’عارف‘ جو آ شاهه نجف، تيا حشر جا حامي شبر و شبير ۔

○

آءُ تـ ڪيون ڪـا روح رهـاڻ ـ
سـاهـ سـڪي ٿـو ، تـولئہ سائين ....!!

١- تنهنجي پاڪ منور منهن ڪان ، چنڊ پيئي ورتي چانڊاڻ !!
٢- تنهنجي نيرن نيڻن ڪـان ، نيل گگن ۾ ٿـي نيراڻ !!
٣- وارن تنهنجن ڪان آ ورتو، ڪارن ڪڪرن ڪي ڪاراڻ !!
٤- تنهنجي محبت جـو او مٺڙا ! مـن ۾ متو آ مـانداڻ !!
٥- تنهنجي سڪ جا ڏي ٿي سنيها، منهنجي اکين جي آلاڻ !!



آءُ تـ ڪيون ڪـا روح رهـاڻ ـ
سـاهـ سڪي ٿـو ، تولئہ سـائين ....!!

١- پنهنجي پرائي ڪي نہ پروڙيئي، ڪانہ ڪئي تو چنڊ چاڻ !!
٢- ديس ڪيا ڏس ويس عجائب ، هرجا سونهن پيري سرهاڻ !!
٣- سنڌڙي آهي سورن ماري ، ويرين ويل ڪيا تنهن ساڻ !
٤- هاڻ ڪو ميري اک نہ اُٿائي، سهسين سر ڏيندا سرواڻ !
٥- موت حياتيءَ جا اُلڪا لاهي، سر ڏيندا سنڌڙيءَ ڪاڻ !
٦- ماڙهو، ماڙهوءَ جو آ دشمن، روز هلي ٿي هيءَ رت چاڻ !

## "بيت"

اول حمد حڪيم، ’عارف‘ چيو اِظهار،
قادر ’ڪن فيڪون‘ سان، جوڙيو ڪل جنسار،
ڪڻ منجهاران مڻ ڪري، آگسي ڪي آختيار،
قطري مان قلزم ڪري، ملڪ ڏٺي مختيار،
عاصين سندو آسرو، گناهه بخشي غفار،
ڍوليو ڍڪي ڍڪ سين، توڻي عيب آپار،
سڀاجهي ستار، مولي وڏي مهر ڪئي.

**

## "عاشق"

عاشق اجل سامهون، اچن اوچي ڳاٽ،
اندر ۾ اوسات، ’عارف‘ تن ڪي عشق جي.

**

عاشق اجل سامهون، اچن اوچي ڪنڌ،
سنجهي هليا سنبري، پورب سندي پنڌ،
سيد چئي سنڌ سنڌ، وڍيائون وهيءَ ۾.

**

عاشق اجل سامهون، اچن اڏائا،
سورن ڪان سيد چئي، سنڌ ٿين سائا،
’عارف مولي‘ عشق جي، ڪورن ۾ ڪاٺا،

ميجيائون متي تي ، محبن جا ماڻا ،
پري ٿيا پاڻان ، پوءِ ويجها ٿيا وصال کي .

**

اجهي عاشق آئيا ، ڪاتيءَ تي ڪاهي ،
اڏيءَ جي آر تي ، سر ڏنئون ساهي ،
'عارف' عاشقن ڇڏيا ، لاڳاپا لاهي ،
نيهي نپاهي ، نائو پسن ذات کي .

**

اجهي عاشق آئيا ، اڏيءَ تي اظهار ،
ڪسي هينان ڪات جي ، ڪامل ٿيا قرار ،
ڪچن ڪسڪن ڪين ڪي ، مانجهي مٺيادار ،
نچي سر نروار ، 'عارفن' سر اڏ ڪيو .

**

اجهي عاشق آئيا ، اڏيءَ تي اڻ موت ،
ويجها ٿيا وصال کي ، ڪثرت پيچي ڪوٽ ،
چڙهي ويا چوگان تي ، چستان ڏئي چوٽ ،
ڪٺيائون خير سان ، وحدت سندا ووٽ ،
'عارف مولي' عشق جي ، گهورن گهايا گهوٽ ،
لال پڌي لانگوٽ ، هليا هو هنگلاج ڏي .

**

اجهي عاشق آئيا ، مدامي مئي نوش ،
ساقيءَ سندي سرڪ تي ، سدا سرفروش ،
ويجها ٿيا وصال کي ، حاصل ڪري هوش ،
مست رهن مدهوش ، 'عارف' سدا عشق ۾ .

**

اجهي عاشق آئيا، اڏيءَ تي اليل،
ڪچا ڪروڙين ٿيا، ڪڪوريا قليل،
جاڳي رب جليل، 'عارفن' اثبات ڪيو.

**

اجهي عاشق آئيا، هڪل هام هٽي،
سٽي سر سبيل ۾، پرزا ٿيا پٽي،
پيتائون پريم جي، گهاٽي مٽي گهٽي،
وين ڳالهه وٽي، 'عارف' اڏيءَ ڪات جي.

**

اجهي عاشق آئيا، اڏيءَ تي امين،
ڪاتي آين ڪنڌ تي، پر هو ڪسيا ڪين،
سالڪ پنهنجي سور ڪي، سڄڻ ري نه سلين،
جوهر منجهه جبين، 'عارف' تن ڪي عشق جو.

**

اجهي عاشق آئيا، اڏيءَ تي الير،
ويا وڍائي انگڙا، مانجهي مرد مٽير،
'عارف مولي' عشق جا، سورهيه ڪن ٿا سير،
ڌڙ ۾ پائي پير، مڙيا ڪين مرڻ ڪان.

**

سوري آهي سڪ، اصل عاشقن ڪي،
ڏاج انهن کي ڏڪ، مليو آ ميثاق کان.

**

سوريءَ چڙهيو سير، عاشق ڪن ٿا عشق جو،
موڙن مورنهن ڪين ڪي، پڙ ۾ پايو پير،
ڪپائي سر ڪات سان، ڪوپن بنا ڪير،
غازي ڪڍي غير، 'عارف' ٿيا عشق جا.

**

عارفن اثبات ڪيو ، الاهي عرفان ،
يجاهدون في سبيل الله ، سر ڏين سلطان ،
فسقاهم ربهم شراباً طهورا ، پين پُر پيمان ،
سچائي سبحان ، ’عارف‘ ٿيا عشق جا .

**

اجائي آهين ، سر ڏيڻ جا سورما ،
ڪڏيو ڪلاڙڪن ڪان ، ڪنڌ ڪپائين ،
عاشق پنهنجا انگڙا ، وَرَ ڏيو ورائين ،
ڪاتيءَ هيٺان ڪاپڙي ، ڪنڌ نہ ڪيائين ،
سوريءَ سسيون چاڙهيو ، نانگا نچائين ،
عاشق اناالحق جا ، گيت پل ڳائين ،
نيهي نيائين ، ’عارف مولي‘ عشق ڪي .

**

هم ڪي حق چئي ، پيائيءَ ڪي پوڙ ،
پنهنجي جسي جان ڪي ، جانب سان تون جوڙ ،
والله بڪل شيءِ محيط ، ٿيڏائيءَ ڪي توڙ ،
وحدت وٺي ووڙ ، ’عارف‘ تون الله ڪي .

## ”جانب آيو جوءِ ۾“

جانب آيو جوءِ ۾ ، ٿيون شرسيون سهايون ،
وَرنهه جي وصال جون ، وريون واڌايون ،
جوڙي ڏنم جيءَ ۾ ، جانب ڪي جايون ،
دلبر گهٽيون دلڙيون ، گهورن سان گهايون ،
’عارف مولي‘ عشق جا ، گيت منا ڳايون ،
محبن مدايون ، ميٺي ڪٺي ماڙ ڪئي .

جانب آيو جوءِ ۾، جڙيو جڳ جمال،
ونچو وچوڙي ٻيو، وريو واءُ وصال،
سڪايل جو سيد چئي، سڄڻ سئو سوال،
محبن کي معلوم آ، هيڻو سندم حال،
پلو ڪري پال، 'عارف' اڱڻ آئيو.

**

جانب آيو جوءِ ۾، وٺا محبت مينهن،
نرمل نوازش ڪري، ذوان لاٿا نينهن،
وريو واءُ وصال جو، ڏکن ويا ڏينهن،
شوق سندي شينهن، اوڏو ڪيو عجيب کي.

**

جانب آيو جوءِ ۾، چوڏس ٿيو چمڪار،
ڪاٿيو حسن حبيب جو، هرجا ٿيو هڪار،
مڇي ملڪن ۾ وٺي، بيشڪ بوءِ بهار،
ازل کان اڳي هئا، سهڻل جا سينگار،
والصلوات والطيبت، خاوند ڪئي ڪيڪار،
اظهر ٿيا آثار، 'عارف موليٰ' عشق جا.

**

## * "عالم کي آجاريو"

مينديءَ رتا هٿڙا، موتين مڙهيا موڙ،
جانب سندي جوڙ، عالم کي آجاريو.

**

---

* نئين زندگي ١٩٦٤ع جي 'رسول نمبر' ۾ شايع ٿيل.

ميندئ رتا هنڙا، گچيءَ ڳاڙها هار،
موهيو ساري ملڪ کي، دلبر جي ديدار،
وٽن ٿا وڻڪار ۾، سهڻل جا سينگار،
جانب جي جنسار، عالم کي اُجاريو.

**

ميندئ رتا هنڙا، گلن چانئي ڪٽ،
پرين پهري پٽ، عالم کي اجاريو.

**

ميندئ رتا هنڙا، گلن چانئي سيج،
مرسل ويو معراج تي، هادي منجهان هيج،
عالم ٿئي عجيب کي، ڏاتر ڏنا ڏيج،
پيورل ڀنئي پيچ، عالم کي اُجاريو.

**

گچيءَ ڳانا پٽ جا، ميندئ رتا پير،
منهن ۾ محبوبن جي، پلائيءَ جا پير،
آيو عرش عظيم تان، ساجن ڪري سير،
سيد سنجهه سوير، عالم کي اُجاريو.

**

منهن موتين چانئيا، گلن واسيا ڳس،
چائي احمد چام جي، تيا وڻڪارن ۾ وس،
آيو عرش عظيم تان، راڻل ڪري رس،
ملڪن موڙ بڌائيا، حورن پاتا هس،
سيد جي سرڳس، عالم کي اجاريو.

**

منهن موتين چانئيا، گلن واسيا گهٽ،
پرين پاڪائيءَ جا، پهري آيو پٽ،
سونهين سهڻن وچ ۾، خان متاهون ڪٽ،

ڪلي ويا خوشبوءِ جا، هنڌين ماڳين هٽ،
ورنهه ٻاڻ وراهيا، محبت سندا مٽ،
وحدت سندي وٽ، هاديءَ ڏني هٿ سان.

**

منهن موتين ڇانئيا، هيرن ڇانيا هال،
عنبر اوتارن ۾، مشڪ جواهر جال،
هنڌين ماڳين هوڪ آ، محبن جي مقال،
جانب جي جمال، عالم کي آجاريو.

**

منهن موتين ڇانئيا، گلن واسيا گام،
اچي اڳيان پويان پيا، سيد جي سام،
احد، احمد وچ ۾، ميم ڳجهاندر مام،
ڇامن سندي ڇام، عالم کي آجاريو.

**

منهن موتين ڇانئيا، گاديءَ ڳاڙها گل،
هنڌين ماڳين هليا، هو هو سندا هل،
احمد ڇام امل، عالم کي آجاريو.

**

## "هلو - هلو ڪاڪ تڙين"

هلو هلو ڪاڪ تڙين، جتي نينهن نياءُ،
راڻل سندو راءُ، سيئي پسنديون سرتيون.

**

هلو هلو ڪاڪ تڙين، جتي نينهن نسنگ،
راڻل سندو رنگ، سيئي پسنديون سرتيون.

هلو ـ هلو ڪاڪ تڙين ، جتي نينهن نهال ،
ڪامل جي ڪرم جو ، ڪڏهن ڪونهي ڪال ،
جانب جو جمال ، سيئي پسنديون سرتيون .

**

هلو هلو ڪاڪ تڙين ، جتي نرمل نينهن ،
گجي تو گرنار ۾ ، شوق سندو شينهن ،
محبت سندو مينهن ، وسي وسڪارا ڪيو .

**

هلو هلو ڪاڪ تڙين ، جتي نينهن نظام ،
توڙي خاص ۽ عام ، سيئي سوڍو پسنديون .

**

هلو هلو ڪاڪ تڙين ، جتي نينهن نواب ؛
ڪونهي ڪو به حجاب ، سيئي سوڍو پسنديون .

**

هلو هلو ڪاڪ تڙين ، جتي نينهن نسنگ ،
راڻل سندو رنگ ، سيئي پسنديون سرتيون .

**

هلو هلو ڪاڪ تڙين ، جتي نينهن نشان ،
سوڍو سر سبحان ، سيئي پسنديون سرتيون .

**

هلو هلو ڪاڪ تڙين ، جتي نينهن نبير ،
ڪانهي ڪا اوير ، سيئي پسنديون سرتيون .

## * "پڇاڙيءَ رات"

پورل ! پڇاڙي رات ، اڄ تہ اورانہا ڪريون ،
قمر ڏڄ ڪنل جا ، پربنءَ پيغامات ،
تہ حسرتن هاجا ڪيا ، هيٺيءَ سان هيهات ،
اٿي ويٺي آهہ مون ، وائي تنهنجي وات ،
اکين مان 'عارف' چئي ، بوندن ڪئي برسات ،
تن من اندر تات ، آهي تو عجيب جي .

**

پورل! پڇاڙيءَ پال ، ڪڄ ڪو ڪميٽيءَ تي ،
قمر ڏڄ قريب ڪي ، هيٺيءَ جو هي حال ،
تہ جانب جدائيءَ ۾ ، تو جر وهايان جال ،
هڪ هڪ ڏينهن حبيب ري ، سَو سَو پايان سال ،
سر پڻ صدقو يار تان ، هي مڏيون چا مال ،
سڪايل جو سوال؟ پورو ڪر پرين اچي .

**

پڇاڙيءَ پڇايام ، پڇاڙي نيڻ نجيب لاءِ ،
ڪانگل قريبن ڏي ، 'عارف' آڏا يام ،
ستي سور سيڌ چئي ، اکيان تي اُٿيام ،
روئڻ جو ريتو ڪري ، اولاڪا آيام ،
پرين پر چايام ، پائي پاند ڳچيءَ ۾ .

**

پڇاڙي ويل پري ، اکيون روئان آس ۾ ،
قمر چئج قريب ڪي ، پيرين سر ذري ،
تہ اڳڻ 'عارف' جي اچو ، ڪو ڪامل قرب ڪري ،
منا مريضن ڪي ، اچي پڇو پهر پري ،

---

* ٢٨ اپريل ١٩٦٣ع ، پنجورو ، پسايا (تعلقو هالا) منزل طالب مولي

جانب جـڏي جنڊڙي ، ڳچ ڳچ ٽيو ڳري ،
مـُلل هـي مشتاق ٿـو ، محبت منجهه مـري ،
ساعت ڪين سري ، تـوريءَ هـن حقير جي ۔

**

پنيءَ ڪـر پيرو ، ڪميڻيءَ ڏي ڪانڌ تون ،
دردن دل مـانـدي ڪئي ، جلي ٿـو جيرو ،
هنڌ ، وهاڻان هوت ري ، چاڻان سـپ چيرو ،
'عارف' ، آزارن ڪيو ، انـدر آڪـيـرو ،
سـاجـن سويرو ، لهه ڪـا سار سيد چـوي ۔

**

پورل پلايون ، ڪـر ڪـي ڪميڻيءَ سان ،
راڻل رساماڻ چـڏي ، ڪر وصل جون وايون ،
آيس تنهنجي اڳـڻ تـي ، پاند ڳچيءَ پايون ،
اچـي اڳـلايون ، ڏوليا ڏکيو ڏک سـان ۔

**

پورل اچ پاڪر ، پرين ! پرچي پايون پاڻ ۾ ،
سينو ، سيني سـان ملي ، چپن ڇـپي چـرپـر ،
سـورن ڪـان سـاهـي ملي ، نيڻ ڇـپي نـاپـر ،
'عـارف' ! اجهامي ذرا ، هينئڙي جـي هـُرڪـُر ،
جو گهرڻو اٿئي گـُهر ؟ هيءَ سر پڻ آهي صدقو ۔

## " اکيون "

اکيـن ڪـي آداس ، 'عـارف' عجيبن جـي ،
پسـڻ بـن پياس ، ڪڏهن لهندي ڪـانه ڪا ۔

**

اکيــن کــي آرو ، ’عــارف‘ عجيبن لاءِ ،
سڀئي ڏکيـن سيد چئي ، ســانــوڻ سيارو ،
ســري ڪين وجــود کــان ، سڄڻ سونهارو ،
مٺين سين مــارو ، ڪيچي ڪالهه ڪري ويا .

**

اکيــون ڪــري آر ، وســائــن وڏ ڦــڙا ،
گلن تــان ڳوڙهن جــون ، بوندون ڪن بهار ،
روئن راتو ڏينهن ، جيئن وڇڙي ڪونج قطار ،
رتــا يــار رخسار ’عارف‘ اوســاري گهٽو ؟

**

اکيــن کــي آزار ، ’عــارف‘ عجيبن جــا ،
آئــي ويئي انــدر ۾ ، پــريــنءَ جــي پچار ،
ڪڏهــن آيو ڪونه ڪو ، ڪنين کي قرار ،
نيڻين وهــن نــار ، ساري سهڻل يــار کــي .

**

اکين کــي ارمــان ، ’عــارف‘ عجيبن جــا ،
اديــون ! ويــا اوچتا ، مــاري مــون مهمان ،
سورن جــا سامان ، ڏکيءَ ڏيــر ڏئــي ويــا .

**

اکيون اوڏاهين ، نــت نــت نهارن ٿيون ،
واجهــائيــن ولاڙيــو ، جــانــب جيڏاهين ،
تــهــدل تيڏاهين ، ’عــارف‘ ! رهــن اتاولــيون .

**

اکين کــي آســون ، ’عارف‘ ! عجيبن جــون ،
بــاسيائــون بلــوچ لاءِ ، بــرن ۾ بــاســون ،
تــن انــدر تــاسون ، مٺين کــي محبن ڏنيون .

**

نمیو نهارين ، اکيون انهيءَ پار ڏي ،
وڙکن وسڪن ويتريون، سڏڪاريو سارين ،
ڏسڪهو ڏينهان راتيان ، ڏونگر تيون ڏاربن ،
ماڻا محبوبن جا، مُئين ڪي مارين ،
جهجهو جر هارين ، 'عارف'! عجيبن لاءِ.

**

جيئن هو وسارين، تيئن تا پون ياد مون ،
اکيون عجيبن لاءِ، 'عارف' اوسارين ،
رويو رويو رت ڦڙا ، ڳوڙها ڳل ڳارين ،
سڄڻ ڪي سارين ، سڏ ڪيو سڄيون راتيون ·

**

اڄ پڻ روئن رت ، اکيون عجيبن لاءِ ،
ڏکن ڏنا ڏوجهرا ، سورن ڪيو ست ،
رئندو چڏي رڃ ۾ ، جانب ويو جت ،
ڏاتر ڪري ڏت، ته ملان محبوبن کي ·

**

اکين کي آهي ، وڏي ياد وريام جي ،
ستي لوڪ سيد چئي ، ڪيچ وڃن ڪاهي ،
روئن رڙن روز ڏيون ، ننڊ تنهين ناهي ،
لاڳاپا لاهي ، 'عارف' مليون محب سان ·

**

اڄ پڻ روئي رنگ ، 'عارف' اکڙين ڪيا·
ڏکايل جي دل ۾ ، دردن ڪيا درنگ ،
ڏکويل جي ڏيل ۾ ، ڏهم ڏهم لڳن ڏنگ ،
سيني مان سيد چئي ، سورن ڪييا سنگ ،
پڇن جيئن پتنگ، تيئن ساهم سڙي تو سوز ۾ ·

**

اج پڻ آجاريم، 'عارف' روئي اکڙيون،
سور پرين جا سرا، جاڳي جياريم،
جهجهو جر هاريم، ساري سڄڻ يار کي.

**

روئي روئي رڃ، اج پڻ اکڙين کيا،
'عارف' عجيبن جي، دردن کيا ڏڃ،
سورن کيا سهچ، سڪايل سان سرتيون!

**

روئي روئي رات، ساريم سڄڻ يار کي،
وسي ٿي وڏ ڦڙي، برهه جي برسات،
'عارف مولئي' اندر ۾، لالڻ سندي لات،
ڦٽکي ڦٽکي فکر ۾، پرهه ڦٽي پريات،
لوري لالڻ يار جي، هينئڙي ۾ هيهات،
جت زورا ور ذات، پنهل وٺي ويا پاڻ سان.

**

اکيون، منهن ميهار ڏي، جوڙي رکيون جن،
لهريون لوڏن کين کي، ٽوڙي تار گهڙن،
'عارف موليٰ' عشق جا، لانگها ٿيون لنگهن،
سيد چئي سائن، ساهڙ سائي سير ۾.

## "اکيون ۽ پير"

اکين سهن سور، پير به کن ٿا پنڌڙو،
نرالا نروار ٿيا، نيڻن سندا نور،
پير پوڇبا کين کي، ٽوڙي هجن حور،
عشق به آهي اکين سان، پيرن کهڙا پور،

اکين کن عجيب جا، حاصل حج حضور،
’عارف‘ عشق اکين جي، مرد ڪيا مجبور،
هو محبت ۾ مخمور، هو ڏريا رهن ڏوڙ ۾.

**

اکين جي اعزاز سان، ڪيئن ڏما پير پڇن،
هو ريتيون رهن رمز ۾، هو پنن ۾ پڙڪن،
هو ڏريا رهن ڏوڙ ۾، هو پرينءَ سان پرچن،
هنن جي جاءِ جتي ۾، هو منهن ۾ محبوبن،
اکيون ملن اکين سان، پنتي پير رهن.

**

اکين سندي آسري، ڏا پنيان پير هلن،
’عارف‘ انهيءَ رمز کي، ڪي سالڪ ڏاسمجهن،
نيڻن سندي ناز سان، ڏا نت نت نينهن لڳن،
پير بہ پرينءَ پاڪ جا، ڏا چاهہ منجهان چمجن،
هل اکين جي عشق ۾، پين ڏيئي پٽن،
هو روئي رڙي رڄ ڪري، محبن سان ملن،
هو ٻکن جي ٻوڙن، تہ بہ اعليٰ مان اکين جو.

**

اکين جي اعزاز سان، ڪيئن ڏا پڇن پير؟
هو موچاريون منهن ۾، هو ميرا اندر مير،
هو ڏريا رهن ڏوڙ ۾، هو صورت جا ڪن سير،
’عارف مولي‘ عشق جا، اکيون سهن الير،
کي نيهي کن نبير، تہ اعليٰ مان اکين جو.

**

ادا ڙي! اکڙين، پلپل پور پرينءَ جا،
روئن راتيان ڏينهان، بادل جان برسن،

سڀي لوڪ سيد چئي، هوتن ڏئي هلن،
’عارف‘! البيلين سان، ڪيئن ٿا پير پڄن،
روئن رڙهن روهه ۾، سڙيون ڪين سمهن،
جي واٽن تي ويهن، سي پرينءَ پڇندا ڪين ڪي.

**

پير پائن پيزار، پر نيڻن پردو ناهه ڪو،
هو ٿا چلن چيرين، هوتن وهائن نار،
هو ٿا سمهن سک سان، پر اکيون منجهه آزار،
سڀي لوڪ سيد چئي، پهچن پرينءَ پار،
هو ويهيو وهن وچ ۾، هيڏا ٿيو هيڪار،
پر ’عارف‘ اکڙين ڪيا، اوجاڳي اقرار،
اُٿيو آڌيءَ رات جو، روئن زارو زار،
ورنهه ڪر ويچار، ته اعليٰ مان اکين جو.

**

پيرن کي پچار، ڪا ڪڏهن پڌيو قرب جي،
هو نوڪر نيڻن جا ٿيا، هلن اکين جي آڌار،
هواندا اونداهيءَ ۾، هت چوڏهينءَ جا چمڪار،
’عارف مولي‘ عشق جا، اکين ۾ اسرار،
هو سڙن سپ چمار، ته به منهن مقابل نا ٿين.

**

پيرن چڏيو پند، ته به اکيون هلن عجيب ڏي،
سورن ڪان سيد چئي، ساڏو آ سند سند،
پيتائون پريم جو، مستي پريو مند،
’عارف مولي‘ عشق ۾، حيرت ملين هند،
جي ڪٽن ٻئي ڏي ڪند، ته ڪڏي ڪانگن کي ڏيان.

**

ٻير تـڏهـن ڦٽجن ، جڏهن ڪـن ٽـا ڦنڊڙو ،
اڪـيـون عجيبن لاءِ ، رڙيـو رت رئـن ،
هو سـٽا رهن سوڙهه ۾ ، هو جانب لاءِ جاڳن ،
هو ويهو رهن واٽ تي ، هو هردم ڳيون هلن ،
هو موڙهل رهن مٽيءَ ۾ ، هو پرينءَ کي پسن ،
سـدا آب عجيب لاءِ ، ويچاريـون وهـن ،
مينهن منڊائيتا وسٽا ، هو ور ور ڏيو وسن ،
’عارف‘ اکيون عشق جي ، آيون منجهه ارن ،
هو سدا سور چرن ، هو سورن سچائي وڏا ،

## ”هاءِ ! حياتي هي ڏينهن ؟“

* هاءِ ! حياتيءَ جا هي ڏينهن ، دور سڄڻ ۽ ساوڻ مينهن ،
نِت نِت نسريا نازڪ نينهن ، روڄ رئڻ آ راتيو ڏينهن ؛

* هاءِ ! حياتيءَ جا هي دور ، گهايل دلڙيءَ ۾ ڪئين گهور ،
چپ چپ چيڪن دل جا چور ، هول هزارين هينئڙي هور ؛

* هاءِ ! حياتيءَ جا هي رنگ ، دور پنهل ۽ عشق اُمنگ ،
ڏائڻ رات هٿي تـي ڏنگ ، سورن سر جيا سيني سنگ ؛

* هاءِ ! حياتيءَ جا هي پور ، سڪـ اڏاڙيا سر جيا سور ،
نت نت نسريا ڪئين ناسور ، ’عارف‘ ڪيڍيا عشق انگور ؛

* هاءِ ! حياتي جيءَ جنجال ، جانب ريءَ آ جيڻ محال ،
ڪنهن سان اوريان دل جو حال ، قرب وارن جو آهي ڪال ؛

* ها ! حياتي جي جانب ڏار ، هڪڙي دلڙي درد هزار ،
سورن سر تي ڀاري ڀار ، روئندي گذري منڊ بهار ؛

* هاءِ ! حياتي سورن سانگ ، نينهن جا چهٽا ڪارا نانگ ،
روز اڏانديان قاصد ڪانگ ، چيڙهه چڳن ۾ موڙهيل مانگ ؛

* هاءِ ! حياتيءَ سورن سيج ، هينئڙي هردم هوتن هيج ،
ڏير ڏئي ويا ڏکيا ڏيج ، روئي روح ڪيا نت ريج ۔

* هاءِ ! حياتي سورن سيل ، وڃ اندر ۾ ورهن ويل ،
نيڻين نير وهن ڇم ڇيل ، شال ٿين مخبن سان ميل ۔

* هاءِ ! حياتي سورن ساز ، انحد مرليءَ جا آواز ،
برهه جا اڏري آيا باز ، شوق نمايا شاهه نواز ۔

* هاءِ! حياتيءَ جي هي رات، نيڻين بوندن جي برسات ،
هجر ڦٽي دلڙي هيهات ، پڃري پسري ٿي پرڀات ۔

* هاءِ ! حياتيءَ جا هي پنڌ، سورن ساڻا ڪيڙا سنڌ ،
طول وهاڻا وسريا هنڌ ، ڪوين ڪٽيا ڪوڙين ڪنڌ ۔

## ”سي عيدون ڪيئن ڪن ؟“

سي ڪيئن ڪن عيدون؟ مارو جن جا ماري ،
سنگهارن جو سيد چوي ، درسن ڪن ديدون ،
خوشيون ، خريدون ، ’عارف‘ اباڻن سان ۔

**

سي ڪيئن عيدون ڪن؟ مارو جن جا ماري ،
آءُ ڪيئن سمهان سيج تي، هت ولهه ۾ سيڻ سمهن ،
هت ڪيئن ڇڪان چاشنيون، هت مارو بک مرن ،
لوئي جن جي لڄ ٿي ، سي ڪيئن پٽ پهرن ،
ساري سنگهارن کي ، ٿا نت نت نيڻ ٽمن ،
اڄ پڻ آتر پار ڏي ، ڪار ڪٺي ڪڪرن ،
اڄ پڻ آتر پار ڏي ، گوڙيون ٿيون گجڪن ،
اڄ پڻ آتر پار ڏي ، وڄون ٿيون وسڪن ،

اج ٻڻ آتر پار ڏي ، تنواريو تاڙن ،
هٿ نا وسن وڏڦڙا ، هت منهنجا نيڻ روئن ،
رئان ٿي رت ڦڙا ، ساريو سانگيئڙن ،
قسمت آڻي قيد ڪيو ، قابو منجهه ڪوٽن ،
آئي ويئي 'عارف' چئي ، نا پلپل پور پون ،
پوءِ عيدون لک ٿين، جي وري وطن ڏي وڃان !!

* "سنڌڙيءَ جا سنڌڙا"

جاڳ پٽائي جاڳ ، توکي سڏي سنڌڙي ،
لٽيرا لٽي ويا ، سندو سنڌ سهاڳ ،
اڄي عمر هٿ ڪيو ، ماروئڙن جو ماڳ ،
ونهين ويڙيچن کي ، وٺي ويو ويراڳ ،
سسئي کي سيد چئي ، ويا ڏيئي ڏير ڏهاڳ ،
ليلان ڪان لڄجي ويو ، چنيسر جو چاڳ ،
پلارا ! ڪو ياڳ ، وري وار ولهين جو .

**

جاڳ پٽائي گهوٽ، توکي ساري سنڌڙي ،
مٿان ماروئڙن جي، لاهه ڪڙولا ڪوٽ ،
سهڻي کي سورن جي ، چڙن ڏني چوٽ ،
سسئي سان سيدا !، گهاري وڏي گهوٽ ،
پنهنجا پراوا ٿيا ، خان ڪري ويا کوٽ ،
وڪڻي ويٺا سنڌڙي ، نيرا ڏسي نوٽ ،
مرشد ڪائي موٽ ، لهه ڪا سار سنڌين جي .

**

---

* آگسٽ ١٩٥٦ع ٻنڙو شريف، ۽ مارچ ١٩٦٤ع ڀٽ ڌڻي جي ساليانې ميلي جي موقعي تي مشاعري ۾ پڙهيا ويا .

جاڳ پٺائي شاهه، توکي سڏي سنڌڙي،
عمر آيو اوچتو، ڪستان ڪري ڪاهه،
مارن کي ملير ۾، پرور ڏج پناهه،
سورن ۾ سوڙها ٿيا، سنگهارن جا ساهه،
بکن بيمارين ۾، تنهنجا پنوهار ٿيا پاهه،
دشمن جيڪي ديس جا، ڪڍ لالڻ تن جا لاهه،
سسئي ڪي سورن جي، ڏيرن ڏني ڏاهه،
ڪري پينگ پنهور کي، رمي هليا راهه،
لکين لڙهي هليون سهڻيون، منجهه سيراهه،
نڪو ڀانڊ نه ٻل ڪو، سنڌ نڪو سيڻاهه،
ماڻهو تنهنجي ملڪ جا، ٿا گرڙن لئه گراهه،
ورنهه ٿي ڪا واهه، 'عارف' ايوجهن جي.

**

جاڳ پٺائي پير، تولئه سڪي سنڌڙي،
ڪوڙين مارئيون ڪوٽ ۾، عمر ڪيون اسير،
نيرن ۾ لک ناريون، نيڻين وهائن نير،
سسيون سوين سيج ۾، درد ڪيون دلگير،
سهسين سهڻيون ٻوڙيون، سنڌي سائر سير،
ڪوڙن ۾ ڪيري پيو، هلائون همير،
مارو منجهه ملير، وري ڏسان وسندي.

**

جاڳ پٺائي شير، توکي سڏي سنڌڙي،
لٽي لٽيرا ويا، ڦورو ڏيئي ڦير،
ڪري ڪوهياريءَ سان، ڏاڍايون ويا ڏير،
سهڻيءَ کي سيرن ۾، گهاتن وڌا گهير،
مارئي کي ملير جي، هردم هنئين هير،
قابو تيڙي ڪوڙن ۾، پينڊن پئي پير،

اچي ڏس عمر جون ، ارڏايون انڌير ؛
هادي ! وٺ همير کان ، ورنهه ساري وير ؛
اچي اباڻن تان ، ميٽ مدايون مير ؛
تو ڏي سنجهه سوير ، ڪنيو نيڻ نهاريون .

**

جاڳ پنهنجي جوان ، سڻ سماجها سڌڙا ؛
سسئي سان سيدا ، ڪوٽ ڪري ويا خان ؛
ويا ولاري سنڌڙي ، جي آيا ٿي مهمان ؛
پنهنجا پراوا ٿيا ، بي حد بي ايمان ؛
مارن کي ملير ۾ ، سورن جا سامان ؛
ماروئڙا ملير ۾ ، بڪن ڪان بيجان ؛
عمر ! ويو اوچتو ، قهري هٿئي ڪان ؛
اهڙي ڦند فريب جي ، ڪل هئي مون ڪان ؛
مرشد مهربان ، لهه ڪا سار سنڌين جي .

**

پنهنجي پيرو ، وري ڪر وطن ڏي ؛
سهڻي کي سير ۾ ، آ گهاڻن جو گهيرو ؛
سسئي کي سيج ۾ ، ڏکن جو ڏيرو ؛
ووڙي ٿي وڪار ۾ ، پنهل جو پيرو ؛
ڪستان ڪاهي آئيو ، عمر اويڙو ؛
مارئي سندي من ۾ ، دردن جو ديرو ؛
ڏسيو ڏکڙا ڏيهه جا ، جلي ٿو جيرو ؛
ڪنگن ڪالوري ڪيو ، ملڪ سڄو ميرو ؛
ويا ولاري سنڌڙي ، ڦورو ڏئي ڦيرو ؛
هارين کي هيسي ، اڇا ويٺو وڏيرو ؛
سيد سويرو ، لهه ڪا سار سنڌين جي .

**

پيئائي کي پال، وري ڪر وطن تي،
مارو تنهنجي ملڪ جا، ڪومايل ڪنگال،
مارو تنهنجي ملڪ جا، ڏکن ڪان بيحال،
مارو تنهنجي ملڪ جا، ٻورن ۾ پامال،
مارو تنهنجي ملڪ ۾، آهن هيٺي حال،
مارن ٻنان ملڪ ۾، جيئڻ آهي جنجال؛
'عارف' اباڻن لئه، ٿو جر وهايان جال،
اڇي ويا اوپرا، جن ميڙيا مڏيون مال،
اڇي آهي اوپرن، ڦاسيايو في الحال،
سنگهارن جا سيدا! سڻ سپاجها سوال؟
او سائين! لهه سنڀال، ڪا اڇي اسيرن جي،

**

ٻر جهل پيئائي، ٻُلهه ڪا سار سنڌين جي،
سهٽي سيرن وچ ۾، آ گهاتن گهائي،
سهٽي سير وچ ۾، واڳون آهه ورائي،
سسئي آ سچ ۾، رولين ڪهي رلائي،
مارئي آ ملير مان، عمر اڇي آتائي،
ڪامڻ آهي ڪوٽ ۾، قيدن ڪنبائي،
سيد تنهنجي سنڌڙي، آ سورن ستائي،
سيد تنهنجي سنڌ کي، ڪوتا ويا ڪائي،
ويا ولاري سنڌڙي، جي پانپائون پائي،
پلا! پلائي، ڪا وري ڪر وطن سان،

**

* سنڌڙيءَ جا سردار، سڻ سپاجها! سڏڙا،
سسئي تنهنجي سيدا! روئي زارون زار،

---

* ١٩٦٥ع ۾ لطيف سائين جي ميلي جي موقعي تي اضافو ڪيل.

آنائي ويا اوچتو، ڪمهلو ڪوهيار،
لٿي لٿيرا ويا، ڌاريان ڪري ڌار،
سهڻي سير وچ ۾، لڙهي ٿي لهوار،
واڳون ورائي ويا، ڪچون سو هزار،
مارئيءَ جو ملير ۾، ڀرم رک ڀتار،
مارئيءَ کي مرشد! ڏنا عمر ڪئين آزار،
لوئي سندي لڄ رکين، لالڻ لڄا دار،
مٿان ماروئڙن جي، لاهج هول هزار،
سنڌڙيءَ تي سورن جا، اٿمي ڪڪر ڪارونڀار،
هيءَ ستايل سنڌڙي! آهي تو آڌار،
سيد! لهه ڪا سار، 'عارف' ابوجهن جي.

**

سنڌڙيءَ جا سرور! سڻ سڀاجها سڏڙا،
سنڌڙيءَ تي سورن جا، اٿمي ڪارونڀار ڪڪر،
سنڌڙيءَ مٿي سيدا! آهن ڏاڍن جا ڏمر،
سنڌڙي اٿمي سيدا! نماڻي نست نڀر،
سنڌڙيءَ تان سورن جا، ٽارين شال ٽڪر،
سيدا! لهج سار تون، هيڻيءَ جي هيڪر،
مارو تنهنجي ملڪ جا، بڪايل بي گهر،
مارو تنهنجي ملڪ جا، گهارين منجهه گهنگهر،
مارو تنهنجي ملڪ جا، بي حد بي ثمر،
هَي هَي! هلائون ڪري؟ ارڏايون عمر،
ڪاسل سندي ڪوٽ ۾، شل پت رکي پرور،
سسئيءَ سان سيدا! ڪهڙو ٿيو قهر،
رکي آيا روح ۾، ڏاڍو ڏير ڏمر،
ويا آنائي اوچتو، آڌي رات عصر،
ڪري پينگ پنهور کي، جت ويا جابر،
وَرنهه! تي واهر، 'عارف' ابوجهن جي.

# قديم ايران جو پيغمبر

## زرتشت

ترجمو:

عبدالعزيز قنڌاري (عليگ)

زيب ادبي مرڪز

حيدرآباد سنڌ، پاڪستان

---

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

## هڪ مطالعو

(مختصر سوانح ۽ علمي ادبي تصنيفات جو تفصيلي جائزو)

مصنف

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

زيب ادبي مرڪز

حيدرآباد سنڌ، پاڪستان